# فتوح الغيب

سنڌي

مؤلف:

محبوب سبحاني پيران پير غوث الاعظم

حضرت سيد الشيخ عبدالقادر جيلاني رضي الله تعالىٰ عنه



سنڌيڪار: مُنور ٻُٽ

# فُتوحُ الغيب

مؤلف: محبوب سبحاني پيران پيرغوث الاعظم

حضرت سيد الشيخ عبدالقادر جيلاني

رضي الله تعاليٰ عنه

سنڌيڪار: منور ٻُٽ

HOMOEOPATHIC
DR. AHMED RAZA AGRO
D.H.M.S. R.H.M.P
Bagh-e-Madina Colony, MEHAR
Mob: No. 0307-2688799

سلسليوار اشاعت:

كتاب جو نالو: فُتوحُ الغيب
مؤلف : السيد الشيخ عبدالقادر جيلاني
سنڌيڪار: مُنور ٻُٽ
فون: 0334 3181387
ڇپرائيندڙ: المرڪز الاسلامي الجامعہ الغوثيہ،
ٽنڊومحمدخان

قيمت: -/150 رپيا

FUTOOH UL GHAIB
By: Al Sayed Al Shaikh Abdul Qadir Jeelani
Translated by: Munawar Butt
Ph: 0334 3181387
Publisher: Al Markaz al Islaami al Jamia al Ghousia,
Tando Muhammad Khan

ملڻ جو هنڌ: 1. درگاهہ جيلانيہ قادريہ، نورائي شريف.
2. المرڪز الاسلامي الجامعہ الغوثيہ، ٽنڊومحمدخان.
3. خانقاهہ جيلانيہ غوثيہ، رحمت مسجد، پيمر پوره، ڪراچي.
رابطو نمبر: 0333 2163378 ۽ 0323 2073070

-----------------

اسٽاڪسٽ

ڪاٺياواڙ اسٽور اردو بازار ڪراچي. رهبر بوڪ ڊيپو لاڙڪاڻو.
رابيل بوڪ ڊيپو لاڙڪاڻو نيشنل بوڪ ڊيپو لاڙڪاڻو.
مدني بوڪ ڊيپو دادو جنيد بوڪ ڊيپو دادو.

# انتساب

هن سنڌي ترجمي کي مان پنهنجي امڙ (امراه زادي) مرحومہ جي نالي ڪريان ٿو، جيڪا دستگير، پيران وپير غوث الاعظم حضرت سيد الشيخ عبدالقادر جيلاني رضي الله تعاليٰ عنہ جي عاشق ۽ خاص عقيدتمند هئي.

مُنور ٻُٽ 'قادري'.



## منقبت شريف

سرڪارِ غوث اعظم، نظرِ ڪرم خدارا،
اي دستگيرِ عالم سڏ ٻڌي سڏ سونهارا.

سج ۾ نہ ڪوئي سنگتي، رڻ ۾ ڪيان پيو ريهون،
واهر نہ ڪو وسيلو ٻرجهل ٿيو ٻلارا.

اوجهڙ اڙيي آ ڪشتي، سامهون آ سير سائين،
ناهي ڪو منهن ملاحن، گهڻو ڏور ٿيا ڪنارا.

جڏهن ٻيو وسيلو ورتم، ٻڏندي مٺا تري آ،
دانهون هي درد واريون، سائين سڄ سوپارا.

هيڻيءَ جو حال هڙئي، تو سان آ هميشهہ،
جي ڪر سگهو جيلاني، منهنجي جيءَ جا جيارا.

المدد غوث الاعظم، جڏهن ٻيو چيو جنين آ،
تن جي مدد لاءِ مٺڙا، پهتَوَ پرين پيارا.

اڄ اوچنگرون ڏئي آقا، توکي سڏيان ٿو شيخا،
المدد محي الدين، چئي نيڻن ڪيا نيسارا.

لڄ پال لڄ اوهان تي، لوئيءَ سندو آ لڏڙو،
آڏر لڳم اوهان جي، لعلڻ ڇڏي ٻيا لارا.

”سڪندر“ تون هاڻ بس ڪر، بغداد دانهن پهتي،
سڪ مان سڏيو تو جن کي، رَسندا سگهو سهارا.

حاجي سڪندر علي ”سڪندر“ ٻُٽُ

# فهرست

| صفحو | عنوان |
|---|---|
| 09 | پنهنجي پاران: سنڌيڪار |
| 11 | 1. ايمان جي تڪميل لاءِ ضروري شيون. |
| 11 | 2. نيڪين ڪرڻ لاءِ ترغيب. |
| 12 | 3. آزمائش ۽ مصيبت. |
| 14 | 4. معنوي موت ۽ فنا جو مقام. |
| 15 | 5. دنيا توجهه جي قابل ڪونه آهي. |
| 16 | 6. مخلوق کان فنائيت ڇا آهي؟ |
| 18 | 7. دل ۾ خدا کان سواءِ ڪنهن کي جاءِ نه ڏيو. |
| 22 | 8. خدا جو قرب ڪيئن حاصل ٿئي. |
| 24 | 9. ڪشف ۽ مشاهدو. |
| 25 | 10. قلبي (دلي) ڪيفيتون. |
| 30 | 11. خواهشون ڇا آهن؟ |
| 31 | 12. نافرمانيءَ جي سزا. |
| 32 | 13. خدائي احڪامن کي تسليم ڪندا رهو. |
| 36 | 14. اولياءُ الله سان مقابلو نه ڪيو. |
| 37 | 15. اميد ۽ خوف جو عالم. |
| 38 | 16. توڪل جي منزل. |
| 41 | 17. مرشد جي ذريعي الله تائين پهچ. |
| 44 | 18. شڪايت ڪرڻ کان منع. |

CamScanner

# پنهنجي پاران

غازي عباس علمدار عليہ السلام سان عقيدت جو اظهار ڪرڻ لاءِ جڏهن مختلف ڪتابن تان مواد سهيڙي "هاشمين جو چنڊ" نالي ڪتاب کي ترتيب ڏئي رهيو هيس تہ ان دوران هڪڙي دوست سان ڪافي وقت کان پوءِ ملاقات ٿي. ان ٻڌايو تہ منهنجي طرفان حضرت علي عليہ السلام جي سيرت پاڪ تي سهيڙيل ڪتاب "سيرتِ علي المرتضيٰ عليہ السلام" سندس نظر مان گذريو آهي، بلڪ ان ڪتاب ۾ شامل مواد سان سهمت هجڻ جوبہ اظهار ڪيائين. ان کان پوءِ معلوم ڪيائين تہ هاڻي ڇا ڪري رهيو آهيان. مون عرض ڪيو تہ حضرت غازي عباس علمدار عليہ السلام کي عقيدت پيش ڪرڻ لاءِ "هاشمين جو چنڊ" جي عنوان سان ڪتاب سهيڙي رهيو آهيان. مشورو ڏنائين تہ توهان قادري سلسلي سان وابستہ آهيو توهان کي گهرجي تہ حضرت غوث الاعظم پيران پير دستگير سيد عبدالقادر جيلاني رحمت الله تعاليٰ عليہ سان عقيدت جو اظهار ڪرڻ لاءِ بہ ڪو ڪتاب پيش ڪيو.

منهنجي امڙ (امراه زادي) مرحومہ غوث الاعظم جي وڏي عقيدتمند ۽ عاشق هئي. ان دوست جي مشوري تي غور ڪري مون فيصلو ڪيو تہ پنهنجي مرحومہ امڙ جي روح کي خوش ڪرڻ لاءِ ۽ حضرت غوث الاعظم رحمت الله تعاليٰ عليہ سان عقيدت جو اظهار ڪرڻ لاءِ اهڙو ڪتاب پيش ڪرڻ گهرجي.

مون وٽ حضرت غوث الاعظم سيد عبدالقادر جيلاني رحمت الله تعاليٰ عليہ جي ڪتاب "فتوح الغيب" جو اردو ترجمو موجود هيو. مون سوچيو تہ ان ڪتاب جو سنڌي ۾ ترجمو ڪري اهو ڇپائڻ جو ڪم سرانجام ڏيان. يعني حضرت غوث الاعظم پيران پير رحمت الله تعاليٰ عليہ سان پنهنجي عقيدت جو بہ اظهار ڪريان تہ

ان ڪتاب وسيلي پنهنجي امڙ مرحومہ جي نالي کي بہ زنده رکڻ سان گڏ ان جي روح کي خوش ڪريان.

فُتوح الغيب ڪتاب اصل ۾ پيران پير غوث الاعظم جي خطبن جو مجموعو آهي جن کي مقالن جو نالو ڏئي سهيڙيو ويو آهي. خطبن ۾ عام طور تي خطيب سامهون ويٺل ماڻهن سان فرد واحد واري صيغي سان مخاطب ٿيندا آهن. انهيءَ سبب اردو مترجم مقالن کي واعظ واري انداز ۾ جيئن جو تيئن ترجمو ڪري شايع ڪيو آهي. پر جيئن تہ اهي خطبا يا مقالا ڪتابي صورت اختيار ڪري چڪا آهن, انهيءَ ڪري مون ترجمي ۾ فرد واحد جي صيغي بجاءِ جمع جو صيغو استعمال ڪيو آهي يعني ”تون“ يا ”توکي“ جي بجاءِ ”توهان“ لفظ استعمال ڪيو آهي ۽ ترجمي کي سنڌي ڪتابي لکڻي مطابق سهيڙيو آهي.

حضرت غوث الاعظم پيران پير دستگير سيد عبدالقادر جيلاني رحمت الله تعاليٰ عليہ سان پنهنجي عقيدت جو اظهار ڪرڻ لاءِ منهنجي ڪيل ڪوشش اوهان جي هٿن ۾ آهي، ڏٽي در دعا آهي تہ الله تعاليٰ منهنجي هن ڪاوش کي قبوليت جو شرف بخشي ۽ هن ڪتاب ۾ شامل مواد مطابق اسان مسلمانن کي پنهنجي اصلاح ڪرڻ جي توفيق عطا فرمائي. آمين.

مُنور ڀُٽ

# حضرت غوث الاعظم جا مقالا

## پهريون مقالو

### "ايمان جي تڪميل لاءِ ضروري شيون"

هڪڙي مؤمن لاءِ ٽي ڳالهيون هر حال ۾ ضروري آهن. پهرين اها ته شريعت جي احڪامن جي پابندي ڪندو رهي. ٻيو اهو ته شريعت طرفان منع ڪيل ڪمن کان پاسو ڪري ۽ پرهيز ڪندو رهي. ٽيون اهو ته پنهنجي مقدر تي شڪرانو ڪندڙ ۽ قناعت ڪندو رهي.

هڪڙي مؤمن لاءِ تمام گهٽ درجو اهو آهي ته اهو ڪڏهن انهن ٽن ڳالهين کان وانجهو نه رهي. ڇو ته هڪڙي مؤمن جو شان اهو آهي ته اهو انهن ٽنهي ڳالهين تي عمل ڪرڻ کي پنهنجي لاءِ واجب ڪري ڇڏي، ۽ پنهنجي دل ۽ عضون کي انهن ٽن ڳالهين ۾ مصروف ۽ مشغول رکي.

## ٻيو مقالو

### "نيڪين ڪرڻ لاءِ ترغيب"

سنتن جي پيروي ڪندي بدعتن کان بچندا رهو. خدا ۽ رسول صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي اطاعت ۾ مشغول رهندي، انهن جي حڪمن تي پابنديءَ سان عمل ڪيو. خدا سان ڪنهن کي به شريڪ ڪرڻ کان سواءِ ان جي وحدانيت کي تسليم ڪندا رهو. خدا جي تصديق سان گڏ نه ته ڪنهن شڪ ۽ شبهي کي جاءِ ڏيو ۽ نه ان تي الزام هڻو. ۽ تڪليف جي شڪايت ڪرڻ کان سواءِ صبر ۽ حوصلي کان ڪم وٺندي واويلا ڪرڻ کان بچو. ثابت قدم رهي فرار اختيار نه ڪريو. خدا کان سوال ڪرڻ کي عيب نه سمجهو. دل مان مايوسيءَ کي هڪاليندي، دعا جي قبول ٿيڻ جو انتظار ڪيو. دشمن کان پاسو ڪندي ڀائيچارو ۽ محبت اختيار ڪيو. الله تعاليٰ جي اطاعت لاءِ هر وقت گڏ رهو. حسد ۽ ساڙ کي ترڪ ڪري الفت ۽ محبت کان ڪم وٺو. گناهن

کان بچو ۽ گناهن ۾ نہ ڦاسو. پنهنجي رب جي اطاعت سان پاڻ کي خوبصورت ۽ خوب سيرت ڪرڻ جي ڪوشش ڪيو. ان جي دروازي کان پري نہ رهو ۽ سدائين ان ڏانهن توجهہ ڪندا رهو. توبهہ ڪرڻ ۾ دير نہ ڪريو. رات ڏينهن جي ڪنهن بہ حصي ۾ پنهنجي پالڻهار کان گناهن جي معافي گهرڻ ۾ عار محسوس نہ ڪيو. تي سگهي ٿو تہ توهان کي رحمت ۽ سعادت سان نوازي جهنم جي باهہ کان بچائي جنت جا مزا عطا ڪيا وڃن. توهان کي الله جو ديدار نصيب ٿي وڃي. پوءِ توهان کي سلامتي واري گهر (دارالسلام ـ بهشت) ۾ اڻ ڳڻين نعمتن سان سرفراز ڪيو وڃي. جنهن ۾ ابديت ۽ مداومت (هميشگي) شامل هجي ۽ توهان کي اعليٰ نسل جي گهوڙن تي سواري ڪرڻ جو شرف عطا ڪيو وڃي. قسمن قسمن جي خوشبوئن سان ٻهڪندڙ حورن ۽ خوبصورت ٻانهين جي نعمتن سان خوش ۽ سڪون وارو ڪيو وڃي. توهان صديقن، شهيدن ۽ صالحن سان گڏ اٿاريا وڃو.

## ٽيون مقالو

# ”آزمائش ۽ مصيبت“

جنهن وقت ٻانهو مصيبتن ۽ آزمائشن ۾ گرفتار ٿي ويندو آهي تہ شروع ۾ انهن کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجي ذاتي ڪوشش کان ڪم وٺندو رهندو آهي. پر جڏهن اهڙي طريقي سان ڇوٽڪارو نصيب ڪونہ ٿيندو آهي تہ پوءِ مخلوق کان مدد گهرندو آهي. مثال طور: بادشاهہ کان، ڪنهن آفيسر کان، يا دنيا جي ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ کان. بيماريءَ جي صورت ۾ طب جي ماهر جي خدمت حاصل ڪندو آهي. ليڪن جيستائين ان ۾ ذاتي طور ڪوشش ڪرڻ جي سگهہ باقي هوندي آهي، ان وقت تائين مخلوق کان مدد حاصل ڪرڻ کان ٽارو ڪندو رهندو آهي. پوءِ وري جيستائين مخلوق کان مدد ملڻ جي اميد ختم ڪونہ ٿي ويندي اٿس تہ ان وقت تائين ڪنهن بہ نموني ۾ پنهنجي خالق ڏانهن توجهہ ڪونہ ڪندو آهي. پر جڏهن خالق جي طرفان بہ مدد نہ ملندي اٿس تہ پوءِ هميشه هميشه لاءِ اهو سوالي بڻجي دعا گهرڻ ۽ ٻاڪارڻ، ۽ حمد ۽ ثنا ڪرڻ ۾ مشغول ٿي ويندو آهي. اميد ۽ خوف جي

انهي ڪيفيت ۾ دعا جو محتاج ٿي ويندو آهي. پوءِ جڏهن الله تعاليٰ ان کي ايترو عاجز ڪري ڇڏيندو آهي جو ان جون دعائون بہ قبول ڪونہ ڪندو آهي ۽ ان جا سمورا وسيلا ۽ ذريعا بہ ختم ٿي ويندا آهن تہ ان تي قضا و قدر جا حڪم نافذ ٿيڻ شروع ٿي ويندا آهن. جڏهن اهو پنهنجن سمورن وسيلن کان مايوس ٿي صرف روح جي شڪل اختيار ڪري وٺندو آهي تہ پوءِ ان کي خداوندي حڪمن کان علاوه ڪجھ بہ نظر نہ ايندو آهي. تڏهن اهو يقين ۽ وحدانيت جي ان منزل ۾ داخل ٿي ويندو آهي جتي ان کي ڪامل يقين ٿي ويندو آهي تہ الله تعاليٰ کان سواءِ ڪوبہ فاعل حقيقي ڪونہ آهي ۽ نہ وري ڪو ان (الله) کان سواءِ حرڪت ۽ سڪون جو خالق آهي، نہ ڪوئي چڱائي ۽ مَٺائي جو مالڪ آهي، نہ ڪوئي نفعو يا نقصان پهچائي سگهي ٿو نہ ڪوئي عطا ڪرڻ وارو آهي، نہ ڪوئي عطا ۽ بخشش کان روڪڻ وارو نہ حياتي ۽ موت ڪنهن جي قبضہ قدرت ۾ آهي ۽ نہ وري عزت ۽ ذلت. ان مقام تي پهچي اهو قضا و قدر جي اهڙي منزل ۾ داخل ٿي ويندو آهي جيئن ڪنهن دائيءَ جي هٿن ۾ ٻار يا غسل ڏيڻ واري جي هٿن ۾ مڙدو يا ست ڪُٺ (چوپڙ) راند ڪيڏڻ واري جي سامهون هوڏڙي هوندي آهي جنهن جو ڦرڻ گرڻ، هيٺ مٿي ٿيڻ ۽ ان جي حرڪت ۽ سڪون جيڪي نہ ذاتي هوندا آهن ۽ نہ غيرذاتي. اهڙي طرح ٻانهو بہ پنهنجي مالڪ جي حڪمن ۽ ڪمن ۾ اهڙو گم ٿي ويندو آهي جو ان کي الله تعاليٰ جي ذات کان سواءِ ٻيو ڪجھ نظر ڪونہ ايندو آهي ۽ ان جو عقل، ڪن ۽ نظر پنهنجي مالڪ جي لاءِ اهڙي طرح وقف ٿي ويندا آهن جو ان جي عقل سان سمجهڻ لڳندو آهي، ان جي اکين سان ڏسڻ لڳندو آهي، ۽ ان جي ڪنن سان ٻڌڻ لڳندو آهي. الله تعاليٰ جي علم ۽ ڪلام کان علاوه ٻي ڪابہ ڳالھ ٻڌڻ پسند ڪونہ ڪندو آهي. پوءِ ان جي نعمتن کان سرفراز ٿي ان جي ئي قرب جي سعادت حاصل ڪندي خوب سيرت ۽ عزت وارو ٿي ويندو آهي ۽ ان جي واعدن مان سڪون ۽ اطمينان حاصل ڪرڻ لڳندو آهي. ان جي تذڪري سان ان جو اهڙو لڳاءُ ٿي ويندو آهي جو ٻين ماڻهن جو ذڪر ان لاءِ وحشت ۽ نفرت جو باعث بڻجي ويندو آهي. پوءِ جڏهن اهو نور ۽ معرفت جي ذريعي هدايت يافتہ ٿي ويندو آهي تہ ان کي معرفت

جي پهراڻ جو اهڙو لباس پارايو ويندو آهي جو اهو خداوندي علمن ۽ اسرارن کان مشرف ٿيڻ لڳندو آهي. انهن سمورين اڻ ڳڻين نعمتن تي ان جو شڪر ادا ڪندي دل و جان سان حمد ۽ ثنا ۾ مصروف ٿي ويندو آهي.

## چوٿون مقالو

## "معنوي موت ۽ فنا جو مقام"

جنهن وقت بندو پاڻ کي مخلوقات کان فنا ڪري ڇڏيندو آهي ته ان کي فرمايو ويندو آهي ته تنهنجي مٿان خدا جون رحمتون وسن ۽ تنهنجون مڙئي نفساني خواهشون مري ختم ٿي وڃن. پوءِ جڏهن خواهشون مري ختم ٿي وينديون آهن ته ان وقت وري فرمايو ويندو آهي توتي خدا جون رحمتون نازل ٿين. پوءِ جڏهن ان جا سمورا ارادا ۽ تمنائون فنا ٿي ويندا آهن ته ان وقت وري فرمايو ويندو آهي ته تنهنجي مٿان خدا جون رحمتون هجن. ان منزل کان پوءِ بندي کي اها دائمي حياتي حاصل ٿي ويندي آهي جنهن کان پوءِ موت جو وجود ختم ٿي ويندو آهي ۽ ان کي اها غنيمت حاصل ٿي ويندي آهي جنهن کان پوءِ ڪنهن به شي جي محتاجي ڪونه رهندي آهي. ان کي اهڙيون نعمتون عطا ڪيون وينديون آهن جن جي وچ ۾ ڪائي شي حائل ڪونه ٿي سگهندي آهي. اهو اهڙين راحتن ۾ گذاريندو آهي جنهن کان پوءِ نه ڪوئي ڏک باقي رهندو آهي ۽ نه ڪوئي افسوس (ملال).ان کي اهو علم لدني حاصل ٿي ويندو آهي جنهن جي آڏو جهالت پاڻ مري ويندي آهي. ان کي مڙني خطرن کان بچائي اهڙي سعادت عطا ڪئي ويندي آهي جتي سنگدلي ۽ بدبختيءَ جو نالو ۽ نشان ئي باقي ڪونه رهندو آهي. اها عزت عطا ڪئي ويندي آهي جنهن کان پوءِ ڪائي ذلت ڪونه آهي. اهو قرب حاصل ٿي ويندو آهي جنهن کان پوءِ ڪنهن به قسم جي ڏورانهين ڪونه رهندي آهي ۽ ان کي اها رفعت ۽ عظمت حاصل ٿي ويندي آهي جتي ذلت ۽ خواريءَ جو وجود ڪونه هوندو آهي. ان کي مڙني گندگين کان اهڙي طرح پاڪ ڪيو ويندو آهي جو ان کان پوءِ ڪا پليتي باقي ڪونه رهندي آهي. پوءِ اهو ان مقام تي پهچي اهڙو ڳندن تي ويندو آهي جو ان جي پنهنجي هردلعزيزيءَ جي ڪري ان سان

ڪوئي هڪجهڙائي ڪندڙ يا مقابلو ڪندڙ ڪونه هوندو آهي، ۽ اهو پنهنجي انفراديت جي بنياد تي يڪتا ۽ اڪيلو ٿي ڪري ڳجهه (غيب) جي اسرارن جو ڪليل مجسمو بڻجي ويندو آهي. هي اهائي منزل آهي جتي پهچي وڃڻ کان پوءِ اهو رسول، صديق، ۽ شهيد جو وارث بڻجي ويندو آهي. ولايت جي مرتبن کي مڪمل ڪري ان جي ولايت تي اهڙي مُهر هنئي ويندي آهي جو سيئي ابدال ان ڏانهن ئي واجهائڻ لڳندا آهن ۽ ان جي فيض سان سيئي سختيون دور ٿي ويندون آهن. مثال طور: مينهن وسڻ لڳندا آهن، پوکون پليون ٿي لهرائڻ لڳنديون آهن. ان کان علاوه هر خاص و عام ماڻهوءَ جا ڏک ۽ غم دور ٿي ويندا آهن. ايتري تائين جو بادشاهه، رعيت، اڳواڻن، حاڪمن ۽ ٻي سموري مخلوق جي مصيبتن جو اهڙي طرح خاتمو ٿي ويندو آهي جيئن محتسب جي هٿن ۾ شهري عوام جو نظم و نسق هوندو آهي، ۽ سيئي ماڻهو ان مٿان مال ۽ دولت نڇاور ڪرڻ لڳندا آهن. ان کي ڪنهن خاص ڪم واري عهدي تي فائز ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا رهندا آهن. پوءِ ان جي بزرگي ۽ عظمت ۾ ڪنهن کي ٻه اختلاف ڪونه رهندو آهي. اهڙو مرد مؤمن آبادين يا برپٽن ۾ مخلوق مان زور پلو ٿي ويندو آهي ۽ عظيم فضل جو مالڪ پنهنجي فضل و ڪرم سان ان کي نوازي ڇڏيندو آهي.

## پنجون مقالو

## "دنيا توجهه جي قابل ڪونه آهي"

جڏهن توهان دنيا کي دنيادارن جي هٿن ۾ اهڙي طرح ڏسو ته اها پنهنجي ڳجهي ڪشش، پنهنجي ظاهري نرمي ۽ باطني سختيءَ جي باوجود انهن کي پنهنجي فريب ۽ ڪوڙ جو شڪار بڻائي انهن کي هلاڪت ۾ وجهيون پئي آهي ۽ انهن جي لاءِ زهر قاتل بڻجي وئي آهي ۽ اهي پنهنجن پراون کان بيگانه ٿي غفلت ۽ واعدي خلافيءَ جو شڪار ٿي چڪا آهن ته توهان انهن کي اهڙي طرح ڏسو جڻ ڪو اگهاڙو شخص ڪاڪوس ڪري رهيو آهي ۽ ان جي چوڌاري بدبوءِ پکڙي پئي هجي، ۽ توهان اهو منظر ڏسي اکيون ۽ نڪ بند ڪري ڇڏيندا آهيو. اهڙي طرح دنيا جي ظاهري حسن ۽ سينگار کي ڏسي پنهنجين اکين ۽ دنيا جي

لذتن ۽ شهوتن جي بدبوءِ کان پنهنجي نڪ کي بند ڪري ڇڏيوتہ جيئن توهان کي دنيا جي آفتن کان ڇوٽڪارو ملي وڃي. پوءِ جيڪو ڪجھ توهان جي قسمت جو هوندو اهو توهان کي ضرور ملي ئي ويندو ۽ يقينن توهان ان مان فائدو حاصل ڪري سگهندا. جيئن الله تعاليٰ پنهنجي نبي کي حڪم ڏيندي فرمايو آهي "اي نبي! توهان انهن شين کي نظر کڻي ڏسوئي نہ جيڪي اسان ڪافرن کي استعمال ڪرڻ لاءِ آزمائش جي فتني ۾ وجهڻ لاءِ عطا ڪيون آهن ۽ توهان جي رب جو رزق گهڻوئي سٺو رزق آهي."

## ڇهون مقالو

# "مخلوق کان فنائيت ڇا آهي؟"

الله تعاليٰ جي حڪم (اذن) کي قبوليندي توهان پاڻ کي مخلوق کان فنا ڪري ڇڏيو ۽ پنهنجين خواهشن کي الله تعاليٰ جي حڪم جي تابع ڪري ڇڏيو. جيڪڏهن توهان واقعي مؤمن آهيوتہ الله تعاليٰ جي ذات تي مڪمل ڀروسي سان پنهنجن ارادن (عزائم) کي الله تعاليٰ جي حوالي ڪري ڇڏيو. پوءِ توهان جڏهن ائين ڪندا تہ توهان جي اندر خداوندي عِلم جو ٿانءُ بڻجڻ جي صلاحيت پيدا ٿي ويندي ۽ مخلوق کان فنائيت جي نشاني (علامت) بہ اها آهي تہ توهان انهن کان پنهنجا تعلقات اهڙي طرح ٽوڙي ڇڏيو جو انهن جي هر شي کان بي نياز ٿي وڃو. خواهشات جي فنائيت اها آهي تہ گذرمعاش کي حاصل ڪرڻ جا جيڪي بہ سبب ۽ وسيلا ۽ انهن ۾ نفعي نقصان جو جيڪو بہ تصور هجي انهن سڀني کان پاڻ کي بي پرواهہ ڪري ڇڏيو ۽ پنهنجي ذات تي ڪنهن بہ قسم جو ڀروسو نہ ڪندي نفس جي خواهش ڏانهن لاڙو ئي نہ ڪيو ۽ پنهنجن سڀني ڪمن کي خدا جي حوالي ڪري ڇڏيو. ڇوتہ اول ۽ آخر اهوئي توهان جو مددگار ۽ وارث آهي. توهان امڙ جي پيٽ ۾ جيئن هيا ۽ ان کان پوءِ توهان پينگهي ۾ ٿڃ پيئڻ وارا ڏينهن گذاريا، ان وقت بہ اهو (الله) توهان جو نگهبان هيو ۽ اڄ بہ اهوئي توهان جو وارث آهي. پنهنجن ارادن کي خدا جي مرضيءَ جي تابع ڪرڻ جي نشاني اها آهي تہ توهان جون سڀئي مُرادون، توهان جا سڀئي مطلب ۽ حاجتون،

سڀ ڪجهہ خدائي حڪمن جي تابع ٿي وڃن. توهان جو هر ارادو ۽ ڪم، الله جو ارادو ۽ ڪم (فعل) ٿي وڃي بلڪ توهان جو هر فعل خدا جو فعل ٿي وڃي. پوءِ توهان جڏهن انهيءَ منزل تي پهچي ويندا تہ توهان جي عُضون کي سڪون، توهان جي دل (قلب) کي اطمينان، ۽ توهان جو اندر روشن ٿي توهان جي چهري تي رونق اچي ويندي ۽ توهان جو اندر آباد ٿي ويندو. پوءِ توهان مخلوق جي هر شي کان ايترو بي پرواهہ ٿي ويندا جو توهان جي اندر طاقت قدرتي هٿ ۾ پهچي ويندي ۽ توهان کي هاتفي آواز ذريعي ندا ڪئي ويندي ۽ توهان جو رب توهان جو اوستاد (معلم) ٿي ويندو. پوءِ توهان کي نوراني پوشاڪ پارائي باطني علم وارن جي لڏي ۾ شامل ڪيو ويندو ۽ توهان کي ايترو طاقتور ڪيو ويندو جو توهان جي اندر ڪڏهن بہ شهوت ۽ ارادي جو امڪان ئي ڪونہ رهندو. پوءِ توهان خير (ڀلائي) جو ٿانءُ ٿي ويندا ۽ توهان کي هر نعمت، خوشي ۽ آسائش حاصل ٿي ويندي. فنائيت جي اهائي اها منزل آهي جيڪا انهن واٽن تي هلڻ وارن جو مقصد، مطلب ۽ آخري منزل هوندي آهي. اولياء اڪرام جو سفر بہ انهيءَ منزل تي پهچي ختم ٿي ويندو آهي ۽ استقامت جي بہ اهائي اها منزل آهي جنهن جي طلب ۾ اڳ گذريل اولياء ۽ ابدال رسائي حاصل ڪري چڪا آهن. ڇوتہ انهن پنهنجن ارادن کي فنا ڪري خدا جي ارادن ۾ تبديل ڪري ڇڏيو هيو ۽ مرڻ گهڙيءَ تائين هميشهہ خدا جي ارادي ۽ رضا جا طلبگار رهيا. انهيءَ ڪري انهن کي ابدال جي نالي سان سڏيو ويندو آهي. اهڙن ماڻهن وٽ اهو عظيم گناهہ آهي تہ پنهنجن ارادن کي الله جي ارادن ۾ شريڪ ڪري ڇڏين. چاهي اهو ڀُل مان ٿي وڃي يا وجد طاري ٿيڻ جي ڪري ٿي وڃي. جيڪڏهن انهن کان اهڙي قسم جو فعل سرزد ٿي ويندو آهي تہ باري تعاليٰ انهن کي هوشيار ۽ خبردار ڪري ڇڏيندو آهي، جنهن کان پوءِ اهي ماڻهو الله تعاليٰ جي رحمت لاءِ اميدوار ٿي توبهہ ڪرڻ ۽ معافي لاءِ ٻاڏائڻ ۾ مشغول ٿي ويندا آهن. انهيءَ ڪري جو اهي ماڻهو عزم ۽ ارادي جي اعتبار کان معصوم ڪونہ آهن. اها خاصيت تہ صرف ملائڪن ۽ نبين سڳورن کي ئي حاصل آهي تہ اهي پنهنجن ارادن ۾ معصوم آهن. انهن کان سواءِ سموري مخلوق، چاهي اهي انسان هجن يا جن سڀني تي

شريعت جي پابندي لازمي آهي ۽ انهن مان ڪنهن جي لاءِ بہ معصوم هجڻ جو گمان نٿو ڪري سگهجي. انهن کان علاوه ڪجھ اولياء بہ اهڙا آهن جن کي خواهشن کان محفوظ ڪيو ويندو آهي يا ابدال کي مطلب ۽ ارادي کان بچايو ويندو آهي، پر انهن جو ائين معصوم هجڻ مان اها مراد ڪونہ آهي تہ اهي ملائڪن ۽ نبين سڳورن وانگر معصوم آهن. ڇوتہ انهن ماڻهن لاءِ اها ڳالهہ ڇوڻ جائز آهي تہ ڪنهن ڪنهن وقت انهن جو لاڙو مطلب ۽ ارادي ڏانهن ٿي وڃي. پوءِ الله تعاليٰ انهن کي هوشيار ڪري انهن ۾ ان ڳالهہ کان بچڻ جو ادراڪ ۽ احساس پيدا ڪري ڇڏي

## ستون مقالو

## ”دل ۾ خدا کان سواءِ ڪنهن کي جاءِ نہ ڏيو“

نفس جي تابعداري کان منهن موڙيندي ان کان اطمينان اختيار ڪيو. پوءِ پنهنجي ڌن دولت تان هٿ کڻي سڀ ڪجهہ الله تعاليٰ جي حوالي ڪري ڇڏيو ۽ پنهنجي دل (قلب) جي دروازي تي اهڙي طرح پهرو ڏيو جو ان ۾ خدائي حڪمن کان سواءِ ٻي ڪا شي داخل ٿي نہ سگهي. هر انهي شي کي دل جي ڪنهن ڪنڊ ۾ جاءِ ڏيو جنهن جو توهان کي الله تعاليٰ حڪم ڪيو آهي ۽ هر ان شي جو داخل ٿيڻ بند ڪري ڇڏيو جنهن کان توهان کي منع ٿيل آهي. ائين ڪندي توهان جن خواهشن کي پنهنجي دل مان ڪڍي ڇڏيو آهي انهن کي وري ڪڏهن بہ داخل ٿيڻ نہ ڏيو. خواهشن کي ڪڍي ڇڏڻ جو مطلب اهو آهي تہ انهن جي تابعداري ترڪ ڪري ڪنهن بہ حالت ۾ انهن جي پيروي نہ ڪئي وڃي. دل ۾ خواهشن کي داخل نہ ڪرڻ جو مطلب اهو آهي تہ انهن جي پيروي ۽ مطابقت نہ ڪندي خدا جي ارادي کان سواءِ ٻئي ڪنهن بہ قسم جي ارادي کي دل ۾ داخل ٿيڻ نہ ڏجي. جيڪي ماڻهو انهيءَ منزل کان پري آهن اهي زحمتن جي ڳوٺ ۾ آباد آهن. جنهن جو حاصل نتيجو تباهي ۽ هلاڪت کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ ڪونهي. اهڙا ماڻهو خدا جي نظرن مان ڪِري شرمساري جا حقدار ٿي ويندا آهن. تنهن ڪري توهان تي فرض آهي تہ الله تعاليٰ جي حڪمن جي پابندي ڪريو ۽ جنهن شي کان ان

منع ڪئي آهي جيترو وس پڄي ان ڪان ڪن لاتار ۽ لاڙو ڪندا رهو. مخلوق مان ڪنهن کي بہ ان جو شريڪ نہ ٺاهيو. اهو چڱيءَ طرح ذهن ۾ ويهاري ڇڏيو تہ توهان جي هر خواهش ۽ ارادو الله تعاليٰ جائي پيدا ڪيل آهن. تنهن ڪري توهان نہ خواهش ڪريو ۽ نہ وري پنهنجي طرفان ڪو ارادو قائم ڪريو. ڪٿي ائين نہ ٿئي تہ توهان جو شمار مشرڪن ۾ ٿيڻ لڳي. انهيءَ لاءِ باري تعاليٰ فرمايو آهي "جيڪو شخص پنهنجي رب جو ديدار ڪرڻ جي تمنا رکي ٿو ان لاءِ ضروري آهي تہ سٺا عمل ڪندو رهي ۽ الله تعاليٰ جي عبادت ۾ ڪنهن کي شريڪ نہ ڪري" اصل ۾ شرڪ رڳو بت پرستيءَ جو ئي نالو ڪونهي پر پنهنجن خواهشن جي تابعداري ڪرڻ کي بہ شرڪ سمجهيو ويو آهي. خداء عز وجل کان علاوه دنيا جهان ۽ آخرت جي ڪنهن شي کي بہ محبوب تصور ڪرڻ شرڪ ۾ داخل ٿيڻ برابر آهي. جيئن تہ الله تعاليٰ کان سواءِ هر شي کي غيرالله اعتبار ڪيو ويندو انهيءَ ڪري جڏهن توهان غيرالله جي خواهش ڪندا تہ يقينن توهان کي الله تعاليٰ سان شرڪ ڪرڻ وارو قرار ڏنو ويندو. تنهن ڪري انهيءَ کان بچندي اهڙي قسم جي شرڪ کان ڊپ ڪندي پاڻ کي محفوظ تصور نہ ڪيو بلڪ سدائين پنهنجي حال احوال جي جاچ پڙتال ڪندا ڪريو ۽ ڪنهن بہ حالت ۾ غافل ٿي اطمينان سان ويهي نہ رهو ۽ ڪنهن حال ۽ مقام کي بہ پنهنجي نفس ڏانهن منسوب نہ ڪندي هرگز ان جا دعويدار نہ ٿيو ۽ توهان کي جيڪو بہ حال ۽ مقام عطا ڪيو ويو آهي ان جي باري ۾ ڪڏهن بہ تبصرو نہ ڪريو. ڇوتہ الله تعاليٰ جو هرروز هڪڙو نئون شان هوندو آهي جنهن ۾ بہ ٿيرڦار ۽ گهٽ وڌائي ٿيندي رهندي آهي ۽ ان جي ذات پاڻهي ۽ ان جي دل جي وچ ۾ حائل ٿي ويندي آهي. انهيءَ ڪري ٿي سگهي ٿو تہ جنهن حال ۽ مقام جي توهان ٻين کي خبر ٻڌائي هجي اهي توهان کان کسيا وڃن ۽ جنهن مقام جي توهان دعوا ٿي ڪئي اهو مقام ۽ مرتبو ئي ختم ڪيو وڃي. پوءِ توهان کي هرويرو ان شخص جي آڏو شرمندو ٿيڻو پوندو جنهن کي توهان پنهنجي مقام جي باري ۾ ٻڌايو هو. تنهن ڪري توهان جو فرض آهي تہ ان مقام کي صرف پنهنجي دل (قلب) تائين محدود رکندي ڪنهن ٻئي کي انهيءَ کان خبروار نہ ڪريو. جڏهن توهان

پنهنجي موجوده حال ۽ مقام تي قائم رهو تہ ان کي الله تعاليٰ جو انعام تصور ڪندي ان جو شڪرانو ادا ڪريو ۽ ان ۾ ڪنهن بہ قسم جي زيادتي کي نظرانداز ڪري وڌيڪ اضافي جي دعا ڪندا رهو. جيڪڏهن موجوده حال کان علاوه ڪوئي ٻيو حال آهي جنهن ۾ علم و معرفت ۽ نور جي گهٽائي ٿئي تہ اهو توهان جي لاءِ ترقيءَ جو سبب آهي. جيئن باري تعاليٰ فرمايو آهي "اسان جڏهن ڪنهن آيت کي منسوخ ڪندا آهيون تہ ان جي پاران ان کان وڌيڪ سٺي يا ان جهڙي آڻيندا آهيون." هر ماڻهو انهي ڳالهہ کان بخوبي واقف آهي تہ الله هر شي تي قادر آهي. انهيءَ ڪري ان کي پنهنجي قدرت کان عاجز تصور نہ ڪريو ۽ نہ وري ان جي تقدير يا تدبير تي پنهنجو بندوبست لڳايو. نہ ان جي واعدن تي ڪنهن قسم جو شڪ شبهو ڪريو. ان کان پوءِ توهان حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اسوه حسنہ ۾ داخل ٿي سگهندا. انهيءَ لاءِ جو حضور اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تي آيتن جو نزول بہ ٿيو ۽ انهن آيتن کي معمول بڻائي مسجد ۽ محراب ۾ پڙهايو بہ ويندو رهيو ۽ ڪتابي صورت ۾ بہ گڏ ٿيون ۽ انهن کي تبديل ڪري انهن جي جاءِ تي ٻيون نازل ٿيل آيتون بہ داخل ڪيون ويون. اهاتہ هئي حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي شرعي ۽ ظاهري حالت. ليڪن سندن باطني علم ۽ احوال کان خدائي واقف آهي يا سندن ذات مبارڪ کي انهيءَ جو علم ٿي سگهي ٿو. تنهن ڪري پاڻ ئي ارشاد فرمائين ٿا تہ جڏهن منهنجي قلب کي ڍڪيو ويندو هيو تہ مان روزانو ستر ڀيرا ۽ هڪڙي روايت ۾ آهي تہ هڪ سو ڀيرا استغفار ڪندو هيس. سندن ڪيفيت اها هوندي هئي تہ ڪين هڪڙي حال کان ٻئي حال جي طرف منتقل ڪيو ويندو هيو ۽ ڪين قرب ۽ غيب جي منزلن جي ميدانن جو سير بہ ڪرايو ويندو هيو. سندن نوراني خلعتون بہ تبديل ٿينديون رهنديون هيون. ان وقت پاڻ سڳورا اهو محسوس ڪرڻ فرمائيندا هيا تہ پهرين حالت کان ٻي حالت تي ترقيءَ جي وقت حدن جي حفاظت ۾ ڪوتاهي ٿي آهي. انهيءَ ڪري ڪين استغفار ڪرڻ جي هدايت فرمائي ويندي هئي. انهيءَ ڪري جو ٻانهي جي حق ۾ استغفار واري حالت بهتر حالت آهي. ڇوتہ انهيءَ حالت ۾ ٻانهو گناهہ جو اعتراف ڪندو رهندو

آهي ۽ ٻانهي جو توبهہ استغفار تي قيام اهي ٻئي اهڙيون حالتون آهن جيڪي حضرت آدم عليہ السلام کان وٺي حضور اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تائين نبين سڳورن کي ميراث ۾ عطا ڪيون ويون آهن.

حضرت آدم عليہ السلام کي جنهن وقت اونداهي ۽ واعدي وفا جي ويسر، جنت ۾ سدائين رهڻ جي خواهش، ۽ اهڙي محبوب جو پاڙيسري ٿي رهڻ جيڪو رحمان ۽ منان آهي، ۽ پنهنجي سامهون ملائڪن جي نوڙت ۽ سلام جي حاضري، ان جي صاف حالت کي ڍڪي ڇڏيو ۽ ان جي نفس جي خواهش ظاهر ٿي وئي، ۽ الله تعاليٰ جي ارادي ۾ پنهنجي ارادي کي شامل ڪري ڇڏيو تہ ان جي ارادي ۾ ڀيج ڏاهہ پيدا ٿي وئي ۽ ان جي ڀھرين حالت کي تبديل ڪري ان کي ولايت جي مقام کان هيٺ ڪيرايو ويو ۽ نوري روشنين کي انڌيرن ۾ تبديل ڪري ان جي صاف حالت کي وڏيڪ ميرو ڪيو ويو. ان کان پوءِ الله تعاليٰ ان کي تنبيهہ ڪندي سندس پاڪيزگيءَ کي ياد ڪرايو ۽ ان کي ويسر جو اعتراف ڪرڻ سيکاريو ۽ اقرار جي تلقين فرمائي. ان وقت ان الله تعاليٰ کي عرض ڪيو "اي اسان جا رب اسان پنهنجين جانين تي ظلم ڪيو. جيڪڏهن تون اسان کي معاف نہ ڪندين تہ اسان ٽوٽي ۾ رهجي ويندا سين."

پوءِ حضرت آدم عليہ السلام کي هدايت جو نور، توبهہ جو علم، معرفت و مصلحت ۽ جيڪي شيون ان کان ڳجهيون هيون ۽ جن جو ظهور ان کان اڳ ڪونہ ٿيو هيو سڀ ڪجهہ حاصل ٿي ويو. پوءِ الله تعاليٰ ان جي ارادن کي پنهنجن ارادن ۾ تبديل ڪري ان کي وڏي ولايت (ولايت ڪبريٰ) تي فائز ڪيو. دنيا ۽ آخرت ۾ ان کي اطمينان عطا ڪيو ويو ۽ هي دنيا ان جي اولاد لاءِ آرام واري جاءِ ٻڻجي وئي ۽ آخرت بہ ان جي لاءِ پناهہ جي جاءِ ۽ سدائين رهڻ واري جاءِ ٿي وئي. لھٰذاتوهان جي سامهون الله جي حبيب رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو ۽ ان جي ابي حضرت آدم عليہ السلام جو اسوه حسنہ موجود آهي تہ انهن هرحال ۾ قصور جو اعتراف ڪندي هر گهڙي استغفار ڪيو ۽ رب العزت جي بارگاهہ ۾ سدائين عاجزي جو اظهار ڪندا رهيا. تنهن ڪري

توهان جي اندر بہ اها عادت هجڻ گهرجي تہ ڪهڙي حالت ۾ بہ هجو مطلب مغفرت گهرڻ کي نہ وساريو.

## اٺون مقالو

# ”خدا جو قرب ڪيئن حاصل ٿئي“

جڏهن توهان جي مٿان ڪا ڪيفيت يا حال طاري ٿئي، چاهي اهو ادنيٰ هجي يا اعليٰ تہ توهان کي گهرجي تہ ان حال کان سواءِ ٻئي حال کي اختيار نہ ڪريو انهيءَ لاءِ جو جڏهن توهان شاهي محل جا چوڪيدار آهيو تہ توهان کي هرگز اهو اختيار حاصل ڪونہ آهي تہ توهان محلات جي اندر بہ داخل ٿي سگهو جيستائين توهان کي مجبوري يا غيراختياري واري شڪل ۾ داخل نہ ڪيو وڃي يا توهان کي تاڪيدي حڪم ڏئي اندر نہ سڏرايو وڃي. ليڪن صرف داخل ٿيڻ جو حڪم ئي توهان جي لاءِ ڪافي ڪونہ آهي ڇوتہ انهيءَ ڳالهہ جو امڪان آهي تہ بادشاهہ جي طرفان اها اجازت محض هڪڙو مڪر ۽ فريب جي صورت ۾ هجي يا ان مان توهان جو امتحان وٺڻ جو مقصد هجي. تنهن ڪري توهان ان وقت تائين صبر ۽ ضبط کان ڪم وٺو جيستائين توهان کي داخل ٿيڻ لاءِ مجبور نہ ڪيو وڃي. ان صورت ۾ جيئن تہ اها اجازت بادشاهہ جي طرفان هوندي، انهيءَ ڪري توهان سزا جا حقدار نہ ٿيندا. توهان کي تہ سزا ان وقت ڏئي سگهبي جڏهن اهو توهان جو ذاتي فعل هجي ۽ توهان جي بدبختي توهان کي اتي ڇڪي وڃي، يا توهان داخل ٿيڻ لاءِ حرص ۽ بي صبري جو ثبوت پيش ڪيو هجي ۽ توهان کي جنهن منصب تي ويهاريو ويو آهي ان تي توهان راضي ڪونہ آهيو. تنهن ڪري جنهن وقت توهان شاهي حڪم جي ذريعي اندر داخل ٿي وڃو تہ نظرون جهڪائي ادب سان ان خدمت ۾ مشغول ٿي وڃو جنهن جو توهان کي حڪم ڏنو ويو هجي. مرتبي جي ترقيءَ جي هرگز تمنا نہ ڪريو جيئن باري تعاليٰ پنهنجي نبي سڳوري صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي حڪم ڪيو آهي ”توهان انهن شين کي ڏيان ڏئي نہ ڏسو جيڪي اسان ڪافر جوڙن کي آسائش طور فتني ۾ مبتلا ڪرڻ لاءِ عطا ڪيون آهن ۽ توهان جي رب جو رزق تمام سٺو رزق آهي.“ ان فرمان ۾

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي امت لاءِ هڪڙو عظيم سبق آهي تہ انهن کي جنهن حال ۾ بہ رکيو وڃي ان تي راضي برضا رهنديءَ ان جو تحفظ ڪن. ”۽ توهان جي رب جو رزق تمام سٺو رزق آهي“ جو مفهوم اهو آهي تہ توهان کي جيڪي شيون، مثال طور، خير، نبوت، علم، قناعت، صبر، ولايت، دين جي سلسلي ۾ عطا ڪيون ويون آهن اهي توهان جي ئي ذات لاءِ مخصوص ۽ مقرر ٿيل آهن ۽ انهن شين کان گهڻو افضل آهن جيڪي ٻين کي عطا ڪيون ويون آهن. مڪمل خير جو مفهوم بہ اهوئي آهي تہ راضي برضا رهندي پنهنجي حال جو تحفظ ڪيو وڃي ۽ ان کان علاوه ٻين شين ڏانهن توجهہ ختم ڪيو وڃي. ڇوتہ ڪوئي حال انهن شين کان خالي نٿو ٿي سگهي. اول اهوتہ اهي توهان جي مقدر ۾ ئي نہ هجن، ۽ ٻيو اهو تہ اهي توهان جي بجاءِ ڪنهن ٻئي جو مقدر هجن، ۽ ٽيون اهوتہ اهي ڪنهن جي بہ مقدر ۾ لکيل نہ هجن. بلڪ الله تعاليٰ اهو حال ۽ ڪيفيت تخليق ئي ڪنهن آزمائش ۽ مصيبت لاءِ ڪيا هجن. توهان جي قسمت ۾ جيڪو ڪجهہ آهي اهو توهان کي ضرور حاصل ٿيندو، توهان خواهش ڪريو يا نہ ڪريو. ليڪن اها ڳالهہ هرگز توهان جي لائق ڪونہ آهي تہ ان جي طلب ۾ توهان جي طرفان ادب کان منهن موڙ يا ڪنهن خرابي جو ظهور ٿئي. انهيءَ لاءِ جو ائين ڪرڻ مقبوليت جو حامل نٿو ٿي سگهي. جيڪڏهن اهو ڪنهن ٻئي جي مقدر جو آهي تہ ان جي حصول لاءِ توهان جي تڪليف گوارا ڪرڻ بلڪل اجائي آهي. ڇوتہ نہ توهان ڪنهن بہ طريقي سان ان کي حاصل ڪري ٿا سگهو ۽ نہ توهان جي ان تائين پهچ ٿي سگهي ٿي. اها شي جيڪڏهن ڪنهن جي بہ قسمت ۾ ڪونہ آهي ۽ محض هڪڙي فتني ۽ آزمائش طور آهي تہ هڪڙو عقلمند ان کي ڇاجي لاءِ قبول ڪندو جو ڄاڻي واڻي پاڻ کي مصيبت ۾ ڦاسائي. پوءِ جڏهن اها ڪليل حقيقت آهي تہ مڪمل خير ۽ سلامتي پنهنجي احوال جي تحفظ ۾ ئي آهي تہ جيڪڏهن توهان شاهي محل ۾ داخل ٿيڻ لاءِ ڏاڪڻ جي ذريعي ڏاڪا چڙهندي پهچي وڃوتہ توهان کي اهڙي طرح رهڻ کپي جهڙو اسان پهريان بيان ڪري چڪا آهيون تہ ادب سان نظرون جهڪايون شاهي آداب جو خيال ڪري پنهنجي خدمت ۾ مصروف ٿي وڃو بلڪ ڪجهہ

ان کان بہ وڏيڪ چوتہ توهان بادشاهہ جي ويجهو ٿيڻ سان خطري ۽ هلاڪت کي بہ گهٽ۾ ويجهو ٿي ويا آهيو. تنهن ڪري توهان هرگز انهي ۽ جي خواهش نہ ڪريو تہ توهان جو موجوده حال تبديل ٿي وڃي يا توهان کي اعليٰ يا ادنيٰ حال ڏانهن نيو وڃي. بلڪ پنهنجي موجوده حال جي بقا جي بہ تمنا نہ ڪريو ۽ نہ پنهنجي موجوده وصف جي تبديليءَ جي خواهش ڪريو چوتہ توهان کي انهيءَ سلسلي ۾ ڪوئي اختيار ئي حاصل ڪونہ آهي. جيڪڏهن توهان ائين ڪيوتہ اهو نعمت جي ناشڪري ڪرڻ برابر هوندو جنهن جي سبب توهان دنيا ۽ آخرت، ٻنهي جاين تي خوار ٿي ويندا. تنهن ڪري توهان جو عمل هميشه اهوئي هجڻ گهرجي جهڙو اسان بيان ڪندا آيا آهيون تہ جيئن توهان کي ترقي ڏئي ان مقام تائين پهچايو وڃي جيڪو توهان جي تقدير ۾ لکيل آهي. پوءِ توهان کي ان وقت خودبخود اندازو ٿي ويندوتہ اهو مقام بہ الله تعاليٰ جو عطا ڪيل آهي. انهيءَ ڪري توهان جو فرض آهي تہ توهان ان تي مستحڪم طريقي سان قائم رهندي سدائين ان تي عمل پيرا رهو. چوتہ اولياء ڪرام جي لاءِ احوال هوندا آهن ۽ ابدالن جي لاءِ مقام. الله تعاليٰ ئي معاون ۽ مددگار آهي تہ توهان کي هدايت وارن ۾ شامل ڪرڻ فرمائي.

## نائون مقالو

## "ڪشف ۽ مشاهدو"

اولياء ڪرام ۽ ابدالن کان خداوندي فعلن مان ڪجهہ اهڙين ڳالهين جو انڪشاف ٿيندو آهي جو عادت ۽ رسمن جي خلاف هجڻ سان گڏ عقل کي حيران ڪندڙ بہ هونديون آهن ۽ اهي ٻن قسمن تي مشتمل آهن: هڪڙيون جلالي، ٻيون جمالي.

جلالي تہ اهي آهن جن ۾ خوف، بيچيني ۽ بي آرامي پيدا ٿئي. پونچال جي ڪيفيت پيدا ٿي قلب تي ايترو شديد غلبو ٿئي جو ان جا عضوا بہ متاثر ٿي وڃن. جيئن حضور اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم لاءِ روايت آهي تہ جنهن وقت پاڻ نماز جي حالت ۾ هوندا هيا تہ خوف جي شدت کان سندن سيني مبارڪ مان اهڙا آواز نڪرندا هيا

جيئن چُلهہ تي چڙهيل ڪنهن ديڳڙيءَ مان نڪرندا آهن. چوٿون ان وقت سندن مٿان الله تعاليٰ جي عظمت ۽ جلال جو انڪشاف ٿيندو هيو ۽ بلڪل اهائي ڪيفيت حضرت ابراهيم عليہ السلام ۽ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ لاءِ بہ نقل ٿيل آهي.

مشاهده جمالي اهو آهي تہ قلب تي نور، سُرور ۽ لطف جون تجليون پونديون رهن؛ ۽ وٽندڙ گفتگو، پيار پرين ڳالهين، عظيم بخششن، بلند منزلن ۽ الله تعاليٰ جي قرب سان قلب کي سڪون ۽ فرحت حاصل ٿيندي رهي، ۽ اهي ئي اهي شيون آهن جن ڏانهن آخرڪار موٽڻو آهي ۽ جن جي حق ۾ روز ازل انهن شين کي لکي قلم خشڪ ٿي ويو آهي. الله تعاليٰ اولياء ۽ ابدالن کي مرڻ گهڙيءَ تائين پنهنجي فضل ۽ ڪرم سان ان ئي حالت تي قائم رکندو آهي تہ جيئن الله تعاليٰ جي محبت ۽ شوق جي شدت انهن کي حدون اورانگهڻ تي مجبور نہ ڪري ۽ انهن جي موجوده حالت زوال پذير ٿي هلاڪت جو باعث نہ ٿئي. يا آدابِ زندگي بجا آڻڻ ۾ انهن کان سُستي يا ڪوتاهي ظاهر ٿيڻ لڳي ۽ اهي پنهنجي انهي حالت تي فوت ٿي وڃن. اهي شيون تہ انهن لاءِ لطف ۽ رحمت جي اعتبار کان هڪڙي خالص قسم جو علاج آهن جن سان انهن جي قلب مان مرض دور ڪري ۽ قلب کي تربيت ڏئي دلداري ڏيڻ جو مقصد هوندو آهي. انهيءَ لاءِ تہ الله تعاليٰ اهڙن ماڻهن جي حق ۾ حڪيم، لطيف، عليم ۽ رئوف آهي. جيئن حضور اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم حضرت بلال رضي الله تعاليٰ عنہ کي فرمائيندا هيا "اي بلال! تڪبير (اقامت) چئوتہ جيئن اسان نماز ۾ داخل ٿي خداوندي جمال جو مشاهدو ڪري سگهون." انهيءَ سبب ڪري پاڻ ڪريمن فرمايو "نماز منهنجي اکين جو ٺار آهي."

## ڏهون مقالو

# "قلبي ڪيفيتون"

هڪڙي تہ الله تعاليٰ جي ذات آهي، ٻيو توهان جو ذاتي نفس آهي جيڪو توهان سان مخاطب ٿيندو رهندو آهي. نفس خدا جو دشمن ۽ مخالف آهي؛ ۽ هر شي الله تعاليٰ جي تابع هجڻ جي ڪري نفس بہ

خدا جي ئي مخلوق ۽ ملڪيت آهي. پر جيئن تہ تمنائون، شهوتون ۽ لذتون نفس جون دلي گُهرجون هونديون آهن انهيءَ ڪري توهان جڏهن نفس جي مخالفت ڪندي خدا جي موافقت ڪندا تہ يقيني طور توهان الله تعاليٰ جي رضا جي خاطر پنهنجي نفس جا دشمن ٿي ويندا. جيئن الله تعاليٰ حضرت دائود عليہ السلام کي فرمايو "اي دائود! مان تنهنجو دلداري ڏيندڙ ۽ روزي پهچائيندڙ آهيان." لهٰذا توهان بہ پنهنجي روزي پهچائيندڙ کي مضبوط پڪڙيو ۽ اهو تڏهن ممڪن آهي جڏهن توهان پنهنجي نفس سان دشمني ڪندا ۽ توهان جي دوستي ۽ ٻانهپ بہ ان وقت مقبول ٿي سگهي ٿي. جنهن کان پوءِ توهان کي پاڪ، صاف ۽ وڻندڙ حصو عطا ڪيو ويندو ۽ توهان کي محترم ۽ مڪرم بڻائي سيني شين کي اهڙي نموني توهان جي تابع ڪيو ويندو جو اهي سڀ شيون توهان جي خدمت ۾ لڳي وينديون. ڇوتہ هر شي خدا جي تابع ۽ ان جي موافقت ۾ آهي. اهوئي انهن جو خالق ۽ نئين سِر پيدا ڪرڻ وارو آهي. سموريون شيون ان جي ٻانهپ جو اقرار ڪندڙ آهن. جيئن خود الله تعاليٰ فرمايو آهي "هر شي خدا جي تسبيح ۽ حمد ڪندي رهندي آهي ليڪن انهن جي تسبيح توهان جي سمجهہ ۾ اچڻ کان گهٽو مٿي آهي." اهڙي نموني هڪڙي ٻي جاءِ تي فرمايو "خدا زمين ۽ آسمان کي چيوتہ دل سان يا بي دليو منهنجي عبادت جي لاءِ اچو تہ انهن جواب ڏنوتہ اسان (دل سان) عبادت گذار بڻجي حاضر آهيون." تنهن ڪري عبادت جي سَنَد ئي اها آهي تہ پنهنجي نفس جي مخالفت ڪندا رهو. جيئن الله تعاليٰ هڪڙي جاءِ تي حضرت دائود عليہ السلام کي فرمايو "خواهشن جي تابعداري نہ ڪر اهي توکي خدا جي رستي کان ڀٽڪائي ڇڏينديون." هڪڙي قدسي حديث ۾ بہ آهي تہ الله تعاليٰ حضرت دائود عليہ السلام کي فرمايو تہ پنهنجين خواهشن کي ترڪ ڪري ڇڏ. ڇوتہ اهي جهڳڙي ۽ فتني جون شيون آهن.

هڪڙو مشهور واقعو آهي تہ بايزيد بسطامي رحمت الله تعاليٰ عليہ جڏهن رب العزت کي خواب جي حالت ۾ ڏٺوتہ عرض ڪيائين تہ ڪهڙو رستو تو تائين پهچائڻ وارو آهي. جواب مليو تہ پنهنجي نفس کي ڇڏي اچ. بايزيد بسطامي رحمت الله تعاليٰ عليہ فرمائي ٿوتہ مون پنهنجي

نفس کي نانگ جي ڪل وانگر ڇڏي ڏنو. تنهنڪري پلائي انهيءَ ۾ آهي تہ پنهنجي نفس جي مخالفت ڪندا رهو. حقيقت ۾ تقويٰ جو مفهوم بہ اهو آهي تہ پنهنجي نفس جو مخالف بڻجي مخلوق جي مشڪوڪ ۽ حرام مال کان پاسو ڪيو. ماڻهن جي احسان کڻڻ کان پاسو ڪيو. ماڻهن تي ڀروسو رکڻ، انهن کان ڊڄڻ، انهن سان اميدون ٻڌڻ، ۽ انهن وٽ جيڪا ٿوري گهڻي ملڪيت آهي ان جو حرص ڪرڻ کان پاسو ڪريو. ان سان گڏ هديو، زڪوات، صدقو يا ڪفارو ۽ نذر قبول ڪرڻ جون اميدون پڻ ختم ڪري ڇڏيو. پنهنجي اولاد کي بہ مخلوق کان مڪمل طور ختم ڪري ڇڏيو. ايستائين جو جڏهن توهان جو ڪو دولتمند عزيز هجي ۽ ان کان توهان کي ورثي ۾ ڪجهہ ملڻ جي اميد هجي تہ ان جي مرڻ جي بہ تمنا نہ ڪريو. جيترو بہ ممڪن ٿي سگهي مخلوق کان ڪناره ڪش ٿي وڃو ۽ انهن کي کُلڻ ۽ بند ٿيڻ واري دروازي وانگر يا ان وڻ وانگر تصور ڪريو جيڪو ڪڏهن ڦرجي ٿو تہ ڪڏهن نہ. ڇو تہ اهي سمورا ڪم (افعال) فاعل جي فعل ۽ تدبر سان ئي ظاهر ٿيندا آهن ۽ فاعل حقيقي اڪيلي خدا جي ذات آهي.

هي ڳالهہ بہ هرگز نہ وساريو تہ چڱن ۽ مَنن ڪمن جو ڪوبہ اختيار انسان کي ڪونہ آهي، تہ جيئن توهان جبريہ فرقي ۾ شامل ٿي نہ وڃو مگر اهو عقيدو ضرور رکو تہ ڪنهن بہ ڪم جو ٿيڻ مشيتِ ايزدي کان سواءِ نٿو ٿي سگهي، تہ جيئن توهان خدا کي وساري ٻين جي عبادت نہ ڪرڻ لڳو. اهو عقيدو بہ اختيار نہ ڪريو تہ ڪوبہ ڪم خدا طرفان عطا ڪيل طاقت کان سواءِ ئي بس پنهنجي ذاتي قوت ۽ همت سان انجام پذير ٿي سگهي ٿو اهو عقيدو توهان کي ڪافر ڪري قدريہ فرقي ۾ داخل ڪري ڇڏيندو. البت ايترو ضرور چئي سگهو ٿا تہ ڪمن جو خالق تہ الله تعاليٰ آهي ليڪن انهن ڪمن کي انجام ڏيڻ وارا ٻانها آهن. جيئن حديثن ۾ ثواب ۽ عذاب جي جزا ۽ سزا جي بيان ۾ هدايو ويو آهي تہ خدائي حڪمن جي تعميل ڪندي پنهنجي حصي کي ٻانهن کان جدا ڪري ڇڏيو ۽ الله تعاليٰ جي حڪمن جون حدون نہ اورانگهيو. ڇو تہ الله تعاليٰ جي حڪمراني توهان جي بہ مٿان آهي ۽ ٻين جي مٿان بہ آهي. انهيءَ ڪري توهان کي اهو هرگز زيب نٿو ڏئي تہ توهان پاڻ ئي

حڪمران بڻجي ويهي رهو ڇوتہ انهن ۾ توهان جي شموليت مقدر تي ڇڪي آهي ۽ جيئن تہ مقدر اونداهون هوندو آهي انهيءَ لاءِ اونداهي ۾ روشني جو بندوبست ڪري داخل ٿيڻ گهرجي. اها روشني خدا جو ڪتاب ۽ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سنت آهي. ان کان هرگز وڏڻ جي ڪوشش نہ ڪريو.

توهان جي دل (قلب) ۾ ڪو وسوسو جنم وٺي يا ڪا الهامي ڪيفيت پيدا ٿي وڃي تہ ان کي ڪتاب ۽ سنت جي ڪسوٽيءَ تي پرکي ڏسو. جيڪڏهن اها شرعي اعتبار سان حرام هجي، مثال طور زنا جو خيال پيدا ٿئي يا وياج وٺڻ جي خواهش پيدا ٿئي، ڏوهہ گناهہ سان تعلق قائم ڪرڻ جو خيال پيدا ٿئي وغيره وغيره، تہ پوءِ جيئن تہ اهي سڀ شيون حرام آهن انهيءَ لاءِ توهان انهن کان بچوءِ پاسو ڪرڻ فرض آهي ۽ اهڙي قسم جي وسوسن کي دل ۾ جاءِ نہ ڏيو ۽ هرگز ان تي عمل نہ ڪيو. انهيءَ لاءِ جو اهڙي قسم جون سموريون ڳالهيون شيطان جي طرفان ٿينديون آهن.

جن شين کي ڪتاب ۽ سنت ۾ جائز ڏسو مثال طور کائڻ پيئڻ، لباس پائڻ ۽ نڪاح ڪرڻ جون خواهشون پيدا ٿين تہ انهن کي بہ قبول نہ ڪريو ۽ يقين ڪيوتہ اهي سڀ نفساني خواهشون آهن. توهان کي نفس سان دشمني ۽ مخالفت ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو آهي. جيڪڏهن ڪتاب ۽ سنت ۾ ڪنهن جي حرمت ۽ اجازت نہ ملي سگهي بلڪ اها اهڙي شي هجي جنهن جي باري ۾ توهان پاڻ ئي فيصلو نہ ڪري سگهوتہ انهيءَ ڪم کي ڪرڻ گهرجي يا نہ ڪجي، مثال طور اهو خيال پيدا ٿئي تہ فلاڻي جاءِ تي وڃڻ گهرجي يا فلاڻي نيڪ مرد سان ملاقات ڪرڻ گهرجي، جڏهن تہ نہ توهان کي ان شخص سان ملاقات ڪرڻ جي ڪا ضرورت آهي ۽ نہ ان جاءِ تي وڃڻ جو ڪو لاچار، ڇوتہ توهان انهن کان انهيءَ ڪري بي نياز ٿي چڪا آهيو جو رب العزت توهان کي پنهنجين اڻ ڳڻين نعمتن سان مالا مال ڪري ڇڏيو آهي. لهٰذا اهڙي قسم جي تصورن تي عمل ڪرڻ کان ڍر ڪندي تڪڙ کان ڪم نہ وٺو ۽ توهان جي دل جوئي اهو آواز هجي تہ اهو تصور بہ خدا جوئي پيدا ڪيل آهي تہ ان وقت انتظار ڪريو. جيستائين ٻيهر اهو خيال نٿو پيدا ٿئي يا

اهڙيون علامتون ظاهر نہ ٿين جيڪي عارفين باالله تي ظاهر ٿينديون آهن يا انهن کي اهي ابدال معلوم ڪري سگهندا آهن جن کي قوت ۽ ادراڪ عطا ڪيا ويا آهن. انهيءَ ڪم کي انجام ڏيڻ ۾ انهيءَ ڪري تڪڙ نہ ڪريو جو توهان نتيجن ۽ مشيتِ الاهي کان بلڪل بي خبر آهيو. ائين نہ هجي تہ فتني ۽ هلاڪت ۾ مبتلا ڪري توهان جي آزمائش مقصد هجي. ان وقت تائين صبر کان ڪم وٺو جيستائين مڪمل طور تي ڪُلي ظاهر نہ ٿي وڃي. ڇوتہ حقيقي فاعل تہ توهان جي اندر الله تعالىٰ آهي. جڏهن اهو ڪم (فعل) خدا جي لاءِ مخصوص ٿي چڪو ۽ توهان جي اوستائين رسائي بہ ٿي وئي تہ توڙي جو ان وقت ڪو فتنو بہ درپيش هوندو تہ توهان کي بچايو ويندو.

الله تعالىٰ پنهنجي فعل تي توهان کي ڪنهن بہ قسم جي سزا نہ ڏيندو انهيءَ ڪري جو سزا تہ ان عمل تي ڏني ويندي آهي جيڪو توهان جي ذاتي ارادي ۽ اختيار سان ٿئي. جيڪڏهن توهان جي حقيقي حالت ولايت تي فائز ٿيڻ واري آهي تہ پنهنجي نفس جي مخالفت ڪندي خدائي حڪمن جي تابعداري ڪندا رهو. وري تابعداريءَ جون بہ بہ صورتون آهن: پهرين اها تہ نفس جي خواهشن کان پاسو ڪندي پنهنجي کائڻ پيئڻ لاءِ صرف ايترو حصو مقرر ڪيو جيڪو توهان جي زندگي جي لاءِ ڪافي هجي ۽ گناهن کي ترڪ ڪري فرضن جي ادائگي ڏانهن ڏيان ڏريندي پنهنجي اندر (باطن) کي سنواريو. ٻي صورت اها آهي تہ پاڻ کي باطني امر تي مقرر ڪري ڇڏيو ۽ اهوئي اهو امر آهي جنهن جي ڪرڻ يا نہ ڪرڻ جي متعلق الله تعالىٰ پنهنجن ٻانهن کي فرمائي ٿو ۽ اهو امر ان عمل جي جواز تي بہ نافذ ٿئي ٿو جنهن جي لاءِ شريعت ۾ ڪوئي حڪم ڪونہ ٿو ملي. يعني نہ تہ ان لاءِ منع ٿيل آهي ۽ واجب بلڪ مهملات مان هوندو آهي جنهن ۾ ٻانهي کي ڪرڻ يا نہ ڪرڻ جو اختيار عطا ڪيل هوندو آهي ۽ ان مفهوم جي اعتبار کان ان کي "مباح هجڻ" جي دائري ۾ سمجهيو ويندو آهي پر ٻانهو پنهنجي طرفان ان کي رد يا ڪا ترميم ڪري نٿو سگهي بلڪ حڪم جو انتظار ڪرڻ کپي، جنهن وقت بہ حڪم ملي ان جي بجاآوري ڪجي. اهڙي صورت ۾ ٻانهي جو چرڻ پرڻ الله تعالىٰ جي طرفان هوندو آهي جنهن جو

شرعي طور حڪم آهي. پر جنهن جو شريعت ۾ حڪم مليل نہ هجي ان کي ڪنهن بہ نموني ۾ امر باطن نٿو چئي سگهجي. اهو اڪيلو فعلِ الاهي ۾ حالت تسليم و رضا آهي. جيڪڏهن ٻانهو "حق الحق" جي منزل ۾ آهي جنهن کي فنائيت جي منزل چيو ويندو آهي تہ اها منزل انهن ابدالن جي آهي جن جون دليون (قُلوب) الله تعاليٰ جي لاءِ مري ۽ ٽُٽي ويون آهن ۽ اهي ئي ماڻهو حقيقت ۾ مُوَحِد آهن، عارف آهن، علم ۽ عقل جا صاحب آهن. اميرن جا سردار آهن، مخلوق جا محتسب ۽ نهگبان آهن، ۽ صحيح معنيٰ ۾ الله تعاليٰ جا نائب آهن ۽ انهن کي ئي الله تعاليٰ جي پيارن (محبانِ الاهي) ۾ شمار ڪيو ويندو آهي. ان منزل ۾ امرِ الاهي جي پيرويءَ جو مطلب اهوئي آهي تہ ٻانهو خود پنهنجو مخالف ٿي وڃي ۽ دنيا جي هر شي کي ٺڪرائي ڇڏي. پوءِ اهو ملڪ جو غلام نہ پر بادشاهہ جو غلام ٿي ويندو آهي ۽ خواهشن جي غلاميءَ جي بجاءِ حُڪم جو ٻانهو ٿي ويندو آهي. ان جي حالت بلڪل اهڙي ٿي ويندي آهي جهڙي دائيءَ جي هٿن ۾ ٻار هوندو آهي يا غسل ڏيڻ وارن جي هٿن ۾ مڙدو يا طبيب جي سامهون مريض ۽ ان تي اوامر و نواهي کان علاوه هڪڙي بيخودي ۽ مدهوشي جو عالم طاري ٿي ويندو آهي.

## يارهون مقالو

# "خواهشون ڇا آهن؟"

جڏهن توهان جي دل (قلب) ۾ فقر ۽ غربت جي باوجود شاديءَ جي خواهش پيدا ٿئي ۽ توهان ان بار کڻڻ جي قابل بہ نہ ٿي سگهندا هجو تہ صبر ۽ ضبط کان ڪم وٺي الله تعاليٰ جي طرفان خوشحالي ۽ فراغيءَ جو انتظار ڪيو. ڇوتہ ان جي قدرت سان توهان جي اندر اها خواهش پيدا ٿي آهي، تنهن ڪري اهوئي توهان جي حفاظت ڪندي ياتہ ان خواهش کي ختم ڪري ڇڏيندو يا ان خواهش جي پوري ٿيڻ لاءِ سبب ۽ وسيلا مهيا ڪندو جنهن ۾ نہ تہ دنياوي ڏکيائي برداشت ڪرڻي پوندي ۽ نہ آخرت جي. اهو انعام صرف توهان جي صبر ۽ شڪر جي ڪري توهان کي عطا ڪيو ويندو. جيڪو توهان جي لاءِ هر اعتبار کان برڪت وارو ۽ مبارڪ هوندو. پوءِ جيڪڏهن اها شي توهان جي قسمت

۾ هوندي ته ان مان توهان جو حصو ضرور ملندو جيڪو توهان جي لاءِ ڪفايت ڪرڻ وارو ۽ برڪت وارو هوندو. توهان جي صبر کي شڪر ۾ تبديل ڪرڻ فرمايو ويندو ڇوته الله تعاليٰ شڪر ڪرڻ وارن سان زياده عطا ڪرڻ جو واعدو ڪيو آهي ”جيڪڏهن توهان شڪر ڪندا رهندا ته اسان وڌيڪ عطا ڪندا رهنداسين ۽ جيڪڏهن توهان ناشڪري ڪئي ته اسان توهان کي عذاب ۾ مبتلا ڪري ڇڏينداسين جيڪو گهڻو سخت هوندو.“

پر جيڪڏهن اها شي توهان جي مقدر ۾ ڪونهي ته ان جو خيال به توهان جي دل مان ڪڍيو ويندو. توڙي نفس ان کي قبول ڪري يا نه ڪري. تنهن ڪري توهان کي گهرجي ته هر حال ۾ صبر تي قائم رهي خواهشن جي مخالفت ڪندا رهو ۽ اوامر تي مضبوطيءَ سان قائم رهندي پاڻ کي قضا و قدر جي حوالي ڪري خدا جي فضل ۽ ڪرم جا اميدوار ٿيو. جيئن خدا جو حڪم آهي ”اسان صبر ڪرڻ وارن کي بي حساب اجر عطا ڪنداسين.“

## ٻارهون مقالو

# ”نافرمانيءَ جي سزا“

جڏهن الله تعاليٰ توهان کي دولت عطا فرمائي ۽ توهان ان جي ڪمن ڪارين ۾ اطاعتِ الاهي کان غافل ٿي ويجو ته الله تعاليٰ توهان کي پنهنجي قرب کان محروم ڪري دنيا ۽ آخرت ۾ هميشهه شرمندو ڪندو ۽ گهڻو امڪان آهي ته اهو دولت کي ئي توهان کان کسي توهان کي اهڙي حالت ۾ وجهي ڇڏي جو توهان محتاج ۽ فقير ٿي ويجو. ڇوته نعمتن ڏيڻ واري کان منهن موڙي مال ۽ دولت جي محبت ۾ مبتلا ٿي وڃڻ جي به سزا هوندي آهي. جيڪڏهن دولتمند ٿي وڃڻ باوجود توهان الله تعاليٰ جي اطاعت ۾ مصروف رهندا ته اهائي دولت توهان جي لاءِ خدا جي طرفان بخشش واري عطا ٿي ويندي ۽ ان مان هڪڙو پئسو به گهٽ ڪونه ٿيندو. پوءِ توهان دنيا ۾ خدا جا خادم ٿي عيش ۽ راحت جي زندگي گذاريندا ۽ آخرت ۾ به توهان کي خوشحال ۽ عزت وارو رکندي صديقن، شهيدن ۽ صالحن جو ساٿ عطا ڪيو ويندو.

## تيرهون مقالو

# ”خدائي احڪامن کي قبول ڪندا رهو“

نہ تہ توهان نعمتن کي حاصل ڪرڻ لاءِ تڪليفن کي دور ڪرڻ جي ڪوشش ڪيو ۽ نہ نعمتن مان نفعو حاصل ڪرڻ جي خواهش رکو ڇوتہ جيڪا نعمت توهان جي قسمت ۾ آهي اها توهان کي ضرور ملندي، توڙي توهان ان جي طلب ڪريو يا ان کي پسند نہ ڪريو. جيڪڏهن مصيبت ۽ تڪليف توهان جو مقدر بڻجي چڪي آهي ۽ ان کي توهان مٿان غلبو ڪرڻ جو حڪم ملي چڪو آهي تہ توڙي توهان ان کي نفرت سان ڏسو يا دعائن ۽ صبر و بي قراريءَ سان ان کي دور ڪرڻ جي ڪوشش ڪريو يا خدا جي مرضي جو بهانو ڳوليو اها مصيبت توهان تي نازل ٿي ئي رهندي ۽ توهان جي اندر فاعلِ حقيقي جو فعل جاري ۽ ساري ٿي ويندو. پوءِ اها شي جيڪڏهن نعمت آهي تہ شڪر بجا آڻيو ۽ جيڪڏهن اها مصيبت آهي تہ صبر اختيار ڪيو توڙي توهان جو صبر بي دليو هجي يا خدا جي رضا جي لاءِ هجي. ليڪن مصيبت کي نعمت تصور ڪندا رهو يا ان ۾ گم ٿي فنا ٿي وڃو پوءِ انهن حالتن جي جيڪا بہ تقاضا هوندي ان مطابق توهان کي خدا جي انهن رستن ۽ منزلن جو سير ڪرايو ويندو جن ۾ اطاعت ۽ دوستيءَ جو حڪم ڏنو ويو آهي تہ جيئن توهان جي پهچ رفيقِ اعليٰ تائين ٿي وڃي ۽ توهان کي صديقن، شهيدن صالحن جي اڳ بيان ڪيل مقامن تي فائز ڪيو وڃي تہ جيئن توهان انهن ماڻهن جو مشاهدو ڪري سگهو جيڪي قربِ الاهي ۾ توهان کان اڳ گوءِ کٽي ويا آهن ۽ انهن کي واڻن جون مڙئي خوشيون، امن ۽ ڪرامتون حاصل ٿي چڪيون آهن. مصيبتن جي رستي کي هرگز بند نہ ڪيو تہ جيئن اهي توهان سان همڪنار ٿي سگهن ۽ جنهن وقت اهي توهان مٿان اچي ڪڙڪن تہ هرگز واويلا نہ ڪريو ڇوتہ تڪليفن جي اها باهہ جهنم جي شعلن کان تيز ڪونهي.

هڪڙي حديث ۾ ان هستي جيڪا ڪائنات ۾ افضل ترين آهي ۽ جنهن کي زمين ڪنيو آهي ۽ آسمان ان مٿان ڇانو ڪيون پيو آهي يعني حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو ”دوزخ

جي باهه مؤمن کي چوندي تہ اي مؤمن تڪڙو تڪڙو لنگهي وڃ ڇوتہ تنهنجي نور سان منهنجا شعلا ٿڌا ٿي رهيا آهن.“ تہ ڇا مؤمن جو اهو نور جنهن سان جهنم جا شعلا ٿڌا ٿيڻ لڳندا آهن جڏهن اهوئي نور دنيا ۾ مؤمن جو ساٿي هوندو جيڪو نيڪوڪارن ۽ گناهگارن کي هڪٻئي کان ممتاز ڪندو آهي تہ ڇا دنيا جي هر مصيبت جي باهہ کي ٿڌو نہ ڪندو جنهن ۾ توهان کي يقينن پنهنجي صبر جي ٿڌاڻ ۽ پنهنجي موليٰ جي رضا جي ٿي ٿڌڪار محسوس ٿيڻ لڳندي ۽ تڪليفن جي سوزش هڪدم فنا ٿي ويندي ڇوتہ تڪليفون ۽انهي کي الله تعاليٰ جي ويجهڙو ڪري ڇڏينديون آهن. تنهن ڪري توهان تي مصيبتن ۽ تڪليفن جو اچڻ توهان کي هلاڪ ڪرڻ لاءِ نہ هوندو بلڪ توهان جي آزمائش ۽ ايمان جي درستگي مقصد هوندي تہ جيئن توهان جي يقين جي دولت مستحڪم کان مستحڪم تر ٿي وڃي ۽ باطني حيثيت سان اها مصيبت توهان کي خوشخبري ڏئي تہ الله تعاليٰ توهان جي صبر ۽ استقامت تي فخر ۽ مسرت جو اظهار ڪري ٿو. جيئن خود الله تعاليٰ فرمايو آهي ”بيشڪ اسان توهان جي آزمائش انهيءَ ڪري ڪندا آهيون تہ اسان کي خبر پئجي وڃي تہ توهان ۾ مجاهد ۽ صبر ڪرڻ وارا ڪهڙا آهن ۽ اسان توهان جي عملن جو بہ امتحان ڪري وٺون.“

لهٰذا جڏهن توهان جو ايمان محڪم ٿي ويو ۽ توهان کي اهو پڪو يقين ٿي ويو تہ توهان الله تعاليٰ جي فعل جي موافقت ڪئي آهي تہ پوءِ اهو بہ سمجهي ڇڏيو تہ توهان کي جيڪا توفيق عطا ٿي آهي اها بہ الله تعاليٰ جو ڪرم ۽ احسان آهي. انهيءَ ڪري توهان جو فرض آهي تہ سدائين صبر ۽ استقامت کان ڪم وٺندي قضا و قدر جي آڏو ڪنڌ جهڪايو. ڪائي اهڙي نئين ڳالهہ اختيار نہ ڪيو جيڪا توهان کي يا ٻين کي امرونواهي کان خارج ڪري ڇڏي. الله تعاليٰ جڏهن توهان کي ڪو حڪم ڏئي رهيو هجي تہ ان کي غور سان ٻڌو. ان کي قبول ڪرڻ ۾ تڪڙ کان ڪم وٺندي حرڪت ۾ اچي وڃو. ان کي ٻڌي ويهي نہ رهو ۽ قضا و قدر جي افعال کي صرف تسليم ئي نہ ڪيو بلڪ ان جي تعميل ۽ تڪميل جي لاءِ جدوجهد کان بہ ڪم وٺو تہ جيئن توهان صحيح معنيٰ ۾ خدا جي حڪم جي تعميل ڪري سگهو. جيڪڏهن توهان تعميل

ڪان عاجز ۽ قاصر ٿي وڃو ته پوءِ الله تعاليٰ ڪان التجا ڪندي پناهه طلب ڪريو ۽ آزي نيزاري ڪندي معافي گهرندا رهو. حڪم جي تعميل ڪان قاصر رهڻ جو سبب به ڳوليندا رهو ۽ شوق ۽ اطاعت ڪان رڪجي وڃڻ جو سبب به معلوم ڪريو. ڇوته ٿي سگهي ٿوته توهان جي باطل دعوائن جي نحوست هجي يا اطاعت ۾ بي ادبي ٿي وئي هجي يا توهان جي خوداعتمادي ۽ پنهنجي عمل تي تڪبر جي ڪري ائين ٿي ويو هجي يا توهان پنهنجي نفس ۽ مخلوق کي خدا سان شريڪ ڪرڻ جي جرئت ڪئي هجي. يا اهو هجي ته الله تعاليٰ توهان کي پنهنجي دروازي تان تڙي ڇڏيو هجي. يا پنهنجي اطاعت ۽ خدمت ڪان توهان کي معزول ڪري توفيق جي طاقت ڪسي ورتي هجي ۽ توهان کي دشمن سمجهي توهان ڪان منهن موڙي بطور عتاب جي توهان کي دنياوي مصيبتن ۽ نفساني خواهشن ۾ مشغول ڪري ڇڏيو هجي. ڇوته اهي سيئي شيون خدا جي محبت ۾ حائل ٿي ويندڙيون آهن ۽ ٻانهي کي پنهنجي خالق، پنهنجي مُربي ۽ انعام و اڪرام ڪرڻ واري جي نظرن ۾ ڪيرائي ڇڏينديون آهن. لهٰذا انهن شين ڪان ٽارو انهيءَ ڪري ضروري آهي ته ڪٿي اهي شيون توهان کي غيرالله تائين نه پهچائي ڇڏين. ڇوته هر اها شي جيڪا خدا ڪان سواءِ هوندي ان کي غيرالله ۾ شمار ڪيو ويندو. توهان کي گهرجي ته هر اها شي جيڪا ان ڪان سواءِ هجي ان کي هرگز قبول نه ڪيو. ڇوته ان ئي ذات توهان کي پيدا ڪيو آهي تنهن ڪري توهان تي فرض آهي ته پنهنجي نفس تي ظلم نه ڪندي غيرالله جي لاءِ الله جي حڪمن ڪان منهن نه موڙيو. جيڪڏهن توهان ائين ڪندا ته توهان کي اهڙي باهه ۾ اڇلايو ويندو جنهن جو ٻارڻ انسان ۽ پٿر آهن. جنهن ڪان پوءِ توهان کي پشيمانيءَ ڪان سواءِ ٻيو ڪجهه حاصل ڪونه ٿيندو. جڏهن پشيمانيءَ مان به ڪجهه حاصل ڪونه ٿيندو ته معافي گهرڻ شروع ٿي ويندا. جڏهن ان مان به ڪم نه هلندو ته آزيون نيزاريون ڪرڻ لڳندا. پوءِ جڏهن دانهن به نه ورنائي ويندي ته رضا ۽ خوشنودي طلب ڪندا ۽ جڏهن اها به حاصل ڪونه ٿيندي ته پنهنجي گم ٿيل موڙي کي حاصل ڪرڻ ۽ پنهنجين خرابين کي دور ڪرڻ جي غرض سان دنيا ۾ ٻيهر موٽڻ جي خواهش ڪندا پر اهاٻه گناهگار انسان کي

نصيب ڪانہ ٿيندي، تنهن ڪري توهان تي فرض آهي تہ پنهنجي نفس تي رحم ڪري توهان کي علم و عقل ۽ ايمان و معرفت جا جيڪي سبب ۽ ذريعا مهيا ڪيا ويا آهن انهن کي اطاعتِ الاهي ۾ صرف ڪيو ۽ انهن کي اونداهين مان ڪڍي روشنيءَ ۾ آڻيو. امرونواهي کان سواءِ هر شي کي خدا جي حوالي ڪري خدا جي اطاعت ڪيو ۽ موافقت حاصل ڪريو. چوتہ ان توهان کي مٽي مان پيدا ڪيو توهان جي پالنا ڪئي، توهان کي ڦڙي مان مڪمل مجسمو ٺاهيو تنهن ڪري نہ ڪفر اختيار ڪيو ۽ نہ ان جي ڪنهن حڪم جي خلاف ورزي ڪيو. منع ڪيل شين کان علاوه ڪنهن بہ شي کان ڪراهت نہ ڪيو ۽ الله تعاليٰ کي ئي پنهنجو مقصد ۽ مراد ٺاهي دين ۽ دنيا ۾ قناعت اختيار ڪيو ۽ پنهنجي هر خواهش کي خدا جي حڪم جي تابع ڪيو. جنهن شي کان ان توهان کي منع ڪئي آهي ان کي هرگز قبول نہ ڪيو. پوءِ جڏهن توهان کي اطاعت جو اهو مقام حاصل ٿي ويندو تہ سموري ڪائنات توهان جي حڪم جي تابع ٿي ويندي ۽ جڏهن توهان خدا جي منع ڪيل شين کان پاسو ڪندا تہ پوءِ توهان کان هر ڏک دور ڪيو ويندو. جيئن الله تعاليٰ پنهنجي ڪتاب ۾ فرمايو آهي "اي آدم جي اولاد! صرف مان ئي معبود آهيان. مون کان سواءِ ڪوئي معبود ڪونهي. مان جنهن شي لاءِ چوندو آهيان تہ ٿي، تہ اها ٿي ويندي آهي ۽ عدم مان وجود ۾ اچي ويندي آهي. لهٰذا تون بہ منهنجي خدمت ۽ اطاعت ڪر تہ جيئن مان توکي بہ اهڙو ڪري ڇڏيان جو جنهن شي لاءِ چوين اها ٿي پوي تہ اها ٿي وڃي."

هڪڙي ٻي جاءِ تي الله تعاليٰ فرمايو آهي "اي دنيا جنهن منهنجي خدمت ڪئي آهي تون ان جي خدمت ڪر ۽ جيڪو تنهنجي خدمت ڪري ٿو ان کي تڪليف ۽ مصيبتن ۾ مبتلا ڪري ڇڏ."

جڏهن خدا جي طرفان ڪو منع جو حڪم ملي تہ توهان ائين ٿي وڃو جڻ توهان جا سيئي عضوا سنڌن کان ڍرا ٿي ويا آهن، حواس گم آهن، دل ڪوماڻجي وئي آهي، جسم بي جان ٿي چڪو آهي. خواهشون ختم ٿي ويون آهن. بشريت جون علامتون گم ٿي طبيعت جا ريچڪ ختم ٿي ويا آهن. گهر ۾ اونداهين جو ديرو آهي، ديوارون ڍهي ويون آهن. گهر جي ڇت ڪري پوڻ ڪري گهر جي جاءِ تباهہ ٿي وئي

آهي. حواسن ۾ سوچڻ سمجهڻ جون صلاحيتون اٹليپ ٿي ويون آهن. ڪن ٻوڙا ٿي ويا آهن ۽ توهان کي اهڙي ڪيفيت سان تخليق ڪيو ويو آهي جڻ اکين تي پردو چڙهيل آهي يا اکين اٽڻ واري ڪيفيت آهي يا نظر گهٽجي وئي آهي. چپ سُجي ويا آهن. زبان گونگي ٿي وئي آهي. ڏندن ۾ سور ۽ پونء واري حالت آهي. هٿ شل ٿي ويا آهن جن مان پڪڙڻ جي قوت ختم ٿي وئي آهي. قدم ڏکي رهيا آهن ۽ همت ختم ٿيڻ ڪري ڪنهن ڪم جا ڪونہ رهيا آهن. پيٽ جي اها حالت آهي جڻ پيٽ ڀريو پيو آهي ۽ کائڻ پيئڻ جي خواهش ختم ٿي وئي آهي. عقل تي چريائپ مسلط ٿي وئي آهي ۽ جسم اهڙو بي جان ٿي چڪو آهي جو ان کي قبر ڏانهن ڪٽي وڃڻ جهڙي ڪيفيت ٿي وئي آهي.

ٻڌڻ کان پوءِ تڪڙ ڪرڻ وارو عمل صرف اوامر ۾ هوندو آهي ليڪن نواهي ۾ ويهي رهڻ سُستي ڪرڻ ۽ عاجز ٿي وڃڻ بهتر هوندو آهي. قضا و قدر جي منزل ۾ پاڻ کي گم ۽ فاني تصور ڪيو ويندو آهي. لهٰذا توهان کي گهرجي تہ انهي شربت کي پيئو. انهي دوا سان علاج ڪريو. ان غذا سان پيٽ ڀريو ۽ ان سان ئي سگهہ ۽ همت حاصل ڪريو تہ جيئن خدا جي حڪم سان، جيڪڏهن اهو گهري تہ، گناهن جي مرض ۽ نفس جي خواهشن جي بيماري کان صحتياب ٿي وڃو.

## چوڏهون مقالو

## "اولياء الله سان مقابلو نہ ڪيو"

اي خواهشن جا غلامو! توهان صاحبِ حال ماڻهن سان هرگز مقابلو نہ ڪيو ڇوتہ اهي تہ خدا جا غلام آهن ۽ توهان جي رجحان جو مرڪز خالص دنيا آهي. اهي آخرت ڏانهن ڏيان ڏرڻ وارا آهن ۽ توهان جون نظرون دنيا ۾ کُتل آهن. اهي زمين ۽ آسمان جي رب سان لنئون لڳايون پيا آهن ۽ توهان جي محبت جو مرڪز مخلوق ۽ انسان آهن. انهن کي خدا سان لڳاءُ ۽ محبت آهي ۽ توهان جو دلي لاڙو زمين وارن ڏانهن آهي. انهن جون دليون (قلوب) عرش جي مالڪ سان ٻڌل آهن ۽ توهان جنهن شي تي بہ نظر وجهو ٿا ان جوئي شڪار ٿي وڃو ٿا. اهي پاڻ ڏانهن ڏسڻ واري ڏانهن ڪونہ ڏسندا آهن پر شين جي خالق جو نظارو

ڪندا آهن جيڪو ظاهر ۾ ڏسڻ ۾ ڪونہ ايندو آهي. اهي ئي ماڻهو مُراد ماڻي چوٽڪارو حاصل ڪري ويا ۽ توهان دنياوي حرص ۽ خواهشن جا ڳيجهو ٿي ويا. اهي خواهشن، مخلوق، ارادن ۽ مُرادن کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري خدا جي ويجهو ٿي ويا. انهن کي الله تعاليٰ انهي ڳالهہ کان آگاهہ ڪرائي ڇڏيو جيڪا انهن جي تخليق جو سبب هئي. يعني الله تعاليٰ جي اطاعت ۽ ان جو حمد و ثنا، ۽ اهو الله تعاليٰ جو خالص فضل آهي تہ اهو جنهن کي گهري عطا ڪري. انهن ماڻهن حمد و ثنا کي پاڻ تي واجب سمجهي ان تي هميشگي اختيار ڪئي ۽ الله تعاليٰ جي ئي توفيق جي سهاري سدائين بنا ڪنهن تڪليف ۽ ڏکيائي جي سولائي سان ان ۾ مشغول رهيا. لهٰذا اطاعت انهن جي روحاني غذا بڻجي وڃڻ ڪري دنيا بہ انهن جي حق ۾ اهڙي نعمت ۽ راحت بڻجي وئي جڻ اهي جنت ۾ پيا رهن. ڇوتہ اهي ڪنهن شي تي نظر وجهڻ کان اڳ ئي ان جي خالق ۽ خالق جي فعل جو مشاهدو ڪري وٺندا آهن ۽ انهن ئي ماڻهن جي دم سان زمين ۽ آسمان کي استقلال ۽ پڙ زنده ۽ مئل ماڻهن کي قرار حاصل آهي. ڇوتہ انهن کي زمين جي فرش لاءِ ڪِلي (ميخ) ٺاهيو ويو آهي جنهن جي ڪري انهن مان هرڪو ڳرو جبل بڻجي پنهنجي جاءِ تي قائم آهي.

لهٰذا توهان انهن سان ڪنهن بہ قسم جي مزاحمت نہ ڪندي انهن جي رستي مان هٽي وڃو انهيءَ ڪري جو انهن جي واٽن ۾ تہ انهن جا پي ماءُ ۽ اولاد بہ حائل ڪونہ ٿي سگهيا. اهي ئي اهي ماڻهو آهن جن کي سيني ماڻهن مٿان فوقيت حاصل آهي، جن کي منهنجي رب تخليق ڪري زمين ۾ پکيڙي ڇڏيو آهي ۽ جيستائين زمين ۽ آسمان قائم آهن انهن تي خدا جي رحمت ۽ سلامتي نازل ٿيندا رهندا.

## پندرهون مقالو

# "اميد ۽ خوف جو عالم"

مون خواب ۾ ڏٺوتہ مان هڪڙي اهڙي جاءِ تي آهيان جيڪا مسجد سان مشابهہ آهي ۽ اتي ڪجهہ اهڙا ماڻهو گڏ ٿيل آهن جيڪي مخلوق کان ناتا ٽوڙي چڪا آهن تہ مون انهن کي چيوتہ جيڪڏهن انهن

۾ فلاڻو شخص موجود آهي تہ اهو انهن کي آداب جي تعليم ڏئي هدايت يافتہ بڻائي ڇڏي اهو ڇئي مون هڪڙي نيڪ ماڻهو ڏانهن اشارو ڪيو. اهو ٻڌي سيئي ماڻهو منهنجي چوڌاري گڏ ٿي ويا ۽ انهن مان هڪڙي شخص چيوتہ توهان ڪا ڳالهہ ڇو نٿا ڪريو؟ مون پڇيوتہ توهان منهنجي گفتگو پسند ڪندا، ۽ پوءِ مون انهن کي چوڻ شروع ڪيو: جڏهن توهان مخلوق کان ناتا ٽوڙي واصل الي الله ٿي چڪا آهيوتہ پوءِ توهان کي گهرجي تہ پنهنجي زبان کي بند رکندي ماڻهن کان ڪنهن بہ قسم جو سوال نہ ڪريو ۽ جڏهن توهان ان تي قائم ٿي ويوتہ پوءِ پنهنجي دل (قلب) ۾ بہ ان شي جو تصور بہ آڻڻ نہ ڏيو انهي ڪري جو دل سان سوال ڪرڻ بہ زبان سان سوال ڪرڻ مثل آهي. اهو بہ ياد رکوتہ الله تعاليٰ جو هر روز هڪڙو نئون شان هوندو آهي جنهن ۾ ڦير گير ۽ تبديلي ۽ هيٺ مٿانهين بہ هوندي آهي. اهو هڪڙي ٽولي کي تہ مقامِ عليين تائين بلندي عطا ڪندو آهي ۽ هڪڙي ٽولي کي اسفل السافلين ۾ ڦٽي ڪري ڇڏيندو آهي ۽ پهريون ٽولو انهي ڳالهہ جي تمنا ڪندو رهندو آهي تہ ان کي انهي مقام تي باقي رکندي ان جو تحفظ ڪيو وڃي. مگر ٻيو ٽولو انهي ڪري ڊنل رهندو آهي تہ ڪٿي ائين نہ ٿئي تہ اسان کي هميشهہ جي لاءِ اتي رهڻو پئجي وڃي ۽ سدائين انهن جي اها خواهش رهندي آهي تہ ڪاش اسان کي بہ اعليٰ عليين ۾ موڪليو وڃي. ان کان پوءِ مان سجاڳ ٿي ويس.

## سورهون مقالو

# "توڪل جي منزل"

توهان خدا جي رحم ۽ فضل کان انهيءَ ڪري محروم ڪيا ويا آهيو جو توهان مخلوق ۽ وسيلن تي، ڪارخانن ۽ ڪمائي تي، ۽ ٻين طريقن تي اعتماد ڪري ڇڏيو آهي ۽ اها مخلوق توهان جي واٽ ۾ انهي ڪري رڪاوٽ بڻجي وئي آهي جو توهان حلال روزي ۽ جائز طريقي سان محنت ڪري ڪمائڻ کي ڇڏي ڏنو آهي. تنهن ڪري جيستائين توهان مخلوق سان چهٽيل رهندي ماڻهن جي در تي سوالي بڻجي انهن جي سخاوت ۽ عطا جي چڪر ۾ پيا رهندا ان وقت تائين توهان جو

ڳاڻاٽو خدا سان شرڪ ڪرڻ وارن ۾ ٿيندو رهندو ۽ توهان ڪي انهي ڳالهه جي سزا ڏني ويندي تہ توهان جائز طريقي سان حلال روزي چو حاصل نہ ڪيو جيڪو توهان جي مٿان واجب هيو. پوءِ جڏهن توهان مخلوق کان ڪنارو ڪري ۽ شرڪ کان توبهہ تائب ٿيندي محنت ڪري ڪائڻ ڏانهن ڌيان ڌريندي ان تي توڪل ۽ اطمينان اختيار ڪندا، ۽ خدا کي وساري ڇڏيندا تہ ان وقت بہ توهان مشرڪ چورايا ويندا. فرق صرف ايترو هوندو تہ اهو شرڪ پهرين شرڪ کان وڌيڪ هلڪو هوندو ۽ ان تي بہ توهان الله تعاليٰ وٽ سزا جا حقدار رهندا ۽ توهان کي خدا جي فضل ۽ سِڌِيُن (بلا واسطہ) نعمتن کان محروم ڪيو ويندو. پوءِ جڏهن توهان انهي گهٽ درجي واري شرڪ کان بہ توبهہ تائب ٿي پنهنجي وچ مان ان کي ڪڍي پنهنجي محنت جي ڪمائي تي اعتماد ڪندا تہ ان وقت توهان مشاهدو ڪري سگهندا تہ خدا جي ذات کان سواءِ ڪوئي رازق ڪونهي. صرف اهوئي مسبب الاسباب ۽ محنت ڪرڻ جي طاقت عطا ڪرڻ وارو آهي. اهوئي نيڪين جي توفيق ڏيڻ وارو آهي. هميشهہ رزق ان جي ئي قدرتي هٿ ۾ رهندو آهي. اهو ڪڏهن مخلوق جي ذريعي آزمائشي طور تي رزق پهچائي ٿو تہ جيئن توهان رياضت جي حالت ۾ بہ ٻين جا محتاج رهو ۽ ڪڏهن محنت جي ڪمائي ذريعي معاوضي طور عطا ڪندو آهي. ڪڏهن تہ بس پنهنجي فضل و ڪرم سان عطا ڪرڻ فرمائيندو آهي تہ جيئن توهان جون اکيون وسيلن ۽ سببن تي نہ ڄمن. اهڙي حالت ۾ ان ڏانهن ئي رجوع ڪندي توهان کي عاجزي ڪرڻ گهرجي تہ جيئن توهان جي ۽ ان جي فضل وڪرم جي وچ ۾ جيڪو حجاب حائل آهي اهو هٽي وڃي. پوءِ توهان کي توهان جي حال ۽ گهرج مطابق ئي غذا مهيا ٿيندي رهندي، جيئن هڪڙو مهربان ۽ دوست طبيب پنهنجي مريض لاءِ غذا تجويز ڪندو آهي. اهو صرف الله تعاليٰ جوئي فضل آهي تہ اهو توهان کي پاڻ کان سواءِ ڪنهن جو محتاج نٿو ڪري تہ جيئن توهان ان جي فضل تي راضي برضا رهي سگهو. پوءِ جڏهن توهان جي دل مان هر عزم ۽ خواهش ۽ هر وڻندڙ ۽ پياري شي نڪري توهان جي اندر (قلب) ۾ الله جي ارادي کان سواءِ ٻيو ڪجهہ باقي نہ رهندو تہ ان وقت توهان جي قسمت جو

حصو توهان کي ضرور عطا ڪيو ويندو ۽ اهو اهڙو حصو هوندو جو ان جهڙو مخلوق مان ڪنهن ماڻهوءَ کي بہ ڪونہ ڏنو ويو هوندو. ان منزل کان گذرڻ کان پوءِ توهان کي اهڙي معرفت عطا ڪئي ويندي جو ان جي ذريعي توهان اهو معلوم ڪري سگهندا تہ اهو حصو الله تعاليٰ جي ئي طرفان عطا ٿيو آهي، جنهن کان پوءِ توهان شڪر ادا ڪندا ۽ توهان کي علم ۽ معرفت جي منزل عطا ٿي ويندي. پوءِ الله تعاليٰ توهان کي مخلوق کان اجا بہ پري ڪري ڇڏيندو ۽ توهان جي اندر کي الله کان سواءِ هر شي کان صاف ڪيو ويندو. ان کان پوءِ توهان جي علم ۽ يقين ۾ پختگي پيدا ڪري ۽ توهان جي سيني کي کولي توهان جي دل (قلب) کي روشن ڪيو ويندو ۽ جڏهن توهان الله تعاليٰ جو گهڻو ويجهڙو قرب حاصل ڪندا تہ توهان جي مقام ۽ اسرارن جي حفاظت جي اهليت بارگاهِ رب العزت ۾ وڌيڪ اضافي جو سبب ٿي ويندي. ان وقت توهان کي اهو صحيح علم حاصل ٿي ويندو تہ توهان جي مقدر جو حصو توهان کي ڪيستائين ملي سگهندو. اهو محض انهي لاءِ هوندو تہ توهان جي عزت ۽ عظمت ۽ پنهنجي فضل و ڪرم ۽ جود و عطا ۾ وڌيڪ اضافو ڪرڻ مقصد آهي. جيئن الله تعاليٰ فرمائي ٿو "اسان انهن مان ئي اڳواڻ بڻايا جيڪي اسان جي حڪمن لاءِ هدايت ڪندا آهن." هڪڙي ٻي جاءِ تي فرمايو "اِتَّقُواالله (الله کان ڊڄندا رهو)." ۽ هڪڙي جاءِ تي فرمايو "يُعَلِّمُكُمُ الله(الله توهان کي تعليم ڏئي ٿو)."

ان مقام تي پهچي توهان کي تڪويني نظام (يعني ڪائنات جو نظم و نسق) سونپيو ويندو ۽ توهان خدا جي اهڙي واضح ۽ چٽي حڪم ۽ روشن دليلن جي ذريعي، جيئن روشن سج هوندو آهي، ڪائنات جو نظم و نسق هلائي سگهندا ۽ هر لذيذ شي کان وڌيڪ وڻندڙ ڪلام ۽ اهڙي سچي الهام سان جنهن ۾ ڪنهن بہ قسم جو شڪ نہ هجي ۽ جيڪو دلي تقاضائن ۽ شيطاني وسوسن کان خالي هجي، توهان کي نوازيو ويندو. جيئن باري تعاليٰ پنهنجن ڪتابن ۾ فرمايو آهي "اي آدم جي اولاد! مان ئي اهو خدا آهيان جنهن کان سواءِ ڪوئي معبود ڪونهي. جڏهن ڪنهن شي جي باري ۾ چوندو آهيان ٿي تہ پوءِ اها ٿي ويندي آهي."

لهٰذا جڏهن توهان خدا جي اطاعت ڪندا رهندا تہ توهان کي اهڙو ناهيو ويندو تہ جڏهن توهان ڪنهن شي کي چوندو تي پؤ تہ اها ٿي ويندي. بنا شڪ جي ڪيترن ئي نبي سڳورن ۽ اولياء اڪرامن سان اهوئي معاملو رهيو آهي.

## سترهون مقالو

## ”مرشد جي ذريعي الله تائين پهچ“

جڏهن توهان کي الله تائين رسائي ٿي چڪي تہ توهان کي اهو قرب محض ان جي ئي فعل ۽ توفيق سان حاصل ٿيو آهي ۽ الله تعاليٰ تائين پهچ (رسائي) جو مفهوم اهو آهي تہ توهان مخلوق کان ناتا ٽوڙي خواهشن ۽ ارادن کي ترڪ ڪري ڇڏيو ۽ پنهنجي وجود کي الاهي ڪمن سان اهڙي طرح وابستہ ڪري ڇڏيو جو توهان جي اندر توهان جي ڪا ذاتي حرڪت ۽ چرپر باقي نہ رهي آهي. نہ تہ پنهنجي ذات لاءِ ۽ نہ مخلوق لاءِ بلڪ توهان جو اٿڻ ويهڻ خدا جي ئي امرن ۽ فعلن جي تابع ٿي وڃي ۽ ان ئي فنائيت جي منزل کي الله تعاليٰ تائين پهچ (رسائي) سان تعبير ڪيو ويندو آهي. ليڪن نعوذبالله خدا تائين رسائيءَ جو مفهوم هرگز اهو ڪونهي جيڪو اسان دنيا وارن تائين رسائي جو وٺندا آهيون، ڇوتہ ڪا شي بہ ان جي مثل ۽ مثال نٿي ٿي سگهي. اهو ٻڌندڙ ۽ ڏسندڙ (سميع و بصير) آهي. ان جي عظمت کي ڪنهن طرح بہ مخلوق سان تشبيهہ نٿي ڏئي سگهجي ۽ نہ ان لاءِ مصنوعات جو گمان ڪري ٿو سگهجي. تنهن ڪري واصل الي الله جي مفهوم کي صرف اهي ئي ماڻهو سمجهي سگهن ٿا جن کي اوستائين رسائي حاصل ٿي چڪي هجي. ڇوتہ ان جا مرتبا بلڪل جداجدا هوندا آهن جن جي اسرارن ۽ رمزن کي ٻيا ماڻهو تصور ۾ آڻي نٿا سگهن. ايستائين جو مريد کي بہ پنهنجي مرشد جي اسرارن ۽ رمزن جي خبر ڪونہ هوندي آهي. اهڙي طرح مرشد بہ پنهنجي مريد جي رمزن کان واقف ڪونہ هوندو آهي حالانڪ ان پنهنجي حالت سڌارڻ ۾ مرشد جي در تائين رسائي ڪري رهنمائي حاصل ڪئي هوندي آهي. جڏهن مريد پاڻ مرشد جي مرتبن ۽ مقام تائين رسائي حاصل ڪري وٺندو آهي تہ

الله تعاليٰ ان کي مرشد کان ڌار ڪري پنهنجي ولايت ۾ وٺي سموري مخلوق کان ڌار ڪري ڇڏيندو آهي. پوءِ مرشد جو معاملو ان سان اهڙو ٿي ويندو آهي جيئن ڪا دائي ٻار کي ٻن سالن تائين ٿڃ پياري ڇڏي ڏيندي آهي. ٻانهي جون سيئي خواهشون ۽ عزم ختم ٿي ويندا آهن ته ان جو تعلق مخلوق کان به ختم ٿي ويندو آهي ۽ مرشد جي گهرج ته صرف ان وقت تائين باقي رهندي آهي جيستائين خواهشون ۽ عزم ختم نه ٿي وڃن. ان کان پوءِ اها گهرج انهي ڪري ختم ٿي ويندي آهي جو مريد ۾ ڪنهن به قسم جو نقص يا ڪدورت باقي نه رهندا آهن. پوءِ توهان جڏهن اسان جي بيان جي مطابق واصل الي الله ٿي ويندا ته هميشهه جي لاءِ خدا کان سواءِ هر شي کان محفوظ ڪيا ويندو. توهان کي پنهنجي نفعي ۽ نقصان، عطا ۽ منع، ۽ اميد ۽ خوف جي عالم ۾ خدا جي ذات کان سواءِ ٻيو ڪجهه به نظر ڪونه ايندو. ان وقت توهان کي پڪو يقين ٿي ويندو ته الله تعاليٰ ئي مغفرت ۽ تقويٰ جو مالڪ آهي. لهٰذا توهان کي گهرجي ته ان جي ئي فعل کي نظر سامهون رکي ان جي حڪم ۽ اطاعت ۾ پاڻ کي مشغول رکو ۽ سيني دنياوي ۽ اُخروي مخلوقات کان پنهنجو ناتو ٽوڙي ڇڏيو. سموري مخلوق کي ائين تصور ڪريو جيئن ڪنهن شخص کي اهڙي بادشاهه قيد ڪري رکيو هجي جنهن جي سلطنت نهايت عظيم آهي ۽ ان جو حڪم به گهڻي سخت قسم جو هجي ۽ اهو رعب ۽ دٻدٻي جو مالڪ به هجي. قيد ڪري ڳچي ۾ ڳٽ ۽ پيرن ۾ ڏنڊا ٻيڙيون هڻي ڇڏي ۽ پوءِ ان کي ڪنهن ڏگهي وڻ سان لٽڪائي ڦاسي ڏئي ڇڏي ۽ اهو وڻ اهڙي جاءِ تي قُتل هجي جيڪا اهڙي درياء جي ڪناري تي هجي جنهن جون ڇوليون تمام وڏيون ۽ اونهائي ۽ ويڪرائي تمام گهڻي هجي ۽ ان جو وهڪرو به ڏاڍو تيز هجي. وري بادشاهه اهڙي تخت تي ويٺو هجي جنهن جي عظمت ۽ وقعت تمام گهڻي هجي ۽ جنهن تائين ٽپو ڏئي پهچڻ به مشڪل هجي ۽ ان بادشاهه جي هڪڙي پاسي تيرن، نيزن، ڀالن ۽ مختلف قسم جي هٿيارن جا ڍِڳ لڳا پيا هجن جنهن جي تعدا ۽ ڳاڻاٽي جي خبر بادشاهه کان سواءِ ڪنهن کي به نه هجي. ان کان پوءِ بادشاهه جنهن هٿيار کي گهري ٿو ڦاهي تي لٽڪيل ماڻهوءَ ڏانهن اڇلي ٿو ليڪن جيڪو ماڻهو انهي هيبتناڪ منظر کي ڏسي رهيو آهي

اهو پلا بادشاهہ کان نظرون هٽائي ڦاهيءَ تي لٽڪيل شخص ڪي ڪيئن ٿو ڏسي سگهي ۽ انهي اميد ۽ خوف جي عالم ۾ ڪهڙيون اميدون وابستہ ڪري سگهي ٿو. پر جيڪڏهن اهو شخص جيڪو ڦاهي تي چڙهيل انسان سان ڪنهن قسم جي اميد قائم ڪري تہ چا ان کي عقل جي اعتبار کان ڪمزور، چريو، جانور ۽ انسانيت کان خارج نہ چيو ويندو. باري تعاليٰ اسان کي ڏسڻ (بصيرت) جي سگهہ کان پوءِ نابينائي کان، واصل الي الله کان پوءِ ڪٽجي وڃڻ کان، قرب کان پوءِ دوري کان، هدايت کان پوءِ گمراهي کان ۽ ايمان کان پوءِ ڪفر کان محفوظ رکي.

ياد رکو تہ هي دنيا هڪڙو اهڙو وهندڙ درياء آهي جنهن کي اسان مثال ۾ بيان ڪري چڪا آهيون تہ ان جي پاڻي ۾ هر ڏينهن اضافو ٿي ٿيندو رهي ٿو. جنهن کي جذبن، شهوتن ۽ تمنائن جي گهٽائي سان پيٽيو ويندو آهي. مختلف قسمن جا نيزا ۽ هٿيار اهي بلائون آهن جيڪي مقدر بڻجي چڪيون آهن ۽ جن جي ڪري انسانن تي مصيبتن ۽ تڪليفن جو دنيا ۾ ئي غلبو رهندو آهي. جيڪڏهن انهن کي ڪا لذت يا راحت ميسر بہ هوندي آهي تہ اها بہ آفتن سان پريل هوندي آهي. تنهن ڪري جيڪڏهن توهان مؤمن آهيو تہ سياڻپ جي تقاضا اها آهي تہ آخرت واري زندگي کان سواءِ دنياوي حياتي ۾ عيش ۽ راحت جي تلاش نہ ڪريو. ڇوتہ هڪڙي مؤمن جي اهائي خاصيت هجڻ گهرجي جيئن حضور اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو آهي "آخرت جي زندگي کان سواءِ ٻي ڪابہ زندگي ڪونهي." هڪڙي ٻي جاءِ تي فرمايو "مؤمن جي لاءِ پنهنجي رب جي ملڻ کان سواءِ ٻي ڪنهن شي ۾ راحت ڪونهي." اچا ٻي جاءِ تي فرمايو "دنيا مؤمن جي لاءِ قيدخانو آهي ۽ ڪافر جي لاءِ جنت آهي." هڪڙي ٻي حديث ۾ آهي تہ تقويٰ وارن جي وات ۾ لغام ڏنل آهي.

لهٰذا انهن حديثن ۽ مشاهدن جي روشني ۾ ڪهڙي نموني سان دنيا ۾ بهتر زندگي جي دعوا ڪري ٿي سگهجي جڏهن تہ حقيقي راحت انهي ۾ لڪل آهي تہ پوري دنيا کان ناتا ٽوڙي صرف پنهنجي رب جي اطاعت ڪئي وڃي ۽ ان جي ئي سامهون جهڪي وڃجي. جيستائين

ٻانهو دنيا کان ناتا نٿو ٽوڙي ان وقت تائين ان کي الله تعاليٰ جي طرفان لطف, ڪرم ۽ آسائشون ميسر نٿيون ٿي سگهن.

## ارڙهون مقالو

## "شڪايت ڪرڻ کان منع"

پنهنجين مصيبتن ۽ ڏکن جي ڪنهن سان بہ شڪايت نہ ڪيو. ڀلي اهو توهان جو دوست هجي يا دشمن. نہ وري الله تعاليٰ تي ان جي افعال يا مصيبتن جي اچڻ جي سلسلي ۾ الزام هڻو. بلڪ هر وقت شڪر جو اظهار ڪندي سٺا ڪم ڪندا رهو. ڇوتہ نعمت کان بغير توهان جو اهو شڪر وارو ڪوڙ ان سچي گفتگو کان گهڻو بهتر آهي جنهن ۾ توهان هر ڪنهن ماڻهوءَ جي آڏو مصيبتن ۽ ڏکن جو روئڻو روئيندا رهو. انهيءَ ڪري جو اهڙو ڪهڙو ماڻهو ٿي سگهي ٿو جنهن کي الله تعاليٰ پنهنجين اڻ ڳڻين نعمتن سان سرفراز نہ ڪيو هجي. جيئن باري تعاليٰ خود فرمائي ٿو "جيڪڏهن توهان خدا جي نعمتن کي ڳڻڻ گُهرو تہ هرگز ڳڻي ڪونہ سگهندا." اها حقيقت بہ آهي تہ الله تعاليٰ اسان کي ايترين بيشمار نعمتون عطا ڪيون آهن جن جي اسانِ کي خبر ئي ڪونهي. تنهن ڪري توهان مخلوق مان ڪنهن سان بہ محبت ۽ دوستي نہ رکو ۽ نہ پنهنجي حال جي ڪنهن کي خبر ڏيڻ ڏيو. بلڪ توهان کي صرف الله تعاليٰ سان ئي محبت قائم رکندي ان سان ئي شڪايت ڪرڻ گهرجي ۽ توهان کي ڪنهن ٻئي ڏانهن ڏسڻ نہ گهرجي. ڇوتہ الله تعاليٰ کان سواءِ نہ تہ ڪوئي نفعو نقصان پهچائي سگهي ٿو ۽ نہ ڏک تڪليف دور ڪري سگهي ٿو نہ ڪوئي عزت يا ذلت ڏئي سگهي ٿو. نہ ڪوئي اميري يا غريبي ڏئي سگهي ٿو ۽ نہ وري هلچل يا سڪون ڪنهن جي هٿ وس آهي. بلڪ هر شي جو خالق صرف الله تعاليٰ آهي ۽ ان جي ئي حڪم ۽ اِذن سان هر شي جاري ۽ ساري آهي. هر حڪم جي جاري ٿيڻ لاءِ ان وٽ هڪڙو مقرر ٿيل وقت آهي, جيڪو نہ اڳتي ٿي سگهي ٿو ۽ نہ پوئتي. جيئن باري تعاليٰ خود فرمائي ٿو "جيڪڏهن الله ڪنهن کي مصيبتن ۾ وجهڻ گهري تہ ان کي ڪير بہ بچائي نٿو سگهي. وري اهو جيڪڏهن ڪنهن جي ڀلائي چاهي تہ ان جي فضل کي روڪڻ وارو

ڪير بہ ڪونهي. ۽ اهو پنهنجن ٻانهن مان جنهن کي گهري عطا ڪري
ڇوتہ اهو غفور ۽ رحيم آهي.“ هاڻي جڏهن توهان کي پلائي ۽ بيشمار
نعمتون حاصل آهن. ان کان پوءِ بہ جيڪڏهن الله تعاليٰ سان شڪايت
ڪرڻ ويهو تہ توهان جي اها شڪايت وڏيڪ نعمتن ۽ راحت لاءِ ٿي
هوندي جنهن کي توهان حقير تصور ڪندي منهن ڦيرڻ واري نموني ۾
تمنا جو اظهار ڪري رهيا آهيو ۽ اها ئي شي توهان جي لاءِ الله جي قهر
جو سبب ٿي ويندي . توهان جي شڪايت ڪرڻ ڪري وڏيڪ
مصيبتن ۽ شديد سزائن جو نازل ٿيڻ شروع ٿي ويندو ۽ توهان الله تعاليٰ
جي نظرن ۾ بہ حقير ٿي ويندا. تنهن ڪري هميشه شڪايت ڪرڻ کان
پاسو ڪريو. توڙي توهان جا ٽڪڙا ٽڪڙا ڪيا وڃن يا ڪاتيءَ سان
توهان جو گوشت ڪپي ٻوٽي ٻوٽي ڪيو وڃي. ليڪن توهان پاڻ کي
شڪايت ڪرڻ کان بچائيندا رهو ۽ گهڻو بچائيندا رهو. الله کان ڊڄو ۽
ڊڄندا رهو. ڇوتہ آدم جي اولاد تي مصيبتون اڪثر ڪري الله سان
شڪايت ڪرڻ جي ڪري ئي ايندڙيون آهن. جڏهن تہ انهي ذات سان
توهان کي شڪايت ڪرڻ جو ڪهڙو حق آهي جيڪا ”ارحم
الراحمين“ ۽ ”خيرالحاڪمين“ آهي. خبروار ۽ رئوف و رحيم آهي.
جيڪو پنهنجن ٻانهن مٿان بيحد مهربان آهي ۽ جيڪو ڪڏهن بہ
پنهنجن ٻانهن تي ظلم نہ ڪندو آهي. جنهن جو مثال ان طبيب وانگر
آهي جيڪو سياڻو ۽ مهربان دوست هوندي توهان جي گهڻو ويجهو
هجي. ڇا توهان پنهنجن شفيق والدين تي ڪنهن بہ قسم جو الزام
لڳائي سگهو ٿا. هڪڙي حديث ۾ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم
جو ارشاد آهي ”الله تعاليٰ پنهنجي ٻانهي تي ان جي والدين کان بہ وڏيڪ
رحم ڪرڻ وارو آهي.“ تنهن ڪري الله تعاليٰ جي بارگاهہ ۾ سدائين
ادب جي دامن کي قابو رکو. مصيبتن تي صبر ۽ ضبط کان ڪم وٺو.
توڙي طاقت نہ هجي، پوءِ بہ صبر ڪريو. توڙي جو راضي رهڻ ۽ موافقت
جي سگهہ نہ هجي پوءِ بہ رضا ۽ موافقت اختيار ڪريو. جڏهن رضا ۽
موافقت سان همڪنار ٿي ويندا تہ اهوئي توهان جي فنائيت جو دليل ٿي
ويندو. اي ڳاڙهي مٽي!(ڪبريتِ احمر) اي فنا جا مقام! تون ڪٿي
آهين. توکي ڪٿي ڳوليان ۽ تنهنجو مشاهدو ڪيئن ڪريان. ڇا توهان

الله تعاليٰ جو اهو پيغام ڪونہ ٻڌو آهي "توهان تي جهاد فرض ڪيو ويو آهي، اها ڳالهہ توهان جي لاءِ ناگواري جو سبب هئي. حالانڪ تي سگهي ٿو تہ جيڪا شي توهان جي لاءِ ناگوار هجي اهائي (شي) توهان جي لاءِ فائدي واري هجي؛ ۽ جيڪا شي توهان کي سٺي لڳي اهائي توهان جي لاءِ نقصان واري هجي. الله ان کي چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو توهان کي هرگز ان جو علم ڪونهي." ڇوتہ شين جي اصلي حقيقت کي ويڙهي لڪل ڪيو ويو آهي. تنهن ڪري توڙي ڪا شي پسنديده هجي يا ناپسند هميشه ادب جي ڪري احتياط ڪندا ڪريو ۽ هرحال ۾ شريعت جي پيروي توهان جي لاءِ پهريون ڏاڪو آهي. جيڪڏهن توهان ولايت جي مقام تي فائز آهيو تہ پوءِ امر جي تابعداري ڪريو. خواهشن جي باهہ کي ٺڏو ڪري ڪڏهن بہ حد کان اڳتي نہ لنگهو. ڇوتہ طريقت جي واٽ جو اهو ٻيو ڏاڪو آهي ۽ الله تعاليٰ جي هر فعل تي راضي رهندي ۽ ان سان موافقت ڪندي پاڻ کي فنا ڪري ڇڏڻ ئي غوثيت، قطبيت ۽ صديقيت جو مقام آهي ۽ اهائي طريقت جي حد آهي. توهان کي قضا و قدر جي رستي کان هٽي مڙني خواهشن کي ڪڏهن ڇڏڻ گهرجي ۽ ڪڏهن بہ زبان تي شڪايت نہ اچڻ گهرجي. پوءِ جڏهن توهان ائين ڪندا تہ توهان جي حق ۾ جيڪڏهن اهو بهتر هوندو تہ الله تعاليٰ توهان جي پاڪيزه مسرتن ۾ وڏيڪ اضافو ڪري ڇڏيندو ۽ جيڪڏهن اهو توهان جي حق ۾ سٺو نہ هوندو تہ اهو پنهنجي اطاعت جي ڪري توهان جي حفاظت ڪندو ۽ توهان کي بچڙائي ۾ مبتلا ٿيڻ ڪونہ ڏيندو. تان تہ ان جي مقرر مدت گذري ويندي، جيئن رات گذرڻ کان پوءِ ڏينهن ايندو آهي يا سردين کان پوءِ گرميون اچي ونديون آهن. اها ڦيرگير ۽ تبديلي بہ توهان جي عبرت جي لاءِ هڪڙو نمونو آهي. جيڪو ماڻهو گناهن ۽ ڏوهن ۾ ملوث هوندو آهي ان ۾ ڪڏهن بہ پاڪيزه ماڻهن جي صحبت ۾ ويهڻ جي صلاحيت پيدا نٿي ٿي سگهي. گناهن جي پليتي ۽ غلاظت، ۽ پنهنجي غرور ۽ غلط دعوائن جي ڪري اهو شخص ڪڏهن بہ قربِ الاهي حاصل نٿو ڪري سگهي. جيئن بادشاهہ جو قرب حاصل ڪرڻ جي صلاحيت صرف ان ۾ ٿي سگهي ٿي جيڪو هرقسم جي پليتي ۽ غلاظت کان پاڪ صاف هجي. تنهن ڪري مصيبتون پارسائي ۽

پاڪائي لاءِ ڪفارو ٿي وينديون آهن. جيئن حضور صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جو ارشاد آهي "هڪڙي ڏينهن جو بخار هڪڙي سال جي گناهن جو ڪفارو آهي." پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم ڪيڏو نه سچ فرمايو آهي.

## اوڻويهون مقالو

## "واعدي خلافي ڪڏهن به نه ڪيو"

جڏهن توهان ايمان ۽ يقين جي ڪمزوري هوندي ڪنهن سان واعدو ڪيو ته ڪڏهن به واعدي خلافي نه ڪريو ته جيئن توهان جو ايمان ۽ يقين ضايع نه ٿي وڃن. پوءِ جنهن وقت توهان جي اندر (قلب) ۾ ايمان ۽ يقين مضبوطي سان گهر ڪري وڃن ته توهان کي هن قول سان مخاطب ڪيو ويندو "بيشڪ توهان امين بڻجي اسان وٽ قيام ڪيو." پوءِ جڏهن هڪڙي حال کان بعد ٻئي حال ۾ توهان سان وري وري اهو خطاب ڪيو وڃي ته توهان سمجهي وڃو ته خاص ٻانهن ۾ شمار ٿي ويا آهيو. ان وقت نه ته ڪو ارادو باقي رهندو ۽ نه ڪا غرض ۽ عمل جنهن تي توهان تعجب ڪري سگهو. نه وري ڪا قربت اهڙي باقي رهجي ويندي جنهن جو توهان مشاهدو ڪري سگهو. نه ڪا منزل اهڙي رهجي ويندي جنهن ڏانهن توهان اشارو ڪري سگهو. پوءِ توهان جا سيئي ارادا الله تعاليٰ جي طرفان ٿي هوندا. توهان جو مثال سوراخ واري اهڙي ٿانءِ جهڙو ٿي ويندو جنهن ۾ پاڻي نه بيهندو هجي. نيڪ اهڙي نموني توهان جي اندر ۾ به نه ڪو ارادو باقي رهندو نه توهان جا ذاتي اخلاق باقي رهندا ۽ نه توهان جي اندر ۾ ايتري همت ۽ طاقت رهندي جو توهان الله تعاليٰ کان سواءِ دين ۽ دنيا جي ڪنهن شي تي نظر وجهي سگهو. ان وقت توهان الله تعاليٰ کان سواءِ هر شي کان بي نياز ٿي ويندا. ان وقت توهان کان الله تعاليٰ جي رضا جو واعدو وٺندي ان مقام تي فائز ڪيو ويندو جتي الله تعاليٰ جي رضا کان سواءِ ڪجهه باقي نه رهجي وڃي. پوءِ توهان خداءِ عزوجل جي افعال منجهان لذت ۽ نعمت حاصل ڪرڻ لڳندا. ان وقت توهان سان ڪنهن شي جو واعدو ڪيو ويندو ۽ جڏهن توهان ان جي پاسي کان مطمئن ٿي ويندا ۽ ان ۾ توهان جي ارادي جي

ڪا علامت نہ ڏني ويندي تہ ان واعدي کي ان کان اعليٰ طرف ڏانهن منتقل ڪيو ويندو ۽ توهان کي موجوده مقام کان اعليٰ ۽ اشرف مقام تي فائز ڪري پهرين واعدي کي بي نيازي سان تبديل ڪندي توهان تي معرفت ۽ علم جا دروازا کوليا ويندا ۽ اهي لڪل راز ۽ حڪمت، ۽ ڳجهيون مصلحتون جيڪي پهرين واعدي سان گڏيل هجڻ ڪري ٻئي واعدي ڏانهن منتقل ڪرڻيون هيون، انهن سڀني کان توهان کي آگاهہ ڪيو ويندو. ان وقت حال ۽ مقام جي حفاظت جي ڪري توهان جي مرتبن ۾ اضافو ٿيندو ۽ رمزن جي تحفظ ۾ توهان جي ديانت ۽ امانت وڌي ويندي. پوءِ توهان کي سينو کُلڻ، قلبي نور، زبان جي ميٺاج، حڪمتِ بالغہ ۽ محبت جي فراواني عطا ڪري جنن ۽ انسانن کان سواءِ سڀني مخلوقن جوبہ دين ۽ دنيا ۾ محبوب بڻايو ويندو انهيءَ ڪري جو توهان الله تعاليٰ جا محبوب بڻجي ويا آهيو. جيئن تہ سموري مخلوق الله تعاليٰ جي اطاعت گذار آهي انهيءَ ڪري مخلوق جو توهان سان محبت ڪرڻ خدا سان محبت ڪرڻ ۾ داخل هوندو. جيئن انهن جي دشمني خدا جي دشمني ۾ شامل آهي. پوءِ جڏهن توهان اهڙي مقام تي فائز ٿي ويندا جنهن ۾ توهان جو ڪوبہ ارادو باقي نہ رهندو تہ پوءِ توهان جي اندر ۾ سمورين شين مان ڪنهن بہ شي جو ارادو پيدا ڪيو ويندو ۽ جڏهن توهان جو ارادو ان شي جي لاءِ پختو ٿي ويندو تہ ان شي کي ختم ڪري توهان کي ان شي کان ڦيريندي اها شي توهان کي دنيا ۾ عطا نہ ڪئي ويندي بلڪ ان جي صلي ۾ آخرت ۾ توهان کي اهڙي شي عطا ڪئي ويندي جنهن سان توهان جي قربت ۾ وڌيڪ اضافو ٿيندو ۽ توهان حق تعاليٰ جي اڃا بہ وڌيڪ ويجهو ٿي ويندا ۽ ان شي کان توهان جون اکيون فردوس اعليٰ ۽ جنت الماويٰ ۾ سرور حاصل ڪنديون. توڙي توهان ڪنهن شي جي تمنا نہ ڪندي ان جي طلب بہ نہ ڪريو. جڏهن تہ دنيا ۾ اهڙي جاءِ تي آهيو جيڪا فنا جو گهر آهي. بلڪ توهان جي خواهش دنيا ۾ رهندي محض انهيءَ ڪري خالق ڏانهن آهي تہ ان هر شي کي خلقيو آهي. وجود عطا ڪيو آهي ۽ هڪڙي کي محروم ڪري ٻئي کي عطا ڪيو آهي. جنهن آسمان کي بلند ڪري زمين کي وڇايو آهي. انهيءَ ڪري اهوئي مقصود ۽ مطلوب آهي ۽ ڪڏهن ائين بہ ٿيندو آهي

تہ ان مراد جي بدلي ۾ ان کان گهٽ يا ان جهڙي دنيا ۾ ئي عطا ڪئي ويندي آهي ۽ اهو ان وقت ٿيندو آهي جڏهن توهان دل هاري ويهو ۽ توهان جون اکيون ان مقصود ۽ مطلوب کي ڏسڻ کان قاصر هجن.

## ويهون مقالو

## ”شڪ ۽ شبهن ۾ مبتلا نہ ٿيو“

حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو فرمان آهي ”توهان مشڪوڪ شين کي ترڪ ڪري غيرمشڪوڪ شي کي قبول ڪيو.“ يعني جڏهن مشڪوڪ ۽ غيرمشڪوڪ شيون هڪڙي هنڌ گڏجي وڃن تہ توهان مشڪوڪ شي کي ڇڏي غيرمشڪوڪ ۽ غيرمشتبہ شي کي قبول ڪيو. ليڪن جڏهن صرف اڪيلي ڪا مخصوص شي آهي جنهن کان توهان جي دل مطمئن نٿي ٿئي تہ پاڻ کي ان کان روڪيو ۽ حڪم الاهي جو انتظار ڪريو. پوءِ جيڪڏهن توهان کي استعمال ڪرڻ جو حڪم ملي وڃي تہ استعمال ڪيو پر جيڪڏهن منع ٿئي تہ ان کي ترڪ ڪيو. ان جي لاءِ اهو تصور ڪيو تہ ڄڻ ان جو وجود ئي ڪونہ هيو. پوءِ الله تعاليٰ ڏانهن رجوع ڪندي ان وٽ پنهنجو رزق تلاش ڪيو. جيڪڏهن توهان پنهنجي صبر جي معاملي ۾ ڪمزوريءَ جو اظهار ڪيو يا رضا ۽ فنا کان ٽال مٽول اختيار ڪئي تہ پوءِ الله تعاليٰ عزوجل توهان کي ياد ڏيارڻ جو محتاج ڪونهي. ڇوتہ نہ تہ اهو توهان کان غافل آهي ۽ نہ غيرن کان. جڏهن اهو الله تعاليٰ ڪافرن، منافقن ۽ منهن موڙڻ وارن کي رزق ڏئي ٿوتہ پوءِ اي مؤمن! جڏهن تون رات ڏينهن ان جي اطاعت ۽ وحدانيت تي قائم آهين تہ اهو توکي ڪيئن وساري سگهي ٿو؟ ان حديث جي بيان ڪرڻ جو ٻيو سبب اهو آهي تہ جيڪو ڪجھ مخلوق جي هٿ ۾ آهي ان کي نظرانداز ڪندي ان جي طلب کان بہ ڪنارو ڪندي پنهنجي دل (قلب) مان ان جو تصور بہ ڪڍي ڇڏيو. نہ تہ مخلوق سان ڪي اميدون وابستہ ڪريو ۽ نہ ان کان ڊڄندا رهو. ۽ جيڪا بہ غيرمشڪوڪ شي الله تعاليٰ توهان کي عطا ڪري ان کي قبول ڪريو. ليڪن بس توهان کي هڪڙي ئي شي جو سوال ڪرڻ گهرجي ڇوتہ عطا ڪرڻ وارو بہ هڪ آهي ۽ اميدون وابستہ ڪرڻ لاءِ بہ

هڪڙي ئي ذات آهي. جنهن کان ڊپ ڪجي اهو اڪيلو آهي ۽ موجود ۽ مقصود به اهوئي هڪڙو اڪيلو الله تعاليٰ عزوجل آهي جنهن جي قدرت ۾ بادشاهن جون پيشانيون ۽ عوام جون دليون آهن. اهوئي ماڻهن جي جان ۽ مال جو به مالڪ آهي. ڇوته ماڻهوته پنهنجي جان ۽ مال جا صرف امين آهن. ماڻهو جيڪو ڪجهه به توهان کي ڏين ٿاته انهن جي هٿن جو حرڪت ڪرڻ به ان جي ئي حڪم سان هوندو آهي. جيڪڏهن اهو پيو حڪم ڏئي ته ماڻهن جا هٿ به توکي ڏيڻ لاءِ حرڪت ڪري نه سگهن ۽ هر سوال ڪندڙ کي الله تعاليٰ اهوئي فرمائي ٿو "اي انسانو! خدا کان ان جو فضل طلب ڪريو." هڪڙي ٻي جاءِ تي فرمايو "خدا کان سواءِ توهان جن کي سڏيو ٿا اهي ٿوهان جي رزق جا مالڪ ڪونه آهن. توهان پنهنجو رزق الله وٽ تلاش ڪندي ان جي عبادت ڪريو ۽ شڪر ادا ڪريو. ان ڏانهن توهان کي موٽي وڃڻو آهي."

هڪڙي ٻي جاءِ تي فرمايو "مون کان ئي طلب ڪريو مان توهان جي دعا قبول ڪندس." هڪڙي ٻي جاءِ تي فرمايو "جڏهن منهنجا ٻانها منهنجي باري ۾ معلوم ڪن ته توهان ٻڌايوته مان گهڻو ويجهو آهيان ۽ هر سڏيندڙ جي سڏ کي ورنائيندو آهيان جڏهن اهو مون کي سڏيندو آهي." هڪڙي ٻي جاءِ تي فرمايو "خدائي رزق ڏيڻ وارو مضبوط طاقتور آهي." وري ٻي جاءِ تي فرمايو "بيشڪ الله ئي جنهن کي گهرندو آهي بي حساب رزق عطا ڪندو آهي."

## ايڪيهون مقالو

# "شيطان سان گفتگو"

مون خواب ۾ ڏٺوته مان هڪڙي وڏي مجمعي ۾ آهيان جتي ابليس ملعون به موجود آهي. مون جڏهن ان کي قتل ڪرڻ جو ارادو ڪيوته ان پڇيوته مون کي ڪهڙي گناهه جي سزا ۾ قتل ڪرڻ گهرين ٿو. انهيءَ ڪري جو جيڪڏهن ڪنهن "شر" لاءِ تقدير جو فيصلو ٿي چڪو آهي ته منهنجي اندر اها طاقت ڪونهي ته ان کي "خير" ۾ تبديل ڪري ڇڏيان. جيڪڏهن "خير" لاءِ مقدر ٿي چڪو آهي ته مان ان کي "شر" ڏانهن تبديل نٿو ڪري سگهان. پوءِ ٻڌاءِ ته منهنجي هٿ ۾ ڪهڙي

شي آهي؟ ان وقت ان ملعون ڪدڙن جي شڪل و صورت اختيار ڪئي هئي. ڳالهائڻ ۾ نرمي، ڏکو چهرو ۽ ڪاڏي تي ٽورڙا وار هيس ۽ نهايت ئي مڪروهه صورت ۽ بڇڙو لڳي رهيو هيو. پوءِ اهو مون ڪي ڏسي ڦڪي ڪل ڪلڻ لڳو. اهو خواب مون، آچر ڏينهن 12 ذوالحج 491 هه تي ڏٺو هيو. الله تعاليٰ ئي هر ”خير“ ڏانهن هدايت ڪرڻ وارو آهي.

## ٻاويهون مقالو

## ”مؤمن تي ايماني قوت مطابق ايندڙ مصيبتون“

مؤمن ٻانهو پنهنجي ايمان جي وسعت ۽ طاقت مطابق هميشه تڪليفن ۾ رهندو آهي. جنهن ۾ ايمان جي جيتري پختگي هوندي ان تي ان مطابق تڪليفون ايندون. مثال طور: رسولن سڳورن تي نبين سڳورن جي مقابلي ۾ تڪليفون وڌيڪ هونديون هيون. ڇوته رسول جو ايمان نبي جي ايمان کان عظيم هوندو آهي. مرتبن جي انهي فرق جي اعتبار کان نبين سڳورن جون تڪليفون ابدالن کان ۽ ابدالن جون تڪليفون اوليائن کان وڌيڪ هونديون آهن. يعني جنهن ۾ ايمان ۽ يقين جي قوت وڌيڪ هوندي ان اعتبار کان ان تي تڪليفون به گهڻيون اينديون. جيئن حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو ارشاد آهي ”اسان نبين جي جماعت تي تڪليفن جي سختي گهڻي هوندي آهي.“ لهٰذا جيڪو انهن جي مثال جي پيروي ڪندو ان تي تڪليفون به گهڻيون سخت اينديون. الله تعاليٰ انهن عظيم شخصيتن کي انهيءَ لاءِ سدائين تڪليفن ۾ مبتلا رکندو آهي ته انهن کي هروقت حضوري حاصل رهي ۽ هڪڙي گهڙي به غافل نه رهندي سدائين سجاڳي جي عالم ۾ رهن. ڇوته اهڙن ئي انسانن کي خدا جو محبوب هجڻ ڪري محبوبانِ الاهي سمجهيو ويندو آهي; ۽ حبيب پنهنجي محبوب جي دوري ڪڏهن به پسند ڪونه ڪندو آهي. تنهن ڪري اهي تڪليفون ۽ مصيبتون انهن جي دلين ۽ نفسن کي هميشه غيرمطلوب شي ڏانهن مائل ٿيڻ کان روڪي رکنديون آهن ۽ غيرخالق کان انهن کي ڪڏهن به اطمينان ۽ سڪون حاصل ڪونه ٿيندو آهي. پوءِ اهي ئي مصيبتون جڏهن انهن جي حق ۾ دائمي ٿي وينديون آهن ته انهن جي نفسن جي هيٺائي انهن

جي اندر حق ۽ باطل جي امتياز جي صلاحيت پيدا ڪري ڇڏيندي آهي ۽ اهي دين ۾ خواهشن، لذتن ۽ ارادن جي لاڙي کان تارو ڪري ويندا آهن. پوءِ انهن جي دلين ۾ انهن شين جو تصور به ڪونه ايندو آهي. اهي الله تعاليٰ عزوجل جي واعدن مان اطمينان حاصل ڪندي مصيبتن تي رضامندي ۽ قضاوقدر جي فيصلن تي صبر اختيار ڪري ڇڏيندا آهن. انهيءَ ڪري اهي سموري مخلوق جي شر کان محفوظ ٿي ويندا آهن ۽ اهڙي طرح انهن جي دل ۾ قوت ۽ شوڪت جو اضافو ٿي ويندو آهي ۽ عضون ۽ هٿن پيرن تي دل جي حڪومت قائم ٿي ويندي آهي. انهيءَ ڪري جو تڪليفون دل ۾ يقين ڪي قوت عطا ڪري صبر ۽ ايمان تي قائم رکندي نفساني خواهشن کي ڪمزور ڪري ڇڏينديون آهن. ڇوته ڏک ۽ تڪليف ۾ جڏهن مؤمن صبر ۽ رضا جو مظاهرو ڪندي پنهنجي رب جي فعل جي سامهون ڪنڌ جهڪائي ڇڏيندو آهي ته الله تعاليٰ جي رضامندي ان جي توفيق جي اضافي ۾ مددگار ٿي ويندي آهي. جيئن باري تعاليٰ فرمايو آهي "جيڪڏهن توهان شڪر ڪندا ته مان وڌيڪ عطا ڪندس." جنهن وقت نفس دل کي شهوتن ۽ لذتن لاءِ هرڪاڻ گهرندو آهي ته دل ان کي قبول ڪري وٺندي آهي، توڙي الله طرفان اهو ڪوئي حڪم هجي يا اِذن. پوءِ ان ئي حق کان غفلت ڪري، ۽ شرڪ ۽ گناهه جي ڪري خوارين ۽ مصيبتن کي ان تي عام ڪيو ويندو آهي ۽ ان تي ڏک ۽ پيڙا، مرض ۽ تڪليف، ۽ تشويش مسلط ٿي ويندا آهن ۽ دل ۽ نفس، ٻنهي کي ان مان حصو ملي ويندو آهي. دل نفساني خواهشن کي ان وقت تائين قبول نه ڪري جيستائين الله جي طرفان اڳ ۾ اولياء جي حق ۾ الهام جي ذريعي اجازت حاصل نه ٿئي ۽ نبين سڳورن جي حق ۾ وحي جي ذريعي اِذن نه ملي وڃي. پوءِ جڏهن دل (قلب) عطا ۽ منع تي عمل پيرا ٿي ويندي آهي ته الله تعاليٰ جي رحمت، برڪت، عافيت، رضا، نور، معرفت ۽ قرب ۽ شاهوڪاري ان تي عام ٿي وينديون آهن. ان کي مصيبتن کان سلامتي ۽ دشمن تي فتح ۽ مدد حاصل ٿي ويندي آهي. انهي قول کي دل سان هنڊائي مصيبتن ۾ پوڻ کان بچندا رهو ڇوته انهن جو نازل ٿيڻ انهيءَ ڪري هوندو آهي جو نفس ۽ خواهشن جي مطالبي کي تڪڙ ۾ قبول ڪيو ويندو آهي. تنهن ڪري توهان کي گهرجي ته

احتياط ڪندي الله تعاليٰ جي حڪم (اذن) جو انتظار ڪريو. ائين توهان انشاء الله تعاليٰ دنيا ۾ آخرت ۾ عافيت ۾ سڪون سان رهندا.

## ٽيويهون مقالو

## ”مقدر تي شڪر ڪندڙ ٿيو“

تقدير جي لکئي ڪي مقرر مدت تائين پهچڻ تائين ٿوري شي تي ئي قناعت ڪندي ان کي پنهنجي لاءِ واجب ڪري ڇڏيو. پوءِ جڏهن توهان کي نفيس ۽ اعليٰ مقام ڏانهن منتقل ڪيو ويندو ته توهان کي مبارڪباد پيش ڪئي ويندي ۽ توهان کي ان منزل ۾ رکندي دين ۽ دنيا جي سختين ۽ خراب انجام ۾ پڻ حد کان وڌڻ کان بچائي رکندي ان ئي حالت ۾ توهان جي حفاظت ڪئي ويندي. پوءِ توهان کي ان منزل کان ترقي ڏئي اهڙي منزل ڏانهن منتقل ڪيو ويندو جيڪا ان کان گهٽ وڌيڪ اکين جي ٺڏڪار ۽ خوشگواريءَ جو باعث هوندي اهو به ياد رکو ته طلب کي ترڪ ڪرڻ سان توهان جو حصو ڪڏهن به ختم ڪونه ٿيندو ۽ جنهن شي ۾ توهان جو حصو ڪونهي ان کي طلب جي باوجود به حاصل ڪري نه سگهندا. تنهن ڪري صبر کان ڪم وٺي انهيءَ حال کي پنهنجي مٿان لازمي قرار ڏيندي ان تي ئي رضامنديءَ جو اظهار ڪندا رهو. ڪنهن شي جي ڏيڻ وٺڻ ۾ پنهنجي تدبير کي هرگز دخل نه ڏيو. جيستائين توهان وٽ ڪو حڪم نه پهچي ته نه ڪڏهن پنهنجي طرفان حرڪت ۽ سڪون اختيار ڪيو ۽ نه ڪڏهن آرام حاصل ڪيو. ورنه توهان کي ان شخص جي حال کي پسند ڪرڻ جي شامت ۾ مبتلا ڪيو ويندو جيڪو خدا جي مخلوق ۾ توهان کان زور بچڙو هوندو. انهيءَ ڪري جو توهان طلب ۽ ڪوشش جي ڪري پنهنجي جان تي ظلم ڪيو ۽ ظالم کان ڪڏهن به ڪن لاٽار نه ڪئي ويندي آهي. جيئن باري تعاليٰ پاڻ فرمايو آهي ”اسان اهڙي طرح ڪجهه ظالمن کي ڪجهه جي حوالي ڪري ڇڏيندا آهيون.“

جيئن ته توهان هڪڙي عظيم مرتبي واري بادشاهه جي محل ۾ آهيو جنهن جو حڪم ۽ شان عظيم آهي. جنهن جو لشڪر تمام گهڻو آهي. جنهن جي مرضي نافذ آهي ۽ حڪم غالب آهي. جنهن جو ملڪ

هميشه لاءِ باقي رهڻ وارو آهي. جنهن جو علم ۽ حڪمت ڳُوڙها (دقيق) ۽ ڪامل آهن ۽ جنهن جي علم کان زمين ۽ آسمان جي ڪا شي لڪل ڪونهي. نہ ان کان ڪنهن جو ظلم لڪي سگهي ٿو. توهان پنهنجن گناهن جي اعتبار کان ظالمن کان بہ وڌيڪ آهيو. توهان جا ڏوهہ بہ انهن کان وڌيڪ آهن. انهيءَ ڪري جو توهان پنهنجي ذات ۽ خدا جي مخلوق ۾ پنهنجي خواهش مطابق عمل ڪيو آهي ۽ الله تعاليٰ جو فرمان آهي "الله پاڻ سان شرڪ ڪرڻ ڪي ڪڏهن بہ معاف نہ ڪري، ان کان علاوه جنهن ڳالهہ کي گهرندو آهي معاف ڪري ڇڏيندو آهي." تنهن ڪري توهان کي گهرجي تہ شرڪ کان پاسو ڪندي ان جي ويجهو نہ وڃو ۽ پنهنجي اڪيلائي ۽ محفل ۾، اٿڻ ويهڻ ۽ سمهڻ ۾، رات ڏينهن جي هر حصي ۾ گناهن کان بچندا رهو. پنهنجن عضون کي گناهن کي ڇڏي ڏيڻ لاءِ سدائين تيار رکو. توڙي اهو گناهہ ظاهري هجي يا لڪل. انهيءَ ڪري جو نہ تہ توهان خدا کان لڪي سگهو ٿا ۽ نہ ان جي قضاوقدر سان مقابلو ڪري سگهو ٿا، ورنہ توهان جا ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويندا. ان جي حڪم تي بہ ڪنهن قسم جو الزام نہ لڳايو ورنہ ذلت ڏِسڻي پوندي، ان کان غافل بہ نہ رهجو ورنہ اهو توهان کي بہ وساري مصيبتن ۾ وجهي ڇڏيندو. ان جي گهر ۾ ڪو ڏڦيڙ بہ نہ ڪيو ورنہ توهان کي اهڙي هلاڪت ۾ وڌو ويندو جو توهان جي اندر (قلب) کي اونداهو ڪري ايمان ۽ معرفت کسيا ويندا ۽ توهان جي مٿان نفس ۽ شيطان، خواهشون ۽ شهوتون، توهان جي گهر وارن، توهان جي دوستن ۽ پاڙيسرين کي توهان جي مٿان مسلط ڪيو ويندو. ايستائين جو توهان تي گهرن جا نانگ، وڇون ۽ ٻيا ڏنگڻ وارا ڪيڙامڪوڙا مسلط ٿي ويندا. دنيا ۾ توهان جي عيش کي غضب ۾ ۽ آخرت ۾ عذاب کي ڊگهو ڪيو ويندو.

## چوويهون مقالو

## "خدا جو در نہ ڇڏيو"

هميشه خدا جي نافرماني کان پاڻ بچائيندي ان جي در کي مضبوطيءَ سان پڪڙيو. پنهنجين سمورين طاقتن کي ان جي اطاعت ۾

صرف ڪندي هميشه خشوع و خضوع سان پنهنجي حاجت سان گڏ ان کان حيلي بهاني سوال ڪندا رهو. نه ته ڪڏهن مخلوق ڏانهن نهاريو ۽ نه پنهنجين خواهشن کي مخلوق جي تابع ڪيو. نه دين و دنيا ۾ ڪنهن معاوضي جا طلبگار ٿيو نه ڪنهن بلند مقام جي تمنا ڪندي سمورين خواهشن کي ختم ڪيو. ڇوته توهان ان جا ٻانها ۽ غلام آهيو ۽ غلام جي پوري ملڪيت آقا جي لاءِ هوندي آهي. انهيءَ ڪري غلام کي پنهنجي ملڪيت تي ڪنهن به قسم جو استحقاق حاصل ڪونه هوندو آهي. تنهن ڪري ادب جي تقاضا کي آڏو رکندي پنهنجي آقا تي الزام نه هڻو ڇوته الله تعاليٰ وٽ هر شي اندازي مطابق هوندي آهي. جنهن شي کي اهو اڳ ۾ ڪري ان کي پوئتي ڪرڻ وارو ڪير به ڪونهي، جنهن ۾ اهو دير ڪري ان کي ڪير به جلدي ڪري نٿو سگهي. ان توهان جي لاءِ جيڪا شي مقدر ۾ مقرر ڪري ڇڏي آهي اها پنهنجي مقرر وقت تي توهان کي ضرور حاصل ٿيندي، توڙي توهان چاهيو يا نه چاهيو. آئيندي اچڻ واري شي جي خواهش جو اظهار نه ڪندي جيڪا شي ٻين جي مقدر ۾ لکيل آهي ان تي ڪڏهن به افسوس جو اظهار نه ڪريو. ياد رکوته جنهن شي جو توهان وٽ وجود ئي ڪونهي ان جون ٻه صورتون آهن: ياته اها توهان جي مقدر ۾ هوندي يا ٻئي ڪنهن جي مقدر ۾ هوندي. تنهن ڪري جيڪڏهن اها توهان جي مقدر ۾ آهي ته اها توهان کي ضرور حاصل ٿيندي ۽ توهان ان ڏانهن ڇڪجي پهچي ويندا ليڪن جيڪا شي توهان جي لاءِ ڪونهي ان کي توهان کان روڪيو ويو آهي يا توهان کي ان کان روڪيو ويو آهي. انهيءَ صورت ۾ ڀلا اها توهان کي ڪيئن حاصل ٿي سگهي ٿي؟ تنهن ڪري توهان کي جنهن شي جي خواهش ٿئي ته ان جي حاصل ڪرڻ لاءِ ادب جي تقاضا کي ضرور آڏو رکڻ گهرجي ۽ پنهنجي موجوده حالت تي قائم رهندي خدا جي اطاعت ۾ مشغول رهڻ گهرجي. نه ته پنهنجي ڪنڌ کي مٿي ڪيو ۽ نه غيرالله ڏانهن رخ ڪيو. جيئن الله تعاليٰ پنهنجي نبي کي فرمايو آهي "اي نبي! انهن شين ڏانهن نهار به نه جيڪي اسان ڪافرن کي دنياوي آسائشن لاءِ عطا ڪيون آهن ته جيئن انهن کي فتني ۾ مبتلا ڪري انهن جي آزمائش ڪريون ۽ توهان جي رب جو رزق بهتر ۽ باقي رهڻ وارو آهي."

ائين باري تعاليٰ توهان کي غير ڏانهن ڏيان ڏيڻ کان روڪيندي فرمائي ٿو "توهان جو رزق بہ ان جي اطاعت سان لاڳاپيل آهي جيڪو توهان کي پنهنجي خزاني مان ۽ پنهنجي فضل سان عطا ڪندو رهندو." توهان کي آگاهہ ڪيو وڃي ٿو تہ خدا کان سواءِ هر شي هڪڙو فتنو آهي جنهن جي ذريعي توهان جي آزمائش ڪئي ويندي. تنهن ڪري توهان جي لاءِ ان جي ورهاست تي راضي رهڻ بهتر آهي ۽ اها ڳالهہ خير وبرڪت جو سبب بہ آهي. تنهن ڪري توهان کي گهرجي تہ ان کي پنهنجو طور طريقو پنهنجي واپسيءَ جو مرڪز پنهنجي ظاهر ۽ باطن جي علامت، ۽ پنهنجي خواهش ۽ مراد جو مقصد بڻايو. اهوئي اهو رشتو آهي جنهن سان توهان پنهنجو مقصد حاصل ڪري سگهو ٿا ۽ اهائي اها روش آهي جيڪا توهان کي هر جاءِ تي پهچائي سگهي ٿي. ان جي ڪري توهان کي هر خيروبرڪت، نعمت ۽ تازگي، ۽ سرور ڏانهن ترقي وٺرائي پهچايو ويندو. جيئن باري تعاليٰ جو فرمان آهي "ڪنهن بہ هستي کي اهو علم ڪونهي تہ ان جي عمل جي جزا ڏيڻ لاءِ اکين جي ٺڏاڻ کان ڪهڙي شي کي لڪل رکيو ويو آهي." لھٰذا گناهن کي ترڪ ڪرڻ ۽ پنج وقتي عبادت کان پوءِ خدا جي ويجهو انهن عملن کان وڌيڪ پلو ۽ وٽندڙ ڪوئي عمل ڪونہ آهي جن جو اسان توهان سان ذڪر ڪري چڪا آهيون. الله تعاليٰ اسان ۽ توهان، سڀني کي پنهنجي ڪرم سان انهن عملن ڪرڻ جي توفيق عطا فرمائي جيڪي ان کي پسند آهن.

## پنجويهون مقالو

## "ايمان جو ھونءِ"

ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي هن قسم جا جملا هرگز نہ چئو: اي ڪنگلا فقير! اي اهي شخص جنهن کان دنيا ۽ دنيا وارن منهن ڦيري ڇڏيو آهي. اي بادشاهن ۽ انهن جي درٻارين جي سامهون خدا جي ذڪر کان غافل رهڻ وارا. اي بکيا اڃيا ۽ اگهاڙي بدن وارا. اي پريشان حال. اي هر هنڌ، زمين، مسجد ۽ بيابان ۾ پريشان رُلڻ وارا. اي هر هنڌان ڌڪاريل. اي مايوس دل انسان جنهن جي دل ۾ هر وقت تمنائن جو هجوم رهي ٿو.

بيشڪ خدا مون کي فقير پيدا ڪري دنيا کي مون کان پري ڪري ڇڏيو ۽ مون کي ڪيرائي ڇڏي ڏنو. مون کي دشمن تصور ڪري برگشته ڪري ڇڏيو. منهنجي دل جمعي ختم ڪري ذليل ۽ خوار ڪندي مون کي دنيا ۾ ڪفالت جي مطابق عطا نه ڪيو. غيرن کي مڪمل نعمت عطا ڪري رات ڏينهن انهن کي سڪون ۽ اطمينان جي زندگي گذارڻ جو موقعو فراهم ڪندي مون تي ۽ منهنجي وطن وارن تي فوقيت عطا ڪئي. حالانڪ اسان ٻئي مسلمان ۽ آدم ۽ حوا جو اولاد آهيون. ليڪن توسان خدا اهڙو عمل انهيءَ ڪري ڪيو جو تنهنجو ضمير سخت مٽي مان ٺهيل آهي ۽ ان تي خدا جي رحمت سان مسلسل صبر ۽ رضا، يقين ۽ معرفت، ايمان ۽ توحيد، ۽ نورِ الاهي جي ذريعي سيرابي ۽ تازگي رهي ٿي. لهٰذا تنهنجي ايمان جي ٻوٽي جون پاڙون مضبوط ٿي چڪيون آهن، ان جا گونچ وڏي وزندار ٿي ان جون ٽاريون بلند ۽ ڇانؤ ڪندڙ ٿي ويون آهن. اهو وڻ ڏينهون ڏينهن وڌو ٿيندي پاڻ کان بي نياز ٿي چڪو آهي ۽ تنهنجي انهي فعل کان خدا خوش ٿي توکي جنت جو مالڪ بڻائي ڇڏيو آهي ۽ پنهنجي بخشش ۽ عطا سان تنهنجي لاءِ آخرت ۾ انهن نعمتن جي فراواني فرمائي ڇڏي آهي جن کي نه اکين ڏٺو آهي ۽ نه ڪنن ٻڌو آهي ۽ نه وري ڪنهن جي دل ۾ انهن جو تصور اچي سگهي ٿو. جيئن باري تعاليٰ فرمايو آهي "ڪنهن به هستي کي اهو علم ڪونهي ته ان جي عملن جي جزا ۾ ان جي اکين جي ٺڏاڻ لاءِ ڪهڙيون ڪهڙيون شيون لڪائي رکيون ويون آهن." يعني جن ماڻهن اوامر جي پابندي ڪندي ۽ نواهي تي صبر کان ڪم وٺي پنهنجن معاملن کي تقديرِ الاهي جي حوالي ڪري تسليم ۽ رضا کان ڪم ورتو ۽ مڙني معاملن ۾ عملي طور خدا سان موافقت پيدا ڪئي، انهن کي ان جي صلي ۾ جنت عطا ڪئي وئي. ليڪن جن ماڻهن کي خدا دنيا جو مالڪ بڻائي دنيا ۾ ئي انهن تي نعمتن ۽ فضل جي تڪميل فرمائي ته انهن جي لاءِ اهو معاملو انهي لاءِ ڪيو ويو ته انهن جي ايمان جي سرزمين ڪلراٺي ۽ پٿريلي هئي جنهن ۾ نه ته پاڻي بيهڻ جي صلاحيت هئي ۽ نه وڻ ڦٽڻ جي طاقت ۽ نه ان ۾ پوکي راهي ٿي سگهي ٿي، ۽ نه وري باغ لڳائي سگهيا ٿي. لهٰذا ان ۾ مختلف قسمن جي ٻاڻ

سان گڏ اهڙي قسم جي شي وڌي وئي جنهن جي ڪري سواءِ ڏين، ڪکن ۽ جهنگلي ٻوٽن جي ٻيو ڪجهه پيدا نٿو ٿي سگهي. اهوئي دنيا جو ڪارخانو آهي. اهو انهيءَ ڪري ڪيو ويو آهي تہ جيئن انهن جي اندر (قلب) ۾ الله تعاليٰ عملن جي وڻن ٻوٽن سان جنهن شي کي پوکيو آهي ان جي حفاظت ٿيندي رهي. جيڪڏهن ان زمين مان پاڻ کي بلڪل ختم ڪيو وڃي تہ يقينن گاهہ ٿي ويندو ۽ وڻن جي سُڪي وڃڻ ڪري ميوا ڪري پوندا. جنهن جي ڪري ملڪ ۾ ويراني پکڙجي ويندي جڏهن تہ باري تعاليٰ کي ان جو آباد رکڻ منظور آهي. تنهن ڪري اميرن جي ايمان جو ڪمزور وڻ ان شي کان خالي آهي جنهن سان فقيرن جي ايمان جو وڻ ڀريل آهي ۽ اميرن جي ايمان جي وڻ جي قوت ۽ بقا صرف ان شي جي ڪري آهي جنهن کي توهان انهن وٽ دنيا جي مختلف قسمن جي نعمتن جي شڪل ۾ ڏسي رهيا آهيو. پوءِ جيڪڏهن انهن جي ايمان جي وڻ جي ڪمزوريءَ جي باوجود اهي نعمتون کسيون وڃن تہ اهو وڻ سُڪي ٻسو ٿي ويندو.

اهي ماڻهو ڪافرن ۽ منڪرن، منافقن ۽ مرتدن جي ٽولي ۾ شامل ٿي ويندا، پر جيڪڏهن الله تعاليٰ شاهوڪار ماڻهن تي يقين ۽ توفيق، ۽ علم و معرفت جو لشڪر موڪلي تہ پوءِ انهن جا ايمان بہ مضبوط ٿي سگهن ٿا. پوءِ انهن کي دولت ۽ نعمت جي کسجي وڃڻ تي تر جيترو بہ ملال نہ ٿيندو. الله تعاليٰ هدايت ۽ توفيق فرمائڻ وارو آهي.

## چوويهون مقالو

## ”حال کي لڪائي رکو“

پنهنجي حال جي چهري کي ان وقت تائين بي نقاب نہ ڪريو جيستائين توهان مخلوق مان خارج ٿي پنهنجن سمورن حالن ۾ ان کي پوئتي رکندي پنهنجون سموريون خواهشون فنا نہ ڪري ڇڏيو. پوءِ جڏهن توهان جا ارادا ۽ تمنائون ختم ٿي وينديون تہ پوءِ توهان دنيا ۽ آخرت جي ماڻهن کان فنائيت حاصل ڪري ان سوراخ واري ٿانوَ وانگر ٿي ويندا جنهن ۾ خدا جي ارادي کان سواءِ ڪوئي ارادو باقي نہ رهندو ۽ توهان کي اهڙي طرح نور سان ڀريو ويندو جو توهان جي دل ۾ خدا کان

سواءِ ڪنهن جي بہ گنجائش نہ رهندي ۽ توهان کي پنهنجي اندر (قلب) جو نگهبان بڻائي توحيدوعظمت ۽ جبروت جي اها تلوار عطا ڪئي ويندي تہ جيئن وقت بہ وقت توهان کي پنهنجي دل جي ويجهو ڪا شي بہ نظر ايندي تہ توهان ان جو ڪنڌ ڪپي ڇڏيندا. جنهن ڪان پوءِ نفس ۽ خواهش، ۽ دنياوآخرت جي ڪابہ تمنا توهان جي سامهون ڳر کڻي ڪونہ سگهندي ۽ ڪنهن جي بہ ڳالهہ توهان جي ٻڌڻ جي قابل نہ رهندي، خدا ڪان سواءِ توهان جي ويجهو ڪابہ هستي قابلِ اطاعت نہ رهندي، پوءِ جڏهن الله تعاليٰ سان توهان کي ايتري موافقت حاصل ٿي ويندي جو توهان جُي خوشنودي ۽ توهان جي فنا ان جي قدروقضا جي تابع ٿي ويندي تہ توهان کي مخلوق جي غلام جي بجاءِ خدا جو غلام سڏيو ويندو. ان ڪان پوءِ جڏهن توهان جي اندر خدائي حڪمت تي پختگي جي صلاحيت پيدا ٿي ويندي تہ توهان جي دل جي چوڌاري غيرت جا شاميانا لڳايا ويندا ۽ عظمت جون کاهيون (خندقون) کوٽيون ويندون. ان وقت توهان جي مٿان جبروت جو تسلط هوندو ۽ توحيد ۽ حقيقت جو لشڪر توهان کي اهڙي طرح وڪوڙي ويندو جو الله تعاليٰ ان تي ايترا نگهبان مقرر ڪندو جو توهان جي دل تائين ڪنهن مخلوق جي پهچ (رسائي) نہ ٿي سگهي ۽ شيطان، نفس ۽ خواهشون، ارادا ۽ باطل تمنائون ۽ اهي ڪوڙيون دعوائون جيڪي طبيعت ۽ نفس کي برائي جو حڪم ڏيڻ واري نفس اماره جي طرفان پيدا ٿينديون آهن ۽ اهي گمراهيون جيڪي نفس جون پيداوار آهن توهان جي دل تائين رسائي حاصل نہ ڪري سگهنديون. پوءِ جيڪڏهن ان ڪيفيت ۾ بہ مخلوق جي آمد مقدر ٿي وئي آهي تہ اهي مسلسل يا هڪبئي جي پٺيان توهان وٽ ايندا رهندا ۽ سيئي توهان جي عملن تي انهيءَ ڪري متفق هوندا تہ اهي توهان جي روشن نور واضح نشانين ۽ ڪامل حڪمت سان اهڙين مافوق الفطرت ڪرامتون ظاهر ٿيڻ جو مشاهدو ڪري سگهن جن سان قربت ۽ طاعت ۽ پنهنجي رب جي عبادت ۾ وڌيڪ اضافو ٿي سگهي. ليڪن توهان کي انهن ماڻهن، نفساني خواهشن، رغبت ۽ پاڻ تي غرور ڪرڻ ڪان محفوظ رکيو ويندو ۽ ماڻهن ۾ توهان جي مقبوليت جي باوجود توهان جي نفس کي انهن ڏانهن لاڙو (رغبت) ڪرڻ ڪان روڪيو

ويندو. اهڙي طرح جيڪڏهن ڪا حسين ۽ جميل زال توهان جي مقدر ۾ آهي ته ان جي خرچ پکي ۽ سهاري جي مطابق توهان کي دولت به عطا ڪئي ويندي. ان جي ۽ پڻ ان جي مائٽن مٽن ۽ اولاد جي شر کان به توهان کي محفوظ رکيو ويندو ۽ توهان کي اهڙيون نعمتون عطا ڪيون وينديون جن ۾ خير ۽ برڪت به هوندي ۽ هر ساڙ ۽ گندگي کان پاڪ به هونديون. توهان جي اندر ۾ پليتي ۽ فساد، بغض ۽ ڪينو ساڙ ۽ ڪاوڙ ۽ ڳجهي خيانت کي به داخل ٿيڻ ڪونه ڏنو ويندو. توهان ۾ سموري اولاد جو بار کڻڻ جي اهڙي صلاحيت پيدا ڪئي ويندي جنهن سان توهان کي ڪا به تڪليف نه پهچي ۽ جيڪڏهن زال مان توهان جي قسمت ۾ ڪا اولاد هوندي ته ان کي صالح ۽ اکين جو ٺار بڻايو ويندو. جيئن باري تعاليٰ فرمائي ٿو "اسان انهن جي زالن کي سليقي وارو ٺاهيو." هڪڙي ٻي جاءِ تي فرمايو "اي رب هن اولاد کي پنهنجو محبوب ڪر." انهن آيتن ۾ اهڙيون دعائون آهن جو جيڪڏهن انهن کي پنهنجو معمول بڻايو وڃي ته اهي توهان جي حق ۾ مقبول ٿينديون. توڙي توهان ٻي ڪا دعا ڪريو يا نه ڪريو. انهيءَ ڪري جو انهن دعائن جو پنهنجي وقت تي ٿيڻ ۽ انهن دعائن جو اهل هجڻ گهڻو ضروري آهي. تنهن ڪري جيڪو به ان جو اهل هوندو ان کي ئي اهي نعمتون حاصل ٿي سگهنديون. اهل به ان کي چيو ويندو جيڪو ان منزل ۽ مقام تي فائز هجي جيڪي فضل ۽ قرب جي لاءِ مقدر ڪيا ويا آهن. اهڙي طرح دنيا جي اها شي به جيڪا توهان جي قسمت ۾ آهي ته اها به توهان جي لاءِ انهيءَ ڪري نقصان ڏيندڙ نٿي ٿي سگهي جو اها توهان جو نصيب بڻجي چڪي هئي ۽ ان جو حاصل ٿيڻ به توهان جي لاءِ ضروري هيو. اها شي توهان کي خدا جي فعل و ارادي ۽ ان جي حڪم سان عطا ڪئي ويندي ۽ توهان کي الله تعاليٰ جي حڪم جي بجاآوري تي اهڙي طرح ثواب عطا ڪيو ويندو جهڙي طرح روزي نماز جي ادائگي تي ڏنو ويندو آهي.

جيڪا شي توهان جي مقدر ۾ ڪونهي ان کي حاجتمندن، دوستن، پاڙن ۽ حقدار فقيرن ۽ زڪوات جي حقدارن تي خرچ ڪرڻ جو حڪم ڏنل آهي. ان کان پوءِ توهان تي سمورا حال اهڙي طرح پڌرا ڪيا ويندا جو توهان ان ۾ فرق ۽ امتياز ڪري ڪونه سگهندا، جيئن

ڪا خبر مشاهدي جي برابر يا ڪا ڪنن سان ٻڌل ڳالهه اکين سان ڏٺل واقعي جي برابر نٿي ٿي سگهي. پوءِ توهان کي پنهنجي فرض جي انجام ڏهي تي اهڙي طرح روشن ۽ پاڪيزه حالت تي پهچايو ويندو جنهن ۾ نه ته ڪو ساڙ هوندو ۽ نه ميل جول نه هڪجهڙائي (ساڳي حالت). نه وري ڪنهن شڪ شبهي جي گنجائش باقي رهندي. تنهن ڪري توهان کي گهرجي ته صبر ۽ رضا، گمنامي ۽ خاموشي کي پنهنجي لاءِ لازمي قرار ڏئي ڇڏيو. دنيا کان فرار ۽ پاسو اختيار ڪيو. الله تعاليٰ کان ڊڄندي نگاهون هيٺ رکو. تان ته مقرر وقت اچي وڃي. پوءِ توهان کي سمورين ڏکيائين کان محفوظ رکي توهان جو هٿ پڪڙي اڳتي وڌائيندي توهان کي فضل ۽ ڪمال، جودوڪرم ۽ رحمت جي درياءَ ۾ ٽٻيون ڏياري انوار و اسرار جو لباس پارايو ويندو. علم لدني کان سرفراز ڪري بارگاهه جو مقرب بڻائي ڪلامِ الاهي سان نوازيو ويندو ۽ طاقت و شجاعت جو بلند مقام عطا ڪري توهان سان ائين خطاب ڪيو ويندو ته بيشڪ اڄ توهان اسان جي بارگاهه ۾ مقرب ۽ امين بڻجي آيا آهيو. پوءِ ان وقت توهان پنهنجي حالت کي حضرت يوسف عليه السلام جي ان حال تي قياس ڪجو جڏهن مصر جي بادشاهه (عزيزِ مصر) جي زباني اهي لفظ اهڙي نموني واري خطاب سان حضرت يوسف عليه السلام کي چيا ويا هيا. توڙي جو ظاهر ۾ ته انهن لفظن کي ادا ڪرڻ واري زبان بادشاهه جي هئي ليڪن حقيقت ۾ اها اهلِ معرفت کي خطاب ڪرڻ واري الله تعاليٰ جي زبان هئي. پوءِ جڏهن مصر جي بادشاهه حضرت يوسف عليه السلام کي ظاهري بادشاهي به حوالي ڪئي ته ان وقت حضرت يوسف عليه السلام ماڻهن جي جان ۽ مال جا مالڪ به بڻجي ويا ۽ علم و معرفت، قرب و اختصاص ۽ الله تعاليٰ جي طرفان نازل ڪيل اعليٰ مرتبن جي لائق به ٿي ويا. جيئن الله تعاليٰ فرمايو آهي "اهڙي طرح اسان يوسف کي مصر جي بادشاهت عطا ڪئي ۽ جتي ان جي دل گهري رهي." هڪڙي جاءِ تي الله تعاليٰ نفس جي ملڪيت جي باري ۾ فرمايو آهي "اهڙي طرح اسان يوسف کي عزيزِ مصر جي قربت کان محفوظ رکيو ته جيئن اسان هر برائي کي ان کان پري رکون. ڇوته اهو اسان جي مخلص ٻانهن مان آهي." پوءِ حضرت يوسف عليه السلام جي علم ۽ معرفت جي باري ۾

فرمايو "مون وٽ اهوئي علم آهي جيڪو منهنجي رب مون کي سيکاريو آهي ۽ مون هن قوم جي مذهب کي ترڪ ڪيو جيڪا خدا تي ايمان نٿي رکي." تنهن ڪري توهان کي گهرجي تہ جڏهن اهڙي طرح توهان کان درگذر ڪندي علم جو عظيم حصو عطا ڪيو وڃي ۽ توفيق ۽ احسان ۽ قدرت ۽ منفرد ولايت ۽ نفس تي حڪم نافذ ڪرڻ جي ڪري مبارڪباد پيش ڪئي وڃي ۽ خداوندي حڪم سان آخرت کان اڳ ۾ ئي دنيا ۾ سمورين شين تي قادر ڪندي آخرت ۾ دارالسلام ۽ عظيم مرتبي واري جنت حاصل ٿي وڃي تہ ان بي پايان عنايت تي پنهنجي مولا ڏانهن ئي نظر هجڻ گهرجي، ڇوتہ اهو هڪڙو اهڙو مطلوب ۽ مقصود آهي جنهن جي ڪا پڇاڙي ۽ انتها ڪونهي. الله تعاليٰ ئي انهن حقيقتن کي سمجهڻ جي توفيق عطا ڪرڻ وارو رحيم ۽ ڪريم آهي.

## ستاويهون مقالو

### "چڱائي ۽ مَٺائي هڪڙي ئي وڻ جا ٻہ ميوا آهن"

چڱائي ۽ مَٺائي (خير و شر) هڪڙي ئي وڻ جي ٻن ٽارين جا ميوا آهن. هڪڙي ٽاريءَ جا ميوا تہ مٺا هوندا آهن ۽ ٻي ٽاري جا ڪٺا. تنهن ڪري توهان جي لاءِ ضروري آهي تہ انهن ملڪن ۽ ان سرزمين کي ڇڏي ڏيو جتان جا ماڻهو ڪنهن ٽاري جي ميوي کي پٽيندا هجن. اهڙن ماڻهن کان ۽ انهن جي تعلق وارن کان گهڻو پري نڪري صرف ان وڻ جي ويجهڙائي اختيار ڪندي ان جا نگهبان ۽ خادم بڻجي ان جي ويجهو رهو ۽ ان وڻ جي ٽارين ۽ ميون جي سڃاڻپ رکندي مٺي ميوي واري ٽاريءَ ڏانهن توجهہ ڪيو ۽ ان مان ئي پنهنجي غذا ۽ روزي حاصل ڪندي ڪٺي ميوي واري ٽاري ڏانهن ڏيان ڏيڻ کان پاسو ڪندا رهو. ڇوتہ ان جي ڪوڙاڻ توهان جي هلاڪت جو سبب بہ بڻجي سگهي ٿي. پوءِ توهان جڏهن انهيءَ حالت کي دائمي بڻائي ڇڏيندا تہ توهان راحت ۽ سلامتي سان گڏ سمورين آفتن ۽ مصيبتن کان محفوظ ٿي ويندا. ڇوتہ آفتون ۽ مصيبتون ڪٺي ميوي مان پيدا ٿينديون آهن. جيڪڏهن توهان ان وڻ کي نظرانداز ڪري زماني جي گردش ۾ ڦاسي ويا ۽ پوءِ توهان جي هٿ ۾ ٻنهي قسمن جا ميوا پهچي وڃن جيڪي اهڙي نموني گڏيل هجن

جن مان مٺن ۽ ڪتن ميون کي سڃاڻڻ مشڪل هجي ۽ توهان انهن مان هڪڙو داڻو ڪٽي وات ۾ وڌو ته تي سگهي ٿو ته اهو ڪتو هجي ته ان جي ڪوڙاڻ توهان جي وات ۽ دماغ ۾ اثين هلي وڃي جو ان جو رس ۽ ان جا جزا توهان جي جسماني هلاڪت جو سبب ٿي وڃن. يا ان جي ڪوڙاڻ توهان جي وات ۾ اهڙي طرح جذب ٿي وڃي جو ان جا اثر ڏوئڻ سان به ختم نه ٿين ۽ نه جسم ۾ ڦهلجندڙ اثر جسم جي لاءِ نفعي وارا ٿي سگهن. پر جيڪڏهن توهان مٺو داڻو وات ۾ وڌو ته ان جي لذت توهان جي جسماني عضون لاءِ نفعي واري هوندي ۽ مزو ۽ سڪون به حاصل ٿي سگهندو. پر مٺو داڻو ڪائڻ هڪڙوئي دفعو ڪافي ڪونهي بلڪ مسلسل ڪائيندو رهڻ گهرجي ۽ ان ڪان به پاڻ کي محفوظ نه سمجهڻ گهرجي جو ٿئين پيري ڪتو داڻو نه هٿ ۾ اچي وڃي. ڇو ته اسان جي ڳالهه جي مطابق اهي رلمل ٿيل آهن. تنهن ڪري خيريت ان ۾ آهي ته ميون جي سڃاڻپ ۽ وڻ ڪان دوري اختيار نه ڪرڻ گهرجي. بلڪ سلامتي ان ۾ آهي ته وڻ جي ويجهوئي رهڻ گهرجي.

لهٰذا چڱائي ۽ مٺائي (خيروشر) الله عزوجل جا به فعل آهن ۽ اهوئي انهن جو فاعل ۽ جاري ڪندڙ آهي. جيئن باري تعاليٰ خود فرمائي ٿو "الله ئي توهان کي ۽ توهان جي عملن کي تخليق ڪيو آهي." ۽ حضور اڪرم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جو ارشاد آهي ته الله تعاليٰ ئي اٺ ۽ ٻڪري پيدا ڪيا ۽ ان ئي انهن کي ذبح ڪرڻ وارن کي به پيدا ڪيو.

ٻانهن جي عملن ۽ ڏنڏي کي تخليق ڪرڻ وارو به اهوئي آهي. جيئن هڪڙي جاءِ تي الله تعاليٰ فرمائي ٿو "جنت ۾ داخل ٿي وڃو اها توهان جي عملن جي جزا آهي." سبحان الله! اهو ان جو ڪيڏو وڏو رحم ۽ ڪرم آهي ته عملن جي نسبت ٻانهن ڏانهن آهي ۽ انهن جي عملن جي ئي جزا ۾ جنت ۾ داخل ٿيڻ جو حڪم عطا ڪيو مگر اها توفيق به ان جي ئي رحمت سان ملندي آهي جيڪا ان دنيا ۽ آخرت ۾ مقدر ڪري ڇڏي آهي. حضور اڪرم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم فرمائين ٿا ته ڪوبه شخص پنهنجن عملن جي ڪري بهشت ۾ ڪونه ويندو. ڪنهن عرض ڪيو ته يارسول الله (صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم) توهان به

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو ”مان ان وقت تائين داخل ٿي نٿو سگهان جيستائين الله تعاليٰ مون کي پنهنجي رحمت اندر نہ ڍڪي ۽ جيستائين منهنجي مٿان مهرباني جو هٿ نہ رکي.“ اها حديث حضرت عائشہ صديقہ رضي الله تعاليٰ عنها کان روايت ٿيل آهي.
پوءِ جڏهن توهان خدا جي حڪمن جي تعميل ڪندي ان جا فرمانبردار ٿي ويندا تہ الله تعاليٰ توهان کي بڇڙن عملن کان محفوظ رکندي پنهنجي خير ۾ وڌيڪ اضافو ڪندو. توڙي اهي برايون دنيا جون هجن يا آخرت جون. آخرت جي براين کان بچائڻ متعلق باري تعاليٰ جو هي فرمان آهي ”الله توهان کي عذاب ۾ ڇو مبتلا ڪندو جڏهن تہ توهان شڪرگذار مؤمن آهيو.“ الله تعاليٰ شڪر جي جزا ڏيڻ وارو ۽ ڄاڻڻ وارو آهي. تنهن ڪري شڪرگذار مؤمن تائين مصيبتون ڪيئن پهچي سگهنديون، بلڪ اهوتہ مصيبتن جي مقابلي ۾ عافيت ڏانهن انهيءَ ڪري وڌيڪ ويجهو ٿي ويندو آهي جو ان وقت ۾انهو رحمت ۽ نعمت جي مقام ۾ هوندو آهي. جيئن الله تعاليٰ جو فرمان آهي ”جيڪڏهن توهان شڪر ڪنداتہ انعامن اڪرامن ۾ اضافو ڪيو ويندو.“ لهٰذا جڏهن توهان جو ايمان آخرت ۾ جهنم جي باهہ جي انهن شعلن کي اٿين ٿڌو ڪري سگهي ٿو جيڪي هر گناهگار جي لاءِ سزا ٻڻجي ويندا آهن تہ پوءِ ايمان جي ذريعي دنياوي مصيبتن جي باهہ ڇو ٿڌي نٿي ٿي سگهي. البت انهن ٻانهن جا حال بلڪل مختلف هوندا آهن جن کي جذبي، ولايت ۽ برگزيدگي لاءِ چونڊيو ويو هجي. ڇوتہ انهن تي مصيبتن جو هجوم انهيءَ ڪري بہ ضروري آهي تہ ان جي ذريعي خواهشن جي پليتي، طبيعت جي گندگي، شهوتي حرڪتن کان ڇوٽڪارو، ۽ آرام سان لذتون حاصل ڪرڻ، خلق کان اطمينان ۽ ماڻهن جي قربت مان سڪون ۽ مسرت حاصل ڪندا آهن. تنهن ڪري انهن کي انهن مڙني شين کان صاف ڪرڻ مقصد هوندو آهي تہ جيئن انهن جي اندر (قلب) ۾ توحيد؛ معرفت، اسرار ۽ علم ۽ قرب جي نور کان سواءِ ڪجهہ بہ باقي نہ رهي. انهيءَ ڪري دل هڪڙي اهڙي جاءِ آهي جنهن ۾ ٻيائي (دوئي) جي بلڪل گنجائش ڪونهي. جيئن باري تعاليٰ خود فرمايو آهي ”ڪنهن جي بہ سيني ۾ ٻہ دليون ڪونہ رکيون ويون آهن.“ هڪڙي ٻي موقعي تي

فرمايو "سلطان ڪنهن وسندي ۾ داخل ٿيندا آهن تہ ان کي ملياميٽ ڪري وسندي جي معزز ماڻهن کي ذليل و خوار ڪندا آهن ۽ انهن کي آرامده گهرن ۽ عيش ۽ راحت جي زندگي کان ڪڍي ٻاهر ڪندا آهن."
بلڪل اهائي ڪيفيت دل (قلب) جي ولايت جي بہ آهي تہ ان مان شيطانن کي ۽ نفساني خواهشن کي ۽ انهن عضون کي جيڪي انهن خواهشن جي پيروي ڪندي قسمن قسمن جا گناهہ ۽ گمراهي ڪري برباد ڪري ڇڏيندا آهن، دل مان اهڙي نموني ڪڍيو ويندو آهي جو شيطانن جي حڪمراني بہ ختم ٿي ويندي آهي ۽ عضون جي حرڪت بہ ختم ٿي ويندي آهي ۽ سينو جيڪو دل(قلب) جو اڱڻ آهي اهو بہ پاڪ صاف ٿي ويندو آهي. ان وقت دل عرفان ۽ وحدانيت جو ۽ اسرار وعلم جو خزانو بڻجي ويندي آهي. غرض تہ اهي ئي سڀ شيون مصيبتن ۽ تڪليفن جو بدلو آهن. جيئن حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو ارشاد آهي "اسان نبين جو گروهہ توهان کان وڌيڪ تڪليفن ۾ آهيون پوءِ جيڪو جنهن درجي تي فائز آهي ان مطابق." هڪڙي ٻي حديث آهي "مان خدا کي توهان کان وڌيڪ سڃاڻان ٿو ۽ ان کان توهان کان وڌيڪ خوفزده رهندو آهيان." ائين جيڪو شخص بادشاهہ جي جيترو ويجهو هوندو ان جو خوف ۽ خطرو بہ زياده هوندو. ڇو تہ ان جي هر چرپر ۽ اٿڻ ويهڻ هروقت بادشاهہ جي نظرن ۾ رهندا آهن. پر جيڪڏهن ڪير اهو اعتراض ڪري تہ الله تعاليٰ جي نظرن ۾ تہ سموري مخلوق هڪڙي اڪيلي ماڻهوءَ وانگر آهي ۽ ان جي ڪابہ ڳالهہ خدا کان لڪل ڪونهي تہ اسان جواب ڏينداسين تہ جنهن وقت الله تعاليٰ جي بارگاهہ ۾ ويجهڙو پهتل ٻانهي جا مرتبا بلند ٿي ويندا آهن ۽ اهڙي طرح قدر ۽ منزلت ۾ اضافو ٿي ويندو آهي تہ ان نوعيت جي اعتبار کان ان جي لاءِ خطرن جو بہ اضافو ٿي ويندو آهي. ڇو تہ سڀ کان وڌيڪ شڪرگذاري ان تي واجب ٿي ويندي آهي ۽ خدا جون نعمتون ۽ احسان بہ ان تي وڌي ويندا آهن. تنهن ڪري ان جي اطاعت ۾ معمولي بي توجهي ۽ شڪرگذاري ۾ ڪوتاهي ان جي اطاعت ۾ گهٽتائي ۽ نقصان جو باعث ٿي وينديون آهن. جيئن باري تعاليٰ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهروارين لاءِ فرمايو آهي "اي نبي جون زالون! توهان مان جيڪا بہ ڪليل

نافرماني ڪري تہ ان کي ھيٺو عذاب ڏنو ويندو.“ پر نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گھروارين کي اھو چوڻ محض انھيءَ ڪري آھي جو الله تعاليٰ انھن کي حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان گڏائي انھن تي پنھنجين نعمتن جو پورائو ڪري ڇڏيو آھي. پوءِ جيڪو شخص الله تعاليٰ جي بارگاھہ ۾ ويجھڙو ٿي ويو ھجي ان جي ڪھڙي ڪيفيت ھوندي الله تعاليٰ ان شي کان بلند ۽ بالا آھي تہ ان کي ڪنھن مخلوق سان تشبيھہ ڏئي سگھجي. جيئن الله تعاليٰ فرمائي ٿو ”ڪابہ شي ان جھڙي ڪونھي، اھوئي ٻڌندڙ ۽ ڏسندڙ (سميع و بصير) آھي.“ ۽ حقيقت اھا آھي تہ ڪنھن کي بہ ھدايت عطا ڪرڻ بہ ان جوئي ڪم آھي.

## اٺاويھون مقالو

## ”مريد جا تفصيلي احوال“

ڇا توھان اھڙي حالت ۾ راحت ۽ سرور، آسائش ۽ مسرت، امن ۽ سڪون، ۽ ناز ۽ نعمت جي تلاش ۾ آھيو جڏھن تہ توھان نفس ڪُشي ۽ خواھش کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش، ۽ پڻ دنيا ۽ آخرت جي مرادن کي گھٽائڻ لاءِ ڳارڻ (پگھارڻ) واري ڀٺي ۾ پيا آھيو ۽ اھي سيئي شيون توھان جي اندر مڪمل طور (ڪماحقہ) تي موجود آھن. اھڙي صورت ۾ توھان کي گھرجي تہ وچٿرائپ اختيار ڪيو ڇوتہ موجوده شين جي ختم ٿيڻ تائين توھان جي مٿان ان وقت تائين دروازا بند رھندا جيستائين توھان جي اندر تر جيتري بہ خواھش ۽ آرزو موجود آھي. ڇوتہ آزاديءَ لاءِ رقم (فديو) مقرر ٿيل غلام ان وقت تائين آزاد نٿو ٿي سگھي جيستائين ھڪڙي پائي جي رقم بہ ان جي ذمي باقي آھي. اھڙي نموني جيستائين توھان جي اندر ۾ ڪتل جي ڪکڙي جيتري بہ دنيا جي لالچ باقي آھي ان وقت تائين توھان کي قربِ الاھي حاصل نٿو ٿي سگھي ۽ جيستائين دنيا توھان جي لاءِ خواھش ۽ مراد بڻي رھندي يا توھان جي اندر جيستائين ڪنھن دنياوي شي جي ديدار جي تمنا باقي ھوندي يا توھان جي نفس ۾ ڪنھن جو شوق باقي ھوندو يا جيستائين توھان دنياوي ۽ آخرت واري بدلي جا تمنائي رھندا ان وقت تائين توھان فنا جي مقام جي دروازي تي ئي بيٺل رھجي ويندا ۽ توھان کي مڪمل طور فنا جو مقام حاصل ٿي نہ

سگهندو. تنهن ڪري ان وقت تائين توهان کي صبر ڪرڻ گهرجي جيستائين مڪمل طور تي فنائيت حاصل ٿي نہ وڃي ۽ توهان بڻيءَ مان صاف ۽ شفاف ٿي نڪري نہ اچو يا سوناري جي ڪسوٽيءَ تي پورا نہ لهو. ان کان پوءِ توهان کي نرم ۽ خوبصورت لباس پارائي ۽ زيورن سان سينگاري، خوشبو جي هٻڪار ڪرائي سڀ کان عظيم بادشاهہ جي دربار ۾ پهچايو ويندو. اتي توهان کي هيئنئن مخاطب ڪيو ويندو "اڄ توهان امين بڻجي اسان وٽ ترسو." پوءِ توهان سان لطف ۽ ڪرم سان پيش ايندي اهڙي دولت عطا ڪئي ويندي جو توهان هر شي کان بي پرواهہ ٿي ويندا.

ڇا توهان ڪڏهن سون جي انهن ننڍڙن پکڙيل ذرڙن جو مشاهدو ڪيو آهي جيڪي سونارن، دوڪاندارن يا اهڙي قسم جي ٻين ماڻهن جي هٿن ۾ صبح کان شام تائين هڪڙي هٿ کان ٻئي ڏانهن مسلسل منتقل ٿيندا رهندا آهن. پوءِ انهن کي هڪڙي جاءِ تي گڏ ڪري سوناري وٽ بٺيءَ ۾ ڳاريو ويندو آهي. پوءِ انهن کي نرم ڪري ۽ ڪُٽي سٽي انهن جي حالت تبديل ڪري سانچي ۾ وجهي زيور تيار ڪيا ويندا آهن ۽ انهن کي اوجر ڪري چمڪايو ويندو آهي، پوءِ انهن کي خوشبو هڻي اعليٰ ترين ۽ محفوظ هنڌ تي تالا لڳل خزانن ۽ صندوقن ۾ بند ڪيو ويندو آهي يا انهن سان نئين ڪنوار کي سينگاريو ويندو آهي ۽ ڪڏهن اها عورت ڪنهن وڏي بادشاهہ جي ڪنوار بڻجي ويندي آهي جنهن جي ذريعي سون جا اهي ذرڙا مختلف هٿن مان ٿيندا بادشاهہ جي ويجهو يا ان جي مجلس ۾ پهچي ويندا آهن. ليڪن بادشاهہ تائين ان وقت پهچندا آهن جڏهن ڳري پگهرجي نرم ۽ ملائم ٿي ۽ ڪُٽجي سٽجي زيورن جي شڪل اختيار ڪندا آهن. اي مؤمنو! توهان جي بہ بلڪل اهائي حالت آهي تہ جڏهن توهان قضاوقدر جي اچڻ تي صبر کان ڪم وٺندي هرحال ۾ قضا و قدر جي فيصلن تي راضي ٿي ويندا تہ ان وقت توهان کي پنهنجي رب کان ايتري ويجهڙائي حاصل ٿي ويندي جو توهان کي دنيا ۾ ئي معرفت ۽ علم جي نعمتن سان مالا مال ڪيو ويندو ۽ آخرت ۾ بہ توهان جو ٽڪاڻو دارالسلام هوندو. جتي توهان نبين، صديقن، شهيدن ۽ صالحن جي پاڙي ۾ رهي قربِ خداوندي حاصل

ڪري سگھندا. تنهن ڪري اپهرائي کي ترڪ ڪري صبر ۽ بردباريءَ کان ڪم وٺي قضا ۽ قدر تي راضي رهندي الله تعاليٰ تي الزام نہ هڻو. اهڙي صورت ۾ توهان کي يقينن خدا جو عفو و ڪرم ۽ ان جو احسان حاصل ٿي ويندو.

## اوڻٽيهون مقالو

## "غربت ڪفر جي ويجهو ڪري ڇڏي ٿي"

جڏهن مؤمن پانهو پنهنجن سمورن معاملن کي الله تعاليٰ جي حوالي ڪري اهو عقيدو قائم ڪري ٿو ڇڏي تہ رزق جون سيئي سهوليتون الله تعاليٰ جي ئي قدرت ۾ آهن ۽ ان تائين جيڪا بہ شي پهچي وئي آهي ڪنهن غلطيءَ جو امڪان ڪونهي ۽ جيڪا شي ان کي حاصل ڪونہ ٿي آهي ان جو حصول بہ ناممڪن آهي ۽ مؤمن پانهو الله جي هن حڪم تي بہ يقين رکي ٿو "جيڪو شخص الله کان ڊڄي ٿو تہ الله ان جي لاءِ رستا کوليندو آهي ۽ اهوئي جتان جتان گھرندو آهي ان کي رزق عطا ڪندو آهي ۽ جيڪو الله تي ڀروسو ڪري ٿو ان کي الله گھڻو ڪافي آهي." تنهن ڪري مؤمن پانهو جيستائين الله تعاليٰ جي انهي فرمان کي ياد رکندو آهي تہ عافيت ۽ خوشحالي ۾ رهندو آهي، ليڪن جڏهن الله تعاليٰ ان کي آزمائشن ۾ وجهي ان تي بک ۽ ڏک کي مسلط ڪري ڇڏيندو آهي تہ اهو روج راڙو ڪرڻ سان گڏ خدا جي سامهون سوال جو هٿ وڌائڻ لڳندو آهي. پر جڏهن ان کان پوءِ بہ ان جي آزمائش ختم ناهي ٿيندي تہ اهو ان ئي حديث جي مثال وارو ٿي ويندو آهي "بک ڪفر جي ويجهو ڪري ڇڏي ٿي." ليڪن جڏهن باري تعاليٰ ڪنهن تي مهربان ٿيندو آهي تہ ان تان آزمائش ختم ڪري ڇڏيندو آهي ۽ اهو پانهو عافيت ۽ خوشحالي حاصل ڪري حمد ۽ ثنا ۾ مشغول ٿي شڪراني جو اظهار ڪندو رهندو آهي ۽ سڄي زندگي ان حالت تي قائم رهندو آهي. پر جيڪڏهن الله تعاليٰ ڪنهن کي هميشه لاءِ غربت ۽ آزمائش ۾ رکڻ گھرندو آهي تہ ان کان ايمان جو سهارو بہ کسيو ويندو آهي ۽ اهو الله تعاليٰ تي اعتراض ڪندي ۽ الزام لڳائيندي ان جي واعدن تي شڪ ڪرڻ لڳندو آهي ۽ ان جو موت ڪفر جي حالت ۾

اهڙي نموني ٿيندو آهي جو اهو الله تعاليٰ جي آيتن کان انڪاري ۽ ان کان ناراض هوندو آهي. ان ئي مفهوم جي مطابق حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو ارشاد آهي ”قيامت جي ڏينهن سينې ماڻهن کان وڏيڪ سخت عذاب ان تي ٿيندو جنهن کي الله تعاليٰ دنيا جي محتاجي ۽ آخرت جي عذاب جي وچ ۾ رکيو هجي.“

اهڙوئي پنجون اهو ماڻهو آهي جنهن کان حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم بہ پناهہ گهري آهي ۽ اسان بہ الله تعاليٰ کان پناهہ گهرون ٿا. ڇهين شخص اهو آهي جنهن کي الله تعاليٰ عزت وارو ڪري پنهنجن مخصوص ٻانهن جي لڏي ۾ داخل ڪري نبين، ولين، عالمن ۽ ڏاهن (حڪيمن)جو وارث، ۽ ٻين جو سفارشي، مشائخ جو محافظ معلمين جو اڳواڻ ۽ گمراهي کان بچائڻ وارن جو وارث بڻائي ڇڏيندو آهي. پوءِ الله تعاليٰ ان ڏانهن صبر جا پهاڙ ۽ موافقت ۽ رضا جا درياء موڪلي ڇڏيندو آهي ۽ ان کي پنهنجي قضاوقدر ۽ پنهنجي فعل سان اهڙي طرح خوشحال ۽ بي پرواهہ ڪري ڇڏيندو آهي جو اهو الله تعاليٰ طرفان گهڻي عطا حاصل ڪري وٺندو آهي ۽ صبح شام ظاهري ۽ باطني طور تي نازن سان ۽ نعمتن ۾ پلجندو رهندو آهي ۽ قسمن قسمن جي بخشش مان لطف اندوز ٿيندي پنهنجي رب سان وچي ملندو آهي. ڪنهن کي هدايت ڏيڻ بہ الله تعاليٰ جي ئي هٿ ۾ آهي.

## ٽيهون مقالو

## ”عمل ۽ ٻهانو نہ ڳوليو“

ڪهڙي تہ عجب جي ڳالهہ آهي تہ توهان اڪثر ڪري اهو چوندا رهندا آهيو تہ ڪهڙو عمل ۽ ڪهڙي تدبير اختيار ڪجي. جنهن ڪري توهان کي چيو ويندو آهي تہ توهان ان وقت تائين پنهنجي حد ۾ رهي حد ٽپڻ جي ڪوشش نہ ڪريو جيستائين الله تعاليٰ طرفان رهنمائي حاصل نہ ٿي وڃي. جيئن باري تعاليٰ فرمائي ٿو ”اي ايمان وارو! صبر ڪندي صبر تي غلبو حاصل ڪيو ۽ صبر سان ئي رابطو رکندي الله کان ڊڄندا رهو تہ جيئن توهان ڀلائي کي پهچي وڃو.“ ڀهريان تہ باري تعاليٰ صبر جي تلقين ڪري رهيو آهي، پوءِ صبر تي قبضو ڄمائڻ جو

حڪم ڏيندي ان تي مضبوط رهڻ جي تنبيهه ڪندي ان کي ترڪ ڪرڻ کان ڊيڄاريندي فرمائي ٿو "واتقوا الله يعني صبر کي ڇڏي ڏيڻ جي سلسلي ۾ الله کان ڊڄندا رهو." مطلب تہ صبر جي دامن کي هٿان نہ ڇڏڻ ۾ ئي سلامتي آهي. حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو ارشاد آهي "صبر ايمان جي لاءِ ائين ئي آهي جيئن جسم لاءِ مٿو هوندو آهي." هڪڙي ٻي روايت ۾ آهي "هر شي جو ثواب تہ ان جي مقدار جي مطابق آهي ليڪن صبر جو ثواب مقرر ڪونهي." ۽ باري تعاليٰ جو فرمان اهو آهي تہ "صبر ڪرڻ وارن کي صبر جو بي حساب اجر ڏنو ويندو." تنهن ڪري جڏهن توهان الله تعاليٰ کان ڊڄي صبر تي قائم رهندي حدن جي حفاظت ڪندا رهندا تہ پوءِ الله تعاليٰ پنهنجي ڪتاب ۾ ڪيل واعدي مطابق توهان کي پوري پوري جزا (ثواب) عطا فرمائيندو. جيئن اهو فرمائي ٿو "جيڪو خدا کان ڊڄي ٿو تہ الله ان جي لاءِ رستا کولي ڇڏيندو آهي ۽ جتان گهرندو آهي بنا وهم ۽ گمان جي رزق عطا ڪندو آهي."

خوشحالي حاصل ٿيڻ تائين جيستائين توهان پنهنجي صبر تي قائم رهندا تہ ان وقت تائين توهان جو شمار توڪل ڪرڻ وارن ۾ ٿيندو رهندو. ڇوتہ الله تعاليٰ توهان سان پنهنجي ڪفالت جو هيئن واعدو فرمائي ٿو "جنهن الله تي ڀروسو ڪيو ان جي لاءِ خدا گهڻو ڪافي آهي." اهڙي طرح توهان پنهنجي صبر ۽ توڪل جي ڪري انهن محسنن ۾ داخل ٿي ويندا جن جي اجر لاءِ توهان سان هن طرح واعدو ڪيو ويو آهي "اسان هن ئي نموني سان محسنين کي اجر ڏيندا آهيون" ۽ اهائي شي توهان جي لاءِ خدا جي محبوبيت جي حامل بڻجي ويندي. جيئن ان جو فرمان آهي "بيشڪ خدا محسنين کي محبوب بڻائيندو آهي." انهيءَ ڪري صبر ئي دنيا ۽ آخرت ۾ سلامتيءَ جو باعث آهي ۽ اتان ئي مؤمن کي ترقي ڏئي رضا ۽ موافقت جي منزل ۾ داخل ڪيو ويندو آهي. پوءِ الله تعاليٰ جي فعلن ۾ فنا ٿي ابداليت ۽ گجهہ پروڙڻ واري مقام تائين عروج حاصل ڪري وٺندو آهي. تنهن ڪري صبر کي ترڪ ڪرڻ کان پاسو ڪريو ورنہ دنيا ۽ آخرت ۾ خوار ٿيندي ٻنهي جهانن جي خير ۽ ڀلائي کان محروم ڪيا ويندو. الله تعاليٰ پنهنجي پناهہ ۾ رکي.

## ايڪٽيهون مقالو

### ”خدا جي لاءِ ئي دوستي ۽ دشمني اختيار ڪيو“

جڏهن توهان پنهنجي دل (قلب) ۾ ڪنهن شخص سان دشمني يا محبت محسوس ڪيوتہ ان جي عملن جو ڪتاب (قرآن شريف) ۽ سنت سان محاسبو ڪيو. جيڪڏهن ان جو عمل واقعي دشمني جي قابل آهي تہ خدا ۽ رسول جي رضا لاءِ خوش ٿيو. جيڪڏهن قرآن ۽ سنت جي مطابق ان جو عمل سٺو هجي پر توهان ان سان ساڙ ڪندا هجوتہ توهان جي ان فعل کي ظالماڻو چيو ويندو ۽ توهان خدا ۽ رسول جا نافرمان سڏيا ويندا. تنهن ڪري توهان کي گهرجي تہ پنهنجي ان فعل کان خدا جي آڏو توبهہ ڪريو ۽ خدا پاڪ کان ان جي محبت کان علاوه سيني ولين، صوفين ۽ صالحن جي محبت طلب ڪندا رهوتہ جيئن توهان انهن جي محبت ڪري خدا پاڪ جي محبت ۾ اچي وڃو ۽ بلڪل اهائي شڪل توهان ان شخص جي سلسلي ۾ اختيار ڪيو جيڪو توهان سان محبت ڪري ٿو. يعني ان جي عملن جو قرآن ۽ سنت جي مطابق محاسبو ڪري ڏسو. جيڪڏهن اهو انهن ٻنهي جي مطابق سٺو ماڻهو آهي تہ توهان بہ ان سان محبت ڪيو ۽ جيڪڏهن اهو نفرت جي قابل آهي تہ پوءِ توهان بہ ان سان دشمني اختيار ڪيو تہ جيئن ساڙ ۽ محبت ۾ توهان جي ذاتي خواهش جو دخل باقي نہ رهي. انهيءَ ڪري توهان کي خواهش جي مخالفت ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو آهي. جيئن باري تعاليٰ جو فرمان آهي ”خواهشن جي تابعداري نہ ڪريو ورنہ اهي توهان کي الله جي رستي کان گهڻو گمراه ڪري ڇڏينديون.“

## ٻٽيهون مقالو

### ”خدا جي محبت ۾ ڪنهن کي شريڪ نہ ڪيو“

اڪثر ڪري توهان اهو چوندا رهندا آهيوتہ اسان جنهن سان محبت ڪريون ٿا تہ اها محبت پائيدار نٿي هجي ۽ اسان جي محبت جي وچ ۾ ضرور ڪا شي حائل ٿي وڃي ٿي. يا تہ اهو شخص ڪٿي گم ٿي وڃي ٿو يا اهو فوت ٿي وڃي ٿو. يا ڪنهن نہ ڪنهن نموني سان

دشمني پيدا ٿي ويندي آهي. جيڪڏهن اسان ڪنهن مال ملڪيت سان محبت ڪيون ٿا ته ياته خرچ ٿي وڃي ٿو يا هٿ مان نڪري وڃي ٿو. پر جيڪڏهن توهان چاڻ رکو ٿا ته اي خدا جا محبوب ۽ منظور ٻانهوا توهان کان پڇيو ٿو وڃي ته ڇا توهان کي اهو معلوم ڪونهي ته الله تعاليٰ "غيور" آهي جنهن توهان کي صرف پنهنجي لاءِ ئي تخليق ڪيو آهي. ليڪن توهان جون نظرون ان جي غير تي کُتل رهنديون آهن. ڇا توهان الله تعاليٰ جو اهو فرمان ڪونهي ٻڌو "اهوبه انهن کي محبوب رکندو آهي جيڪي ان کي محبوب رکندا آهن." هڪڙو ٻيو فرمان آهي "اسان جنن ۽ انسانن کي صرف پنهنجي عبادت لاءِ پيدا ڪيو آهي." ڇا توهان حضور صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جو اهو ارشاد ڪونهي ٻڌو "جڏهن الله تعاليٰ ڪنهن ٻانهي کي محبوب رکندو آهي ته ان کي آزمائش ۾ مبتلا ڪري ڇڏيندو آهي، پوءِ جيڪڏهن اهو صبر کان ڪم وٺندو آهي ته ان کي الله تعاليٰ پاڻ وٽ محفوظ ڪري ڇڏيندو آهي." اصحابن سڳورن عرض ڪيو ته يا رسول الله (صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم) محفوظ ڪرڻ جو ڪهڙو مفهوم آهي؟ پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم فرمايو ته ان ٻانهي جو نه مال ڇڏيندو آهي ۽ نه ان جي اولاد ڇڏيندو آهي ڇوته جڏهن ٻانهو مال ۽ اولاد جي محبت ۾ گرفتار ٿي ويندو آهي ته خدا جي محبت گهٽجي خدا جي ۽ ان جي غير جي وچ ۾ گڏيل ملڪيت ٿي ويندي آهي ۽ الله تعاليٰ غيور ۽ هرشي تي غالب هجڻ ڪري غير جي شرڪت کي هرگز قبول نٿو ڪري سگهي ۽ پنهنجي شريڪ کي هلاڪ ۽ ختم ڪري ڇڏيندو آهي ته جيئن ٻانهي جي دل (قلب) ۾ ان جي غير جي داخلا (شرڪت) کي ڇڏي صرف خالص الله تعاليٰ جي ئي محبت قائم رهي.

پوءِ ان وقت الله تعاليٰ جو هي فرمان ثابت ٿي ويندو آهي "خدا انهن سان محبت ڪندو آهي جيڪي ان سان محبت ڪندا آهن." ايستائين جو جڏهن دل مائٽن ۽ دوستن يارن کان، گهر وارن، مال ۽ اولاد کان، لذتن ۽ شهوتن کان، ولايت ۽ رياست جي طلب کان، ڪرامتن ۽ حالتن کان، منزلن ۽ مقامن کان، درجن ۽ قرب جي طلب کان خالي ٿي ويندي آهي ته پوءِ دل ۾ نه ڪو ارادو باقي رهندو آهي ۽ نه ڪا تمنا. ان

جو مثال سوراخ واري ٿانوَ جهڙو ٿي ويندو آهي جنهن ۾ پاڻي بيهي نہ سگهندو آهي. ائين دل (قلب) بہ خدا جي فعل سان ٽٽل ٿي ويندي آهي ۽ جنهن وقت بہ ان ۾ ڪو ارادو يا تمنا پيدا ٿيندا آهن تہ الله تعاليٰ جي غيرت ۽ ان جو فعل ان کي لتاڙي اجلائي ڇڏيندا آهن ۽ دل جي چوڌاري عظمت ۽ جبروت ۽ هيبت جا پردا وجهي ڇڏيا ويندا آهن ۽ انهن جي پٺيان دبدبي ۽ ڪبريائي جون کاهيون (خندقون) کوٽيون وينديون آهن. پوءِ ڪنهن بہ شي جو ارادو دل جي ويجهو ڪونہ ايندو آهي ۽ ان وقت مال ۽ اولاد، گهروارا ۽ دوست، ۽ عبادت مان ڪوئي سبب بہ توهان جي لاءِ نقصان وارو ٿي نہ سگهندو آهي. انهيءَ ڪري جو اهي سيئي شيون دل (قلب) مان ڪيڏي ڇڏيون وينديون آهن ۽ الله تعاليٰ بہ پنهنجي ٻانهي وٽ انهن شين جي موجودگي ڪري جوش ۾ ڪونہ ايندو آهي. بلڪ اهي ئي شيون الله تعاليٰ طرفان ٻانهي لاءِ لطف ۽ ڪرم ۽ ان وٽ اچڻ وارن لاءِ نعمت ۽ رزق جو ذريعو بڻجي وينديون آهن ۽ ان وٽ اچڻ وڃڻ وارا بہ رحمت ۽ ڪرم ۽ ان جي حفاظت جا حقدار ٿي ويندا آهن ۽ اهوئي ٻانهو دنيا ۽ آخرت ۾ انهن جو محافظ ۽ شفاعت ڪرڻ وارو ٿي ويندو آهي.

## ٽيٽيهون مقالو

# "ماڻهن جا چار قسم هوندا آهن"

ماڻهن جا چار قسم آهن. پهرين قسم وارا ماڻهو تہ اهي آهن جن وٽ نہ تہ زبان هوندي آهي ۽ نہ دل (قلب) بلڪ اهي جٽ، عام ماڻهو ۽ ٿوٽي هوندا آهن. نہ تہ الله تعاليٰ وٽ انهن جو قدر ۽ منزلت هوندي آهي ۽ نہ انهن ۾ ڪنهن قسم جي ڀلائي هوندي آهي. انهن جو مثال ڀوسي وانگر هوندو آهي جنهن ۾ ڪنهن بہ قسم جو وزن ڪونہ هوندو آهي. باقي جيڪڏهن الله تعاليٰ انهن کي پنهنجي رحمت ۾ وٺي انهن جي دلين کي ايمان جي هدايت عطا ڪري ۽ اهي پنهنجن عضون کي الله تعاليٰ جي اطاعت ۾ مشغول ڪن. ليڪن اهڙن ماڻهن سان گڏجڻ ۽ انهن سان تعلقات پيدا ڪرڻ کان پاسو ڪندا رهو. ڇوتہ اهڙا ماڻهو عذاب ۽ غضب جا حقدار ۽ جهنمي هوندا آهن. الله تعاليٰ اهڙن ماڻهن کان اسان

کي پنهنجي پناهہ ۾ رکي. پر جيڪڏهن توهان انهن عالمن جهڙا ٿيڻ گهرو جيڪي خير جي تعليم ڏئي دين جي هدايت ڪندي اسلام جي دعوت ڏيندا آهن تہ توهان کي گهرجي تہ ماڻهن کي الله تعاليٰ جي اطاعت ڪرڻ جي دعوت ڏيندا رهو ۽ انهن کي گناهن کان ڊيڄاريندا رهو. ان وقت توهان مجاهد چورائڻ جي قابل ٿي سگهو ٿا ۽ توهان جو نالو الله تعاليٰ جي انهن ٻانهن ۾ شامل ٿي سگهبو جن کي نبين سڳورن ۽ رسولن سڳورن جيترو ثواب عطا ڪيو ويندو آهي. حضور اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم حضرت علي عليہ السلام کي فرمايو "جيڪڏهن توهان جي وسيلي الله تعاليٰ ڪنهن کي هدايت سان نوازي تہ توهان جي لاءِ اها ڳالهہ انهن مڙني ڳالهين کان افضل آهي جن تي سج اڀرندو آهي."

ٻئي قسم وارا ماڻهو اهي آهن جن وٽ صرف زبان ئي زبان آهي، دل (قلب) ڪونهي. جنهن ڪري انهن جون ڳالهيون منطقي ۽ دانائي واريون تہ ضرور هونديون آهن ليڪن انهن وٽ اهڙو ڪو عمل ڪونہ هوندو آهي جنهن سان ماڻهن کي الله تعاليٰ ڏانهن مدعو ڪري سگهن. اهي ٻين کي تہ خدا ڏانهن سڏيندا آهن ليڪن پاڻ فرار اختيار ڪندا آهن. ٻين جي عيبن کي حقير سمجهندي خود انهن عيبن ۾ غرق ٿي ويندا آهن. ماڻهن تي پنهنجي پارسائي جو رعب ڄمائيندا آهن حالانڪ پاڻ ڪبيرا گناهہ ڪندي الله سان مهاڏو اٽڪائيندا آهن. اڪيلائي ۾ انهن ماڻهن جو مثال ان بگهڙ وانگر آهي جنهن کي انساني لباس پارايو ويو هجي. حضور اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اهڙن ئي ماڻهن کي تنبيهہ ڪندي فرمايو آهي "مان پنهنجي امت مان منافقن کان وڌيڪ ان ماڻهوءَ کان ڊڄندو آهيان جيڪو گهڻ ڳالهائو آهي." ٻي حديث آهي "مان پنهنجي امت مان سيني کان وڌيڪ نام نهاد مولوين (علماء سو) کان ڊڄندو آهيان ڇوتہ اهي انتهائي خطرناڪ هوندا آهن." تنهن ڪري توهان کي گهرجي تہ اهڙن ماڻهن کان پاسو ڪريو تہ جيئن اهي پنهنجي لباڙ سان توهان کي لُٽي ڦُري گناهن جي باهہ ۾ نہ اڇلائي ڇڏين ۽ انهن جي باطني گندگي توهان جي لاءِ هلاڪت جو سبب نہ ٿي وڃي.

ٽيون قسم اهڙن ماڻهن جو هوندو آهي جن وٽ مخلصي واري دل (قلب) تہ ضرور هوندي آهي ليڪن بي زبان هوندا آهن. اهي ئي ماڻهو حقيقت ۾ مؤمن هوندا آهن ۽ الله تعاليٰ انهن کي مخلوق کان لڪل رکندو آهي ۽ انهن کي پنهنجن نفسن ۽ عيبن جو مشاهدو ڪرڻ لاءِ بصيرت عطا ڪندو آهي. انهن جي اندر (قلوب) کي روشن ڪري ماڻهن سان گڏجي رهڻ جي معرفت عطا ڪندي انهن جي قول ۽ فعل کان آگاهہ ڪري ڇڏيندو آهي ۽ انهن کي اهو يقين ٿي ويندو آهي تہ سلامتي صرف خاموشي ۽ اڪيلائپ (گوشہ نشيني) ۾ آهي. ڇا توهان حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو اهو ارشاد ڪونہ ٻڌو آهي "جنهن شخص خاموشي اختيار ڪئي ان ڇوٽڪارو حاصل ڪري ورتو." ڪجھہ عالم تہ ائين بہ چوندا آهن تہ عبادتن جا ڏھہ حصا آهن جن مان نَوَ حصا صرف خاموشي ۾ رکيل آهن. انهيءَ ڪري اهي ئي ماڻهو حفاظت ۽ سلامتي وارا آهن جن جي باري تعاليٰ پرده پوشي ڪري رکي آهي ۽ انهن کي ئي الله تعاليٰ جي بارگاهہ ۾ پهتل ٻانهو ۽ دانشور ڇئي سگهجي ٿو. انهن جي لاءِ ئي سموريون نعمتون ۽ ڀلايون آهن. تنهن ڪري توهان بہ انهن ماڻهن سان ويجهڙائي پيدا ڪري ۽ انهن سان تعلقات وڌائي انهن جي صحبت اختيار ڪيو ۽ انهن جي مڙني ضرورتن کي پورو ڪندي انهن کي فائدو پهچائيندا رهو. پوءِ الله تعاليٰ توهان کي بہ پنهنجن برگزيده ۽ محبوب ٻانهن ۾ شمار ڪري ڇڏيندو ۽ انهن جي برڪت سان توهان بہ انشاء الله انهن جهڙا ٿي ويندا.

چوٿين قسم وارا ماڻهو اهي آهن جن کي عالمِ ملڪوت ۾ ندا ڪئي ويندي آهي. جيئن حديث ۾ آهي "جنهن ديني علم حاصل ڪرڻ کان پوءِ ٻين کي تعليم ڏيندي پاڻ بہ ان تي عمل ڪيو تہ ان کي عالمِ ملڪوت ۾ عزت سان ياد ڪيو ويندو آهي." ڇوتہ اهي الله تعاليٰ جي آيتن جا عالم هوندا آهن ۽ الله تعاليٰ پنهنجي علم جا اهڙا اسرار ۽ رمزون انهن کي ڄاڻائيندو آهي جيڪي ٻين جي اکين کان لڪل هوندا آهن ۽ انهن کي پنهنجي طرف ڇڪي عظمت ۽ هدايت ڪندو آهي ۽ انهن جي سينن کي ويڪرو ڪري اسرارن ۽ رمزن کي پرکڻ جي صلاحيت عطا ڪندو آهي ۽ انهن کي دعوت ڏيڻ وارو ڊيڄارڻ وارو

هادي و شفيع ۽ تصديق ڪرڻ وارو بڻائي نبين ۽ رسولن جو جانشين بڻائي ڇڏيندو آهي. اهڙي ئي قسم جا ماڻهو بني آدم جو جوهر هوندا آهن ۽ انهن جي مرتبن ڪان صرف نبين سڳورن جا مرتبا ئي بلند ۽ بالا هوندا آهن. تنهن ڪري توهان جو فرض آهي ته اهڙن ماڻهن جي مخالفت ۽ نفرت ڪرڻ ڪان پاسو ڪندي انهن سان محبت ڪيو ۽ ڪناره ڪشي اختيار نه ڪيو. انهن جي دشمني ۽ حڪم جي انڪار ڪان خوفزده ۽ خبردار رهي انهن جي نصيحتن ڪي قبول ڪندا رهو ڇو ته انهن جون ڳالهيون (قول) توهان جي لاءِ سلامتي جو وسيلو آهن. انهن ڪان پري پيچڻ ۾ ضلالت ۽ گمراهي آهي. ليڪن الله تعاليٰ جنهن ڪي به هدايت فرمائي پنهنجي مدد سان صراطِ مستقيم تي گامزن ڪري.

توهان جي سامهون ماڻهن جا چارئي قسم بيان ڪيا ويا آهن. جيڪڏهن توهان عقل وارا آهيو ته دل و جان سان غور ۽ فڪر ڪريو ۽ توهان جي اندر پاڻ بچائڻ جي ڪوٽ ڪونهي ته پنهنجي حال تي رحم ڪائيندي پاڻ ڪي محفوظ رکو. الله تعاليٰ اسان ۽ توهان ڪي انهن ماڻهن جي رستي تي هلائي جن ڪان اهو دنيا ۽ آخرت ۾ خوش آهي ۽ جن ڪي محبوب سمجهي ٿو.

## چوٿيهون مقالو

### "الله تعاليٰ ڪان ڪڏهن به ناخوش نه ٿيو"

توهان جو هرگز اهو شان ڪونهي ته توهان پنهنجي رب ڪان ناراض ٿي ان تي الزام تراشي ڪريو. يا ان تي اعتراض ڪري ان ڏانهن رزق ۽ خوشحالي يا ڏک ۽ تڪليف جي سلسلي ۾ ظلم جي نسبت ڏيو. ڇو ته توهان ڪي انهي ڳالهه جي چڱي طرح ڄاڻ آهي ته هر شي جو هڪڙو وقت مقرر ٿيل آهي ۽ هر ڏک ۽ تڪليف جي هڪڙي انتها آهي، جنهن ۾ اڳ ٿيڻ يا دير سان ٿيڻ جي بلڪل گنجائش ڪونهي ۽ نه ڪڏهن مصيبتن جو وقت تبديل ٿي سگهي ٿو. تنهن ڪري نه ته تڪليفن ۽ راحتن ۾ تبديلي ٿي سگهي ٿي ۽ نه غربت ۽ گهرجون تونگريءَ سان بدلجي سگهن ٿيون. لهٰذا خاموشي سان ادب جي تقاضا جو لحاظ رکندي صبر ۽ رضا ڪان ڪم وٺي پنهنجي رب جي موافقت

اختيار ڪيو ۽ ان جي فعلن ۾ الزام تراشي ڪرڻ ۽ ناراض ٿيڻ کان توبهہ ڪيو. ڇوتہ الله تعاليٰ جي بارگاهہ ۾ بانهن وانگر هڪٻئي کان بدلو وٺڻ ۽ بغير ڪنهن ڏوهہ جي انتقام وٺڻ جو جذبو رائج ڪونهي. انهيءَ ڪري جو ذاتِ باري تعاليٰ ازل کان ئي اڪيلي آهي ۽ ان سڀني شين کي بعد ۾ پيدا ڪيو آهي ۽ انهن جي نفعي ۽ نقصان جي تخليق بہ بعد ۾ ڪرڻ فرمائي آهي. ان کي ئي ابتدا ۽ انتها جي خبر آهي. اهو پنهنجن ڪمن ۾ ايترو حڪمت جو صاحب آهي جو نہ تہ ان جي ڪمن ۾ ڪنهن قسم جو هڪٻئي سان ضد هوندو آهي ۽ نہ بيڪار ۽ بي فائدا هوندا آهن ۽ نہ اهو ڪنهن شي کي باطل ۽ اجايو تخليق ڪندو آهي. تنهن ڪري توهان جي لاءِ اهو ڪنهن بہ صورت ۾ جائز ڪونهي تہ ان جي ڪمن ۾ نقص ڪڍي انهن کي اٽوٽندڙ ڇئو بلڪ خوشحاليءَ جو ان وقت تائين انتظار ڪندا رهو جيستائين توهان ان جي موافقت ۽ رضا جي لاءِ عاجز نہ ٿي وڃو ۽ مقرر مدت پوري نہ ٿئي. ڇوتہ هڪڙي حالت مان ٻي حالت ۾ تبديل ٿيڻ يا زماني جو گذرڻ ۽ مدت جو پورو ٿيڻ خود حالتن جي تبديل ٿيڻ جو پيش خيمو آهي. جيئن گرمين جي ختم ٿيڻ کان پوءِ سرديون شروع ٿينديون آهن يا رات جو ختم ٿيڻ صبح ٿيڻ جو ڏس ڏيندو آهي. اهوئي سبب آهي تہ جيڪڏهن توهان ڏينهن جي روشني کي مغرب ۽ عشاء جي وقت ۾ تلاش ڪندا تہ ان جو حصول ناممڪن ٿيندو بلڪ رات جي اونداهيءَ ۾ وڌيڪ اضافو ٿيندو ويندو. ايستائين جو جڏهن اوندهہ جي پڇاڙي ٿيندي ۽ صبح جي ظاهر ٿيڻ سان گڏ ڏينهن جي روشني ۾ رات جي اونداهي جي تمنا ڪندو تہ اها بہ توهان کي حاصل ٿي نہ سگهندي. ڇوتہ توهان جي اها طلب بي وقت هوندي ۽ توهان پنهنجي اجائي خواهش جي ڪري پشيمان ۽ ڏڪارا ٿي ويندا.

تنهن ڪري توهان جي ڀلائي ان ۾ آهي تہ اهڙين شين جو تصور پنهنجي دل مان ڪڍي پنهنجي رب سان اتفاق ۽ سٺي گمان وارو طريقو اختيار ڪيو ۽ اهو بہ ياد رکو تہ جيڪا شي توهان جي نصيب جي آهي اها توهان کان هرگز ڪسي نہ ويندي ۽ جيڪا شي توهان جي مقدر ۾ ڪونهي اها توهان کي ڪڏهن بہ ڪونہ ملندي. مون کي پنهنجي زندگيءَ جو قسم آهي! توهان جون دعائون گهرڻ ۽ روئي رڙي الله تعاليٰ

جي آڏو ٻاڌائڻ توڙي جو عبادتن ۽ حڪم جي تعميل ۾ داخل آهي جيئن باري تعاليٰ فرمائي ٿو "مون کان دعا گهرو مان توهان جي دعا قبول ڪندس." هڪڙي ٻي جاءِ تي ارشاد آهي "خدا کان ان جو فضل طلب ڪيو." ان کان علاوه ٻيون ٻه گهڻيون ئي آيتون ۽ حديثون انهي سلسلي ۾ آهن ليڪن توهان جي دعا جي قبوليت جو ٻه هڪڙو وقت مقرر آهي، جڏهن الله تعاليٰ قبول ڪري. دعا ڪرڻ سان ياتہ دين و دنيا ۾ توهان جي لاءِ ڀلائي هوندي يا اهائي دعا قضاء الاهي ۽ ان جي مقرر وقت جي موافق ٿي ويندي، انهيءَ ڪري دعا جي قبول نہ ٿيڻ تي الله تعاليٰ تي هرگز الزام نہ هڻو نہ وري دعا گهرڻ ۾ سُستي اختيار ڪيو. ڇوتہ توهان جي دعائن جي بدلي ۾ جيڪڏهن دنيا ۾ ڪوئي فائدو نہ هوندو تہ نقصان بہ نہ ٿيندو. جيڪڏهن توهان جي دعا جي قبول ٿيڻ ۾ جلدي نہ ٿي تہ ان جو اجر آخرت ۾ ضرور حاصل ٿيندو. جيئن هڪڙي حديث ۾ آهي "ٻانهو قيامت جي ڏينهن پنهنجي اعمال نامي ۾ اهڙيون ڪيترين ئي نيڪيون ڏسندو جنهن جي ان کي خبر ئي نہ هوندي" ان کي ٻڌايو ويندوتہ انهن نيڪين جو اضافو تنهنجين انهن دعائن جي بدلي ۾ آهي جن جو پورو ٿيڻ دنيا ۾ لکيل ڪونہ هيو. ٻي ستي ڳالهہ اها هوندي تہ توهان پنهنجي رب کي اڪيلو تصور ڪندي ان کان گهرنداتہ توهان ان کان سواءِ ڪنهن جي آڏو هٿ ڪونہ ٽنگيو. ڇوتہ توهان جي حالت هر زماني، رات ڏينهن ۾، صحت ۽ بيماري ۾، غربت ۽ خوشحالي ۾، ۽ سختي ۽ نرمي ۾ ٻن حالتن کان خالي نہ هوندي. ياتہ توهان سوال کان پاسو ڪندي ڪابہ دعا نہ گهرندا. يا وري قضاوقدر سان راضي رهندي الله تعاليٰ جي مرضي (مشيتِ ايزدي) جي آڏو ڪنڌ نوائيندا. جيئن مُڙدو وهنجارڻ واري جي هٿ ۾ يا ٻار دائي جي هٿن ۾ هوندو آهي، يا گهوڙي جو لغام سوار جي هٿن ۾ هوندو آهي. اهو پنهنجي مرضي مطابق ان کي ڇوريندو آهي. اهڙي طرح مقدر بہ توهان کي تبديل ڪندا رهندا آهن. جيڪڏهن مقدر ۾ تونگري آهي تہ خدا جو شڪر ۽ ثنا ڪندا رهو ۽ جيڪڏهن غربت ۾ آهيوتہ پوءِ ان فرمانِ خداوندي موجب "جيڪڏهن توها ن کي وڏيڪ عطا ڪيو وڃي" توفيق الاهي سان صبر و موافقت اختيار ڪيو ۽ جيئن الله تعاليٰ توهان کي ثابت قدمي جي ڪري مدد ۽ سهاري ۽ پنهنجي فضل

جي قابل بڻائي. جيئن الله تعاليٰ هڪڙي جاءِ تي فرمايو آهي "الله صبر ڪرڻ وارن سان گڏ آهي." هڪڙو ٻيو فرمان آهي "جيڪڏهن توهان خدا جي مدد ڪندا ته اهو توهان جي مدد ڪندي توهان کي ثابت قدم رکندو." تنهن ڪري جنهن وقت توهان پنهنجي نفس ۽ خواهش جي مخالفت ۾ خدا جي مدد ڪندا ته پوءِ توهان کي گهرجي ته نه ان تي الزام هڻو ۽ نه ان جي فعل تي ناراضگي جو اظهار ڪيو. بلڪ توهان کي گهرجي ته الله تعاليٰ جي لاءِ پنهنجي نفس جا دشمن بڻجي ان جي مٿان تلوار کنيون اٿين بيٺا رهو ته جنهن وقت به اهو ڪفر ۽ شرڪ ڏانهن چرپر ڪري ته توهان خدا جي موافقت ۾ ان جي فعل ۽ واعدي تي يقين رکندي صبر ۽ رضا اختيار ڪري ان جو مٿو ڇٽي ڇڏيو. ان وقت الله تعاليٰ ضرور توهان جي مدد ڪندو ۽ خدا جو فضل ۽ رحمت ڪرڻ ان جي هن قول مطابق آهي "صبر ڪرڻ وارن کي بشارت ڏئي ڇڏيو ته جڏهن انهن تي ڪا مصيبت اچي ته اهي چون ته اسان الله جي لاءِ ئي آهيون ۽ ان ڏانهن ئي موٽڻ وارا آهيون." هڪڙي ٻي جاءِ تي فرمايو "هي ئي اهي ماڻهو آهن جن تي رب جي طرف کان فضل ۽ رحمت آهي ۽ اهي ئي ماڻهو هدايت وارا آهن."

ٻي حالت اها آهي ته توهان حڪم جي تعميل ڪرڻ لاءِ الله تعاليٰ جي سامهون پنهنجي دعا ۾ آزي نيزاري اختيار ڪيو ته اها صورت ڪنهن شي کي ان جي مقام تي رکڻ جي برابر هوندي ڇوته الله تعاليٰ خود توهان کي پنهنجي طرف رجوع ٿيڻ ۽ سوال ڪرڻ جي ترغيب ڏئي ٿو ۽ توهان جي ان ئي لاڙي ۽ سوال کي راحت جو سبب بڻائي پنهنجي طرف کان قاصد، رسول ۽ وسيلو بڻائي ڇڏي؛ بشرطيڪ توهان فوري طور تي دعا جي قبول نه ٿيڻ ڪري الله تعاليٰ تي الزام نه هڻو ۽ ان تي ناراضگي جو اظهار نه ڪيو.

انهن ٻنهي حالتن کي نظر ۾ رکندي الله تعاليٰ جي حدن کان هرگز قدم نه وڌايو. ڇوته ان وٽ ڪنهن ٻئي حال جي بلڪل گنجائش ڪونهي. تنهن ڪري توهان به ظالمن ۽ سرڪشن جي لڏي ۾ شامل ٿيڻ کان ٻچندا رهو ورنه الله تعاليٰ توهان کي به شاهوڪارن سان گڏ اٿين

هلاڪ ڪري ڇڏيندو جيئن گذريل امتن کي دنيا ۾ شديد تڪليفون ڏنيون ۽ آخرت ۾ سخت عذاب ڏئي هلاڪ ڪيو ويندو.

## پنجتيهون مقالو

# ”زهد ۽ تقوا اختيار ڪيو“

زهد ۽ تقوا اختيار ڪيو ورنہ توهان جي ڳچي ۾ ڦاهيءَ جو ڦندو اهڙي نموني وڌو ويندو جو ان کان ڪڏهن بہ ڇوٽڪارو حاصل ڪري نہ سگهندا. جيستائين الله تعاليٰ توهان کي پنهنجي رحمت جي امان ۾ نہ لڪائيندو. جيئن هڪڙي حديث ۾ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو ارشاد آهي ”تقوا دين جو ٿنڀو آهي ۽ لالچ دين جي بربادي“ هڪڙي ٻي حديث آهي ”جيڪو شخص چراگاهہ جي چوڌاري ڦرندو رهندو آهي تہ امڪان هوندو آهي تہ اهو ان ۾ گهڙي پوي جيئن جانور پوک جي ويجهو هوندو آهي تہ ان ۾ وات هڻي وٺندو آهي. اهڙي صورت ۾ پوک جو محفوظ رهڻ ممڪن ڪونہ هوندو آهي.“ حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ جو قول آهي ”اسان جواز جا ستر دروازا صرف انهيءَ ڪري ڇڏي ڏيندا آهيون تہ ڪٿي ڪنهن گناهہ ۾ نہ ڦاسي پئون.“ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ جو قول آهي ”اسان جواز جا نَوَ حصا صرف انهيءَ خوف کان ڇڏي ڏيندا آهيون تہ ڪٿي حرام ۾ مبتلا نہ ٿي وڃون.“ انهن بزرگ حضرات جو ائين ڪرڻ صرف حرام کان بچڻ لاءِ پرهيز ڪري هوندو هيو. ڇوتہ انهن حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي هن ارشاد کي پڪڙي ورتو هيو ”هر بادشاهہ جو هڪڙو مخصوص چراگاهہ هوندو آهي جنهن جي چوڌاري گهمڻ ڦرڻ وارو ان ۾ لنگهي وڃڻ جي ويجهو هوندو آهي.“ اهڙي طرح شاهي قلعو هوندو آهي، جيڪڏهن ڪو شخص ان ۾ داخل ٿي پئي ۽ ٽئين دروازي کان اڳتي وڌي ويندو آهي تہ اهو بادشاهہ جي رهڻ واري ڪمري جي تمام گهڻو ويجهو پهچي ويندو آهي ۽ انهي اعتبار کان اهو شخص ان ماڻهوءَ کان بهتر آهي جيڪو ميدان جي پرسان پهرين ئي دروازي تي بيٺو آهي ڇوتہ قلعي ۾ اندر داخل ٿي ويل ماڻهوءَ تي قلعي جو دروازو بند ڪيو وڃي تہ ان کي ڪنهن بہ قسم جو نقصان ڪونہ پهچندو ڇوتہ اهو شاهي محلات جا ٽي

دروازا ٽپي ان مقام تي پهچي ويو آهي جتي فوج موجود آهي. ليڪن پهرين دروازي تي بيٺل شخص تي قلعي جو دروازو بند ڪيو وڃي ته اهو کليل ميدان ۾ ئي ٻاهر رهجي ويندو ۽ ان کي بگهڙ يا ڪو دشمن پڪڙي وٺندو آهي ۽ اها ڳالهه ان جي هلاڪت جو سبب ٿي ويندي آهي. اهائي ڪيفيت ان شخص جي هوندي آهي جيڪو عزم جو رستو اختيار ڪري ان تي استحڪام حاصل ڪري وٺندو آهي پر جيڪڏهن ان کان مدد ۽ توفيق کسي وٺجي ته ان کي مهلت ته ملي ويندي آهي ليڪن شريعت کان خالي ڪونه هوندو ۽ جيڪڏهن ان ئي حالت ۾ مري وڃي ته ان کي عبادت ۽ اطاعت ئي سمجهيو ويندو ۽ ان جي لاءِ سٺن عملن تي قائم رهڻ جي شهادت پيش ڪئي ويندي پر جيڪو شخص مهلت تي ئي قائم رهي عزم ڏانهن وڌي نه سگهيو ۽ ان کان الله تعاليٰ جي مدد ۽ توفيق کسجي وئي ۽ ان حرام شي کي به قبول ڪري ورتو ته اهو شريعت کان خارج ٿي ويندو ۽ ان جو شمار الله تعاليٰ جي دشمنن ۽ شيطان جي ساٿين ۾ ٿيڻ لڳندو. وري جيڪڏهن توبهه ڪرڻ کان اڳ ۾ ئي موت اچي ويس ته ان جو شمار ٽوٽي وارن ۾ ڪيو ويندو. اها ئي ڳالهه آهي ته الله تعاليٰ ان تي پنهنجي ٻاجهه ڪري، تنهن ڪري ياد رکو ته مهلت تي قائم رهجي وڃڻ ۾ شديد خطرو آهي ۽ عزم تي قيام عافيت ۽ سلامتي جو سبب آهي.

## ڇٽيهون مقالو

## ”دين سرمايو آهي ۽ دنيا ان جو نفعو“

ديني امور کي سرمايو بڻائي ان کان دنيا جو نفعو حاصل ڪريو. پهريان ته پنهنجي وقت کي آخرت جي ڪمائي لاءِ صرف ڪندا رهو پوءِ ان مان جيڪو ٿورو وقت بچي ان کي دنيا جي ڪمائي لاءِ ڪم آڻيو ۽ روزيءَ جي حاصلات لاءِ ڪم آڻيو. پر دنيا کي اهڙي طرح آخرت جو سرمايو نه بڻايو ته جيڪڏهن دنياوي ڪمن کان ڪجهه وقت بچي ته پوءِ ان وقت کي آخرت جي ڪمائي لاءِ ڪتب آڻيو. پنج وقتي نماز کي ان بچيل وقت ۾ اهڙي طرح ادا نه ڪيو جو نه ته رڪوع ۽ سجدا چڱيءَ طرح ادا ٿي سگهن ۽ نه سڪون ۽ اطمينان نصيب ٿئي. ائين به نه ڪيو جو

هڪ ئي وقت تي پنج ئي نمازون قضا ڪري پڙهو. يا جيڪڏهن سُستي ۽ بي دليءَ جي ڪري ڏکيائي محسوس ٿي ته اهڙي طرح پڙهي سمهي پيا جو سج مٿي چڙهي اچڻ تائين مُڙدن وانگر ستا رهيا ۽ پوءِ سڄو ڏينهن نفس جي خواهش مطابق ڪم انجام ڏيندا رهيا ۽ شيطان جي تابعداري ڪندي پنهنجي نفس جي تابع ٿي آخرت کي دنيا جي بدلي ۾ وڪڻي ويٺا. جڏهن ته نفس کي توهان جو غلام ۽ سواري بڻايو ويو آهي ۽ توهان کي ان تي سوار ٿي ان کي تابع رکڻ ۽ سڌاري سلامتيءَ سان هلڻ جو حڪم ڏنو ويو آهي. ڇوته سلامتي ئي اطاعتِ الاهي ۽ آخرت جو رستو آهي.

ليڪن توهان ان جي ڳالهه کي ميڄيندي لغام کي ان جي حوالي ڪري ڇڏيو آهي ۽ ان جي خواهش ۽ لذت ۾ ان جي شيطان سان موافقت اختيار ڪري ڇڏي آهي. ائين توهان دين ۽ دنيا جي ڀلائي ترڪ ڪندي خساري جو سودو ڪري قيامت ۾ هٿين خالي ڪنگال ماڻهن وانگر داخل ٿيڻ پسند ڪيو آهي. تنهن ڪري توهان دين ۽ دنيا ٻنهي جي اعتبار کان ٽوٽي ۾ ئي رهيا ۽ قيامت جي ڏينهن به سيني ماڻهن کان وڌيڪ نقصان ۾ اٿاريا ويندا، حالانڪ نفس جي تابعداري ڪندي دنيا ۾ توهان پنهنجي مقدر کان وڌيڪ ڪجهه به حاصل ڪري نه سگهيا. ڪاش! توهان آخرت جي رستي تي هلي آخرت کي ئي دنيا جو سرمايو بڻايو ها ته ٻنهي جاءِن تي نقصان ۾ نه رهو ها. دنيا ۾ توهان جي قسمت جو جيڪو ڪجهه به ملي ها اهوئي توهان جي لاءِ سٺو ۽ فائدي وارو ٿي وڃي ها ۽ توهان دنيا ۾ معتبر ۽ عزت وارا ٿي رهو ها. جيئن حضور صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جو فرمان آهي "الله تعاليٰ آخرت جي نيت سان دنيا عطا ڪندو آهي نه ڪي آخرت دنيا جي نيت سان." ڇوته آخرت جي نيت ئي عبادت ۽ اطاعت جو روح ۽ ذات آهي. تنهن ڪري جڏهن توهان دنيا ۾ زهد سان خدا جي اطاعت ڪندي آخرت جي طلب ڪندا ته توهان ان جي محبت ۽ اطاعت جي ڪري خاص ٻانهن ۾ شمار ٿي ويندا ۽ جنت جي صورت ۾ توهان کي آخرت نصيب ٿي ويندي ۽ توهان خدا جي رحمت جي دائري ۾ اچي ويندا. پر جيڪڏهن

توهان دنيا جي خدمت ۽ اطاعت ۾ مصروف رهيا تہ توهان کي صرف ايترو حاصل ٿيندو جيڪو توهان جو مقدر ٿي چڪو آهي.

انهيءَ ڪري هرحال ۾ پنهنجي خالق ۽ مالڪ جي تابعداري ڪندا رهو ۽ جيڪڏهن توهان آخرت کان منهن موڙيندي پاڻ کي دنيا ۾ مشغول ڪري ڇڏيوتہ توهان قهرِ الاهي ۾ گرفتار ٿي ويندا ۽ آخرت توهان جي هٿن مان نڪري ويندي ۽ دنيا جي سرڪشي ۽ ان جي تڪليف ۽ ڏک توهان تي مسلط ٿي ويندا. توهان جي مقدر جي هر شي قهرِ خداونديءَ جو باعث ٿي ويندي. انهيءَ ڪري جو دنيا تہ خدا جي ملڪيت آهي جيڪا الله تعاليٰ جي نافرمانن کي ذليل ڪندي ۽ اطاعت ڪرڻ وارن جي عزت ڪندي آهي. انهيءَ موقعي لاءِ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو هي ارشاد پورو ٺهڪي اچي ٿو ”دنيا ۽ آخرت ٻن ڀيڻن وانگر آهن جو توهان هڪڙي کي راضي ڪندا تہ ٻي ناراض ٿي ويندي“ باري تعاليٰ جو فرمان آهي ”توهان مان ڪجهہ تہ دنيا جا خواهشمند آهن ۽ ڪجهہ آخرت جا طالب.“ تنهن ڪري توهان کي غور ڪرڻ گهرجي تہ توهان آخرت جا غلام آهيو يا دنيا جا. ۽ توهان دنيا ۾ رهندي انهن ٻنهي مان ڪنهن کي پيارو سمجهو ٿا. پوءِ جڏهن توهان کي آخرت ڏانهن موٽايو ويندوتہ اتي بہ ٻہ جماعتون هونديون. هڪڙي جماعت دنيا جي طالبن جي هوندي تہ ٻي جماعت آخرت کي طلب ڪرڻ وارن جي. اهڙي نموني قيامت ۾ بہ ٻہ ٽولا هوندا. هڪڙو جنتي ۽ ٻيو جهنمي. انهن مان هڪڙو ٽولوتہ حساب ڪتاب جي ڏکهي ٿيڻ ڪري حشر جي ميدان ۾ بيٺو هوندو ۽ باري تعاليٰ جي فرمان مطابق ”اهو ڏينهن توهان جي اندازي جي مطابق پنجاهہ هزار سالن جو هوندو ۽ انهن سالن جو هر ڏينهن هڪ هزار سال جي برابر هوندو.“

هڪڙو ٽولوتہ اهڙو هوندو جيڪو عرش جي ڇانو ۾ هوندو جيئن حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو ارشاد آهي ”توهان اهي ماڻهو آهيو جيڪي حشر واري ڏينهن عرش جي ڇانو ۾ انهن دسترخوانن جي چوڌاري ويهندا جن تي پاڪ کاڌا، مزيدار ميوا ۽ اهڙي ماکي جيڪا برف کان ٿڌي ۽ کير کان وڌيڪ سفيد هوندي، رکيل هوندا.“ اهڙي طرح هڪڙي ٻي حديث آهي ”ماڻهو جنت ۾ پنهنجي

پنهنجي گهر جو مشاهدو ڪندا رهندا هوندا تان تہ جڏهن مخلوق حساب مان واندي ٿي ويندي تہ اهي ماڻهو جنت ۾ داخل ٿيندا ۽ انهن کي سندن گهرن تائين اهڙي نموني پهچايو ويندو جيئن دنيا ۾ ڪنهن ماڻهوءَ کي محلات جي منزلن جي باري ۾ ٻڌايو ويندو آهي.“

پوءِ ڇا انهن کي اهو مرتبو انهيءَ ڪري حاصل نہ ٿيو تہ انهن دنيا ڇڏي آخرت طلب ڪئي هئي. ڇا جيڪي ماڻهو حساب ۾ قاسي قسمن قسمن جون سختيون ۽ ذلتون برداشت ڪندا ان جو سبب اهو ڪونہ هوندو تہ انهن آخرت کان منهن موڙيندي الله تعاليٰ جي حڪمن جي ڪا پرواهہ ڪونہ ڪئي ۽ قيامت جي ڏينهن کي وساري ڇڏيائون. اتي انهن کي جهڙيون تڪليفون پهچنديون انهن جو ذڪر قرآن ۽ حديث ۾ موجود آهي. تنهن ڪري توهان کي گهرجي تہ پنهنجي جان تي رحم ڪائي انهن ٻنهي جماعتن مان بهتر جماعت جي ئي چونڊ ڪيو ۽ بڇڙن ساٿين ۽ انساني شيطانن ۽ جنن کان پاسو ڪندي قرآن ۽ سنت کي پنهنجو رهبر بڻائي غور ۽ فڪر سان ان تي عمل ڪريو ۽ نفساني خواهشن تي فدا ٿيڻ نہ گهرجي. جيئن الله تعاليٰ جو هي حڪم آهي ”هي رسول توهان وٽ جيڪو دين کڻي آيو آهي ان کي مڃو ۽ جنهن کان منع ڪري ان کان پاڻ کي روڪيو ۽ الله کان ڊڄندي رسول جي مخالفت نہ ڪريو.“ يعني ائين هرگز نہ ڪريو تہ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جيڪا شي کڻي آيو آهي ان تي عمل ڪرڻ کان لوائيندي پنهنجي نفس جي خواهش مطابق ڪا نئين عبادت يا نئون عمل ايجاد ڪيو جيئن باري تعاليٰ ان قوم جي باري ۾ فرمائي ٿو جيڪا گمراهہ ٿي رهبانيت اختيار ڪري چڪي هئي ”اسان ان تي رهبانيت فرض ڪونہ ڪئي هئي.“ اهڙي طرح الله تعاليٰ پنهنجي نبي صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي باطل کان جدا ۽ پاڪ ڪندي فرمايو آهي ”هي نبي پنهنجي طرفان ڪا ڳالهہ نٿو ڪري بلڪ ان وحي جي مطابق ڳالهائيندو آهي جيڪا ان تي نازل ڪئي ويندي آهي.“ هڪڙي ٻي جاءِ تي فرمايو آهي ”اي نبي! توهان چئوتہ جيڪڏهن توهان الله جا پيارا ٿيڻ گهرو ٿا تہ اسان جي تابعداري ڪريو الله تعاليٰ توهان کي پيارو رکندو.“

انهيءَ مان توهان تي واضح ٿي ويو هوندو ته خدا جي محبت جو رستو حضور اڪرم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي پيروي ۾ سندن قول ۽ فعل تي عمل ڪرڻ ۾ آهي. جيئن حضور صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جو خود ارشاد آهي ”منهنجي ظاهري عملن جي پيروي ته سنت آهي ۽ توڪل اختيار ڪرڻ منهنجي باطني حالت آهي.“ انهيءَ مان معلوم ٿي ويو هوندو ته توهان حضور صلي الله تعاليٰ جي سنت ۽ باطني حالت جي وچ ۾ آهيو ۽ جيڪڏهن توهان جو ايمان مضبوط ڪونهي ته سنت تي عمل ڪندا رهو ۽ جيڪڏهن ايمان مضبوط آهي ته پوءِ توهان ان حالت کي اپنايو جنهن کي توڪل سان تعبير ڪيو ويو آهي. جيئن الله تعاليٰ فرمايو آهي ”الله تي ئي توڪل ڪريو.“ ٻي جاءِ تي آهي ”جنهن الله تي توڪل ڪئي ته اهو(الله) ان لاءِ ڪافي آهي.“ وري ٻي جاءِ تي فرمايو ”الله توڪل ڪرڻ وارن سان محبت ڪندو آهي.“ تنهن ڪري توهان کي توڪل جو حڪم ڏئي تنبيهه ڪئي وئي آهي. جيئن الله پنهنجي نبي کي ان تي توڪل ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي، انهي لاءِ توهان به پنهنجي سوال ۽ عملن ۾ الله ۽ ان جي رسول جي پيروي ڪندا رهو ورنه توهان کي مردود سڏيو ويندو. جيئن حضور صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جو ارشاد آهي ”جنهن اسان جي حڪمن جي خلاف عمل ڪيا اهو مردود آهي.“ اهو ارشاد عملن، قولن ۽ رزق جي حصول لاءِ بلڪل عام آهي. پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم کان پوءِ نه ته اسان جي لاءِ ڪو ٻيو نبي آهي جو ان جي پيروي ڪريون ۽ نه قرآن شريف کان پوءِ ڪو اهڙو ڪتاب آهي جنهن تي عمل ڪري سگهون. تنهن ڪري ڪنهن حالت ۾ به قرآن ۽ سنت کان اڳتي وڌڻ جي ڪوشش نه ڪريو ورنه نفس ۽ شيطان توهان کي گمراهي ۾ ڌڪي ڇڏيندا. جيئن الله تعاليٰ جو فرمان آهي ”نفس جي تابعداري نه ڪريو ورنه اهو توهان کي خدا جي رستي کان ڀٽڪائي ڇڏيندو.“ انهيءَ ڪري توهان جي سلامتي قرآن شريف ۽ سنت جي پيروي ۾ ئي آهي ۽ انهن کان هٽڻ سان هلاڪت ۽ تباهي آهي. هڪڙو مؤمن قرآن شريف ۽ سنت تي ئي عمل ڪري ولايت، ابداليت ۽ غوثيت جي مرتبن تائين ترقي ڪري عروج حاصل ڪري سگهي ٿو.

## ستٽيهون مقالو

# "حسد بيحڙي بلا آهي"

اي مؤمنو! ڪهڙو سبب آهي جو مان توهان کي ان حالت ۾ ڏسان ٿو تہ توهان کائڻ پيئڻ، لباس ۽ شادي (نڪاح ڪرڻ) ۾ الله تعاليٰ جي عطا ڪيل تونگري تي پنهنجي پاڙيسريءَ سان حسد ٿا ڪريو. هي اهي نعمتون آهن جيڪي الله تعاليٰ ان جو مقدر ڪيون آهن. ڇا توهان کي علم ڪونهي تہ توهان جو حسد ڪرڻ ايمان جي ڪمزوريءَ جو ثبوت آهي، جيڪو توهان کي پنهنجي موليٰ جي نظرن ۾ ڪيرائي ڇڏيندو ۽ ان جي قهر ۽ غضب جو سبب ٿي ويندو. ڇا توهان حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي هي حديث قدسي ڪونہ ٻڌي آهي "الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ حسد ڪرڻ وارا منهنجين نعمتن جا دشمن آهن."

ڇا توهان حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو هي ارشاد ڪونهي ٻڌو "حسد نيڪين کي اهڙي طرح کائي ويندو آهي جيئن باهہ ڪاٺيءَ کي." پوءِ ٻڌايو تہ توهان کي حسد ڪهڙي ڳالهہ جو آهي. ان ٻانهي جي قسمت تي يا پنهنجي قسمت تي. جيڪڏهن توهان ان ٻانهي جي قسمت تي حسد ڪيو ٿا جنهن کي الله تعاليٰ ان جي لاءِ پنهنجي هن فرمان مطابق مقدر ڪري ڇڏيو آهي "دنيا جي حياتيءَ ۾ ٻانهن جي وچ ۾ رزق اسان ئي ورهائيندا آهيون." تنهن ڪري توهان جو ان ٻانهي سان حسد ڪرڻ انهيءَ ڪري ظلم برابر هوندو تہ اهو ٻانهو تہ پنهنجي رب جي انهن نعمتن سان نوازيو ويو آهي جيڪي بطور فضل ان کي عطا ٿيون آهن ۽ جن کي صرف ان جو مقدر بڻائي ان ۾ ڪنهن ٻئي جو حصو مقرر ڪونہ ڪيو ويو آهي. پلا انهيءَ صورت ۾ توهان کان وڌيڪ بخيل ۽ احمق، ۽ گهٽ عقل ڪير ٿو ٿي سگهي. جيڪڏهن توهان پنهنجي قسمت تي حسد ڪيو ٿا تہ اها بہ نهايت جهالت ۽ گهٽ عقل جي ڳالهہ آهي. ڇوتہ توهان جي قسمت جو حصو ڪنهن ٻئي ڏانهن منتقل نٿو ٿي سگهي، انهيءَ ڪري جو باري تعاليٰ انهي ڳالهہ کان پاڪ آهي. جيئن خود الله تعاليٰ جو فرمان آهي "نہ منهنجي قول ۾ تبديلي ٿيندي آهي ۽ نہ مان ٻانهن تي ظلم ڪندو آهيان." مڪمل يقين رکوتہ الله تعاليٰ توهان

تي ڪڏهن به اهڙو ظلم نٿو ڪري سگهي ته توهان جي قسمت جو لکيل ڪنهن ٻئي ڏانهن منتقل ڪري ڇڏي اها بس توهان جي ناسمجهي آهي ته توهان پنهنجي پاڻ تي ظلم ڪري رهيا آهيو.

توهان تي ته اهو لازم هيو ته پنهنجي پاڻ سان حسد ڪرڻ جي بجاءِ ان سرزمين تي حسد ڪيو ها جنهن ۾ خزانا دفن ٿيل آهن، جتي چاندي ۽ سون جون ڪاٽيون موجود آهن. جتان عاد، ثمود، قيصر ۽ ڪسريٰ ۽ ٻين بادشاهن ميڙيو هيو. ڇو ته جيترو سامان سڙو توهان جي پاڙيسري گهر ۾ هوندو اهو انهن خزانن جي هزاروين حصي جي برابر به نٿو ٿي سگهي. تنهن ڪري توهان جو مثال ته ان شخص جهڙو آهي جيڪو ڪنهن بادشاهه کي جاهه و جلال، لشڪر ۽ بادشاهي، مال ۽ دولت ۽ مختلف قسمن جي نعمتن ۾ ڏسي ته حسد ڪونه ٿو ڪري پر ان جهنگلي ڪتي سان حسد ڪري ٿو جيڪو بادشاهن جي ڪتن جي خدمت ڪري انهن سان گڏ گذاري ٿو ۽ صبح شام انهن سان گڏ ويهي ۽ بادشاهه جي بورچيخاني مان بچت سچت وارو ڪاڏو ڪائي زندگي گذاري ٿو ۽ توهان صرف ان لاءِ ان جي مرڻ جي تمنا ڪريو ٿا ته جڏهن اهو مري وڃي ته توهان ان جي جاءِ والاري ان جو حصو حاصل ڪري سگهو. اها بس توهان جي ڪوتاهي ۽ ڪميڻي پڻ جو دليل آهي. ان کي زهد ۽ دين جو حصو نٿو چئي سگهجي.

پوءِ ٻڌايو ته هن زماني ۾ ان کان وڌو بيوقوف ڪير ٿو ٿي سگهي. جيڪڏهن توهان کي ان ڳالهه جو علم ٿي وڃي ته سياڻي قيامت جي ڏينهن حساب ڏگهي ٿيڻ ڪري توهان جي پاڙيسري جو ڪهڙو حال هوندو جڏهن ان نه ته نعمتن جي بدلي ۾ الله تعاليٰ جي ڪا اطاعت ڪئي هجي ۽ نه نعمت جو ڪو حق ادا ڪيو هجي، نه اوامر ۽ نواهي تي عمل پيرا رهيو هجي ۽ نه اطاعت الاهي جي لاءِ مدد طلب ڪئي هجي. جڏهن اهوئي شخص اها تمنا ڪندو ته ڪاش مون کي هڪڙو ذرو به نعمت نه ڏني وئي هجي ها ۽ نه مان انهن نعمتن جي ڪڏهن شڪل ڏسان ها. ڇا توهان هي حديث ڪونه ٻڌي آهي "جنهن وقت اهي ماڻهو قيامت جي ڏينهن دنيا ۾ مصيبتون برداشت ڪرڻ وارن ماڻهن جي اجر ۽ ثواب جو مشاهدو ڪندا ته انهن جي اها تمنا هوندي ته ڪاش اسان جو ماس دنيا ۾ رئي ڪپيو وڃي ها." نيڪ اهڙي نموني توهان جو پاڙيسري به

اها تمنا ڪندو تہ ڪاش دنيا ۾ اهو توهان جي جاءِ تي هجي ها. ڇوتہ اهو پنهنجي حساب جي ڊيگهہ کي ڏسندو ۽ سج جي تپش ۾ پنج هزار سال بيٺو هوندو. ان جو سبب اهو هوندو تہ دنيا ۾ ئي ان نعمتن جو مڪمل فائدو حاصل ڪري ڇڏيو هوندو آهي ۽ توهان ان کان محروم هيا. ليڪن توهان اتي عرش جي پاڇي ۾ مختلف نعمتن کي ڏسي خوش ٿيندا ۽ ٻهڪندا ۽ اهي نعمتون ۽ راحتون رڳو ان ڪري عطا ٿينديون تہ توهان دنيا ۾ سختين، آفتن، غربت، بک ۽ ڏک کي برداشت ڪندي پنهنجي رب جي رضا و موافقت حاصل ڪئي. ڇوتہ توهان جي قسمت ۾ بک ۽ ڏک هيا ۽ ٻئي جي مقدر ۾ ڏن ۽ دولت. توهان جي لاءِ سختيون هيون ۽ ٻئي لاءِ عافيت ۽ خوشحالي. بهرحال توهان تڪليفن تي صبر ڪندي نعمتن تي شڪر ادا ڪندي پنهنجين مڙني خواهشن کي خدا جي حوالي ڪري ڇڏيو هيو.

## اٺتيهون مقالو

## "صداقت ۽ نصيحت"

جنهن پنهنجي موليٰ جي حڪم کي مڃيندي ان جي نصيحتن تي عمل ڪيو ۽ صبح شام الله تعاليٰ کان سواءِ ٻئي ڪنهن جي آڏو سوال نہ ڪندو رهيو تہ اهو ڪامياب آهي. اي انسانو! انهيءَ ڳالهہ جي هرگز دعوا نہ ڪريو جيڪا توهان کي حاصل ڪونهي. خدا جي وحدانيت کي تسليم ڪندي ان سان گڏ ڪنهن کي بہ شريڪ نہ ڪريو ورنہ خدا جو قسم توهان قضاوقدر جي تيرن جو نشانو ٿي خدشن ۾ گهيرجي ويندا ۽ اهي تير توهان کي زخمي تہ ڪندا ليڪن هلاڪ ڪونہ ڪندا. ڇوتہ جيڪي موليٰ جي راهہ ۾ هلاڪ ٿي ويندا آهن انهن جي جزا خدا جي حوالي هوندي آهي.

## اوڻيتاليهون مقالو

## "نفاق ۽ اتفاق"

نفس جي خواهشن جي تقاضائن تي ڪنهن شي جو حاصل ٿيڻ گمراهي ۾ داخل ٿيڻ ۽ مخالفتِ خداوندي آهي. خدا جي حڪم

مطابق نفساني خواهشن کان سواءِ ڪنهن شي کي قبول ڪرڻ الله تعاليٰ سان مڪمل موافقت آهي ۽ ان کي ترڪ ڪرڻ ريا ۽ نفاق ۾ داخل آهي.

## چاليهون مقالو

### ”روحاني ماڻهن جي سنگت ۾ داخل ٿيڻ جو طريقو“

ان وقت تائين روحاني ماڻهن جي ٽولي ۾ شامل ٿيڻ جو حرص ڪڏهن به نہ ڪريو جيستائين توهان پنهنجي وجود سان دشمني ۽ سيني عضون سان اوپرائپ اختيار نہ ڪيو ۽ پنهنجي اٿڻ ويهڻ، ڏسڻ ۽ ٻڌڻ، ڳالهائڻ ۽ ڪوشش، عقل ۽ عمل ۽ انهن سمورين شين کي جيڪي روح ڦوڪڻ کان اڳ ۽ روح ڦوڪڻ کان پوءِ توهان ۾ موجود آهن، انهن کي ترڪ نہ ڪيو.انهيءَ ڪري جو اهي ئي مڙئي شيون توهان ۽ توهان جي رب جي وچ ۾ رنڊڪ هونديون آهن. پوءِ جڏهن توهان صرف روح جي شڪل ۾ رهجي ”سِرِّ السِرِّ ۽ غيب الغيب“ بڻجي ويندا تہ پوءِ توهان پنهنجي اسرار ۾ هر شي کان جدا ٿي ان کي دشمن ۽ حجاب ۽ عظمت تصور ڪرڻ لڳندا. جيئن حضرت ابراهيم عليہ السلام بتن لاءِ فرمايو هيو ”اهي سڀ منهنجا دشمن آهن سواءِ رب العالمين جي.“ اهڙي طرح جڏهن توهان پنهنجي وجود جي مڙني جزن کي ۽ پوري مخلوق کي هڪڙو بت تصور ڪندي اِنهن مان ڪنهن جي بہ اطاعت ۽ پيروي نہ ڪندا تہ پوءِ توهان بہ علم لدني جي اسراريت ۽ رمزن جا امين بڻجي ويندا. توهان کان عام عادت جي برخلاف اهڙيون ڳالهيون ۽ ڪم سرانجام ٿيڻ لڳندا جن جو شمار قدرتي ڳالهين ۾ هوندو آهي ۽ جيڪي مؤمن کي جنت ۾ حاصل هونديون.

ان وقت توهان جي حالت اهڙي ٿي ويندي جيئن توهان مرڻ کان پوءِ نئين سر آخرت ۾ جيئرا ڪيا ويا آهيو. ان وقت توهان جو مڪمل وجود قدرتِ الاهي جو مظهر بڻجي ويندو. توهان خدا سان ئي ٻڌندا، ان سان گڏ ڏسندا، ان سان گڏ ڳالهائيندا ۽ ان سان گڏ پڪڙيندا. ان سان گڏ هلندا، ان سان گڏ غوروفڪر ڪندا ۽ ان سان گڏ ئي راحت ۽ سڪون حاصل ڪندا ۽ الله تعاليٰ کان سواءِ هر شي کان انڌا ۽ ٻوڙا ٿي ويندا. پوءِ توهان کي اوامر ۽ نواهي جي حدن جي حفاظت کان سواءِ

ڪنهن غير جو وجود نظر نہ ايندو ۽ توهان کان جيڪڏهن ڪا حد ٽٽي ويندي تہ سمجهي وڃوتہ توهان کي فتني ۾ مبتلا ڪيو ويو آهي ۽ شيطان توهان سان کيڏي رهيا آهن. تنهن ڪري توهان کي هڪدم شرعي حڪم ڏانهن واپس ايندي ان کان ڪڏهن بہ جدا نہ ٿيڻ گهرجي. اهو چڱيءَ طرح ياد رکوتہ شريعت جنهن شي جي اجازت نہ ڏيندي هجي اها الحاد، زنديق ۽ ڪفر ۾ داخل آهي.

## ايڪيتاليهون مقالو

## ”شاهوڪاريءَ جي ڪيفيت“

اسان توهان کي شاهوڪاريءَ جي سلسلي ۾ هڪڙو مثال ڏيندي ٻڌايون ٿاتہ ڇا توهان ان بادشاهہ کي ڪونهي ڏٺو جيڪو عوام مان ڪنهن شخص کي ڪنهن شهر جي گورنري عطا ڪندي ان کي خلعت پارائيندو آهي ۽ ان کي جهنڊو ڏئي نغارن ۽ طبلن ۽ لشڪر سان روانو ڪندو آهي. پوءِ جڏهن اهو شخص ڪجهہ عرصو گورنري ڪرڻ کان پوءِ ان جي مزن ۽ طاقت تي ناز ڪندي پنهنجي ان پهرين حالت کي وساري ڇڏيندو آهي جڏهن اهو بي سروسامان هيو محتاج ۽ گمنام هيو ۽ ان ۾ تڪبر ۽ غرور پيدا ٿي ويندو آهي تہ ٺيڪ ان وقت بادشاهہ جي طرفان امرونواهي جون حدون اورانگهڻ ۽ پنهنجن گناهن جي سزا ۾ ان جي معزولي جا حڪم پهچي ويندا آهن ۽ ان کي گرفتار ڪري نهايت سوڙهي ۽ اونداهي ڪوٺڙيءَ ۾ وجهي ان جي قيد کي ڊگهي عرصي لاءِ وڌايو ويندو آهي ۽ جڏهن ان جي ذلت ۽ بک دائمي شڪل اختيار ڪري وٺندا آهن تہ ان جي غرور ۽ تڪبر جو خاتمو ٿي ويندو آهي. اهو ايترو مايوس ٿي ويندو آهي جو ان جي خواهشن جي پوري باهہ ٿڌي ٿي ويندي آهي. ليڪن اهي سمورا حالات بادشاهہ جي علم ۽ نظر ۾ هوندا آهن، پوءِ هڪدم اهو بادشاهہ ان کي رحم ۽ معاف ڪرڻ واري نظر سان ڏسندي ان تي مهرباني ڪري قيد واري ڪوٺڙي مان ڪيڻ جو حڪم ڪندو آهي ۽ ان تي احسان ڪري خلعت پارائي گورنري تي مقرر ڪري اڳ کان بہ وڌيڪ علائقو ان جي تحويل ۾ ڏيندو آهي ۽ اهو

علائقوان جي هٽ هيٺ پاڪ و صاف ۽ برڪت جو باعث ٿي هميشه قائم رهندو آهي.

مؤمن جي به بلڪل اهائي حالت آهي ته جڏهن اهو قرب حاصل ڪري پهتل ٻانهو ٿي ويندو آهي ته ان جي دل تي رحمت ۽ احسان جا اهڙا دروازا کوليا ويندا آهن جو اهو انهن جي ذريعي انهن شين جو مشاهدو ڪرڻ لڳندو آهي جنهن کي نه ڪا اک ڏسي سگهندي آهي ۽ نه ڪن ٻڌي سگهندا آهن. نه وري ڪو ماڻهو ان لاءِ اهو تصور ڪري سگهي ٿو ته اهو ٻانهو غيب ۽ زمين و آسمان جي ملائڪن جو مطالعو ڪري ٿو ۽ ايترو قرب حاصل ڪري چڪو آهي جو نرم ۽ پياري ڪلام، سهڻي واعدي، واعدي وفا، دعا جي قبوليت ۽ حڪمت وارين ڳالهين ڪان نوازيو ويو آهي ۽ اهي سموريون شيون مٿانهين مقام ڪان ان جي دل (قلب) ۾ القا ڪيون ويون آهن جن جو اظهار ان جي زبان مان ٿيندو رهندو آهي. ان نعمت جي باوجود به ان کي انهن نعمتن جي گهٽائي عطا ڪئي ويندي آهي جن جو اظهار ان جي جسم ۽ عضون، کائڻ پيئڻ، لباس ۽ سادگي، حلال ۽ مباح ۽ حدن جي حفاظت ذريعي ٿيندو رهندو آهي. پوءِ ان مجذوب تي اها حالت هڪڙي عرصي تائين طاري رهندي آهي تان ته اهو ان حالت تي مغرور ٿي اهو يقين ڪندو آهي ته ان جي اها حالت قائم ۽ دائم رهڻ واري آهي. ليڪن اوچتو الله تعاليٰ ان تي ڏک ۽ غم جا ايترا دروازا کولي ڇڏيندو آهي جو اهو جاني ۽ مالي، اهل و عيال جي طرف کان مختلف مصيبتن ۾ گرفتار ٿي ويندو آهي. پوءِ جڏهن پنهنجي ان بري حالت تي نظر ڪندو آهي ته اها ان کي خراب محسوس ٿيڻ لڳندي آهي ۽ جيڪڏهن دل (قلب) جي باطني حالت کي ڏسندو آهي ته وڏيڪ ڪوماڻجي ۽ ڏکويل ٿي ويندو آهي. جڏهن انهن مصيبتن جي ختم ٿي وڃڻ جي دعا گهرندو آهي ته اها به قبول ڪونه ٿيندي آهي ۽ جيڪڏهن واعده جميل جي طلب ڪندو آهي ته ان جي پوري ٿيڻ جي به ڪا صورت نظر ڪونه ايندي آهي ۽ جيڪڏهن ڪنهن شي جو ان سان واعدو ڪيو ويو آهي ته اهو به وفا ڪونه ٿيندو آهي ۽ جيڪڏهن ڪو خواب ڏسندو آهي ته ان جي تعبير به سچي ڪونه ٿيندي آهي ۽ جيڪڏهن اهڙي حالت ۾ ان تي رخصت عيان ٿي ويندي

آهي ۽ اهو ان تي عمل پيرا ٿي ويندو آهي تہ سزائون ان طرف وڌڻ لڳنديون آهن ۽ مخلوق جا هٿ ان جي جسم تي ۽ انهن جون زبانون ان تي تسلط قائم ڪري وٺنديون آهن. جيڪڏهن اهو موجوده حالت کان ان حالت ڏانهن وڃڻ چاهيندو آهي جيڪا ان کي بزرگي ۽ قرب حاصل ٿيڻ کان اڳ حاصل هئي تہ اها بہ قبول ڪونہ ٿيندي آهي. جيڪڏهن تڪليف ۽ مصيبت يا رضا ۽ خوش دليءَ سان لطف اندوز ٿيڻ گهرندو آهي تہ اهوبہ حاصل ڪونہ ٿيندو آهي. اهوئي اهو وقت هوندو آهي جڏهن نفس نرم ٿيڻ لڳندو آهي، خواهشون دم ٽوڙي وينديون آهن. ۽ تمنائون ۽ عزم گم ٿي ويندا آهن، پيون هستيون ختم ۽ برباد ٿي وينديون آهن۽ اها حالت اهڙي طرح برقرار رهندي آهي بلڪ تشدد، تنگي ۽ تاڪيد ۾ وڌيڪ اضافو ٿيندو رهندو آهي. ايستائين جو جڏهن ٻانهي کان انساني اخلاق ۽ بشري صفتون فنا ٿي صرف روح باقي رهجي ويندو آهي تہ اهو ان باطني ندا کي ٻڌڻ لڳندو آهي جنهن جي ذريعي حضرت ايوب عليہ السلام کي فرمايو ويو هيو "پنهنجي پير کي زمين تي هڻو اتي غسل ۽ پيئڻ لاءِ ٿڌو پاڻي آهي." ان کان پوءِ باري تعاليٰ ان تي رحمت ۽ راحت، لطف ۽ ڪرم جو مينهن وسائي ان جي روح کي تازي زندگي عطا ڪندي پنهنجي معرفت ۽ دقيق علمن جون خوشبودار هوائون گهلائيندو آهي ۽ ان تي رحمت ۽ نعمت جا دروازا کولي ڇڏيندو آهي. پوءِ ماڻهن کي ان ڏانهن اهڙي طرح مائل ڪري ڇڏيندو آهي تہ اهي ان تي دولت خرچ ڪري ان جي خدمت چاڪري ڪندا رهندا آهن. ايستائين جو بادشاهہ ۽ ان جي اميرن جا ڪنڌ بہ ان جي اڳيان جهڪي ويندا آهن. هرجاءِ تي ماڻهن جي زبان تي ان جي تعريف ۽ خوبيون بيان ڪرڻ جاچرچا هوندا آهن ۽ ڏورانهن علائقن کان ماڻهو هلي اچي ان جي زيارت لاءِ پهچندا آهن ايستائين جو ان کي ظاهري ۽ باطني نعمتن سان نوازي ظاهري تربيت تہ مخلوق جي ذريعي ڪرائي ويندي آهي ليڪن باطني تربيت الله تعاليٰ پنهنجي لطف ۽ ڪرم سان پاڻ ڪرڻ فرمائيندو آهي. جڏهن اهو ان مقام تي هميشگي حاصل ڪندو آهي تہ ان کي ان مقام تي فائز ڪيو ويندو آهي جنهن کي نہ ڪنهن جي اکين ڏٺو آهي ۽ نہ ڪنن ٻڌو آهي ۽ نہ ڪنهن جي دل ۾

دماغ ۾ ان جو تصور اچي سگهي ٿو. جيئن باري تعاليٰ پاڻ فرمائي ٿو "ان جو علم ڪنهن کي ڪونهي جيڪو ان جي اکين جي ٺڏاڻ لاءِ ڳجهو رکيو ويو آهي ۽ اهائي ان جي عملن جي جزا آهي."

## ٻائيتاليهون مقالو

# "نفس جون صرف ٻه حالتون آهن"

نفس جون صرف ٻه حالتون آهن، ڪا ٻه ٽين حالت ڪونهي. يا ته غفلت واري حالت هوندي يا ڏک ۽ تڪليف جي. جڏهن ڏکن ۽ مصيبتن ۾ مبتلا ٿيندو آهي ته روڄ راڙو ڪندي شڪايت ڪري الله تعاليٰ تي اعتراض ڪندو ۽ الزام لڳائيندو آهي، ۽ نه صبر کان ڪم وٺندو آهي ۽ نه وري رضا ۽ موافقت اختيار ڪندو آهي. بلڪ ظاهري سببن جي جستجو ڪري الله تعاليٰ سان بي ادبي ڪندي ڪفر ۾ غرق ٿي ويندو آهي. ليڪن جڏهن عافيت ۽ سڪون حاصل ٿيندا اٿس ته سرڪشي ڪندي شهوتن ۽ لذتن جي تابعداري ڪرڻ لڳندو آهي ۽ هڪڙي خواهش کان پوءِ ٻي خواهش جي طلب ڪندو آهي. ان کي جيڪي نعمتون حاصل هونديون آهن انهن کي حقير سمجهڻ لڳندو آهي. توڙي اهي کاڌ پيئڻ سان تعلق رکنديون هجن يا لباس ۽ شادي سان، يا انهن جو تعلق گهر ۽ سواريءَ سان هجي. انهن سڀني مان نقص ۽ عيب ڪڍي انهن کان سٺين ۽ بهتر جي طلب ڪرڻ لڳندو آهي. جيڪا شي ان جي قسمت ۾ ڪونهي هوندي ته ان کي ٻين کان کسڻ جي خواهش ۾ پنهنجي مقدر واري شي کان منهن ڦيري ڇڏيندو آهي. ليڪن ان جي طلب جي ڪري انسان هڪڙي ڊگهي تڪليف ۾ مبتلا ٿي ان شي تي هرگز راضي ڪونه ٿيندو آهي جيڪا ان وٽ ۽ ان جي مقدر جي آهي. جڏهن مصيبتن ۾ ونجي ويندو آهي ته انهن کي دور ڪرڻ کان سواءِ باقي سمورين خواهشن ۽ لذتن کي بلڪل وساري ڇڏيندو آهي ۽ انهن جي طلب ڪونه ڪندو آهي. پر جڏهن عافيت ملي ويندي اٿس ته وري غرور ۽ بيچڙاين ۾ ٽپي پوندو آهي ۽ اطاعتِ الاهي کان منهن موڙي ڇڏيندو آهي ۽ گناهن ۾ ايترو ڪاهي پوندو آهي جو گذريل سمورين تڪليفن کي هڪدم وساري ڇڏيندو آهي. اهڙي صورت ۾ ان کي

پهريان کان بہ زياده سخت مصيبتن ۽ تڪليفن ۾ موٽائي وڌو ويندو آهي ۽ اهو محض ان جي سرڪشي ۽ گناهن جو بدلو هوندو آهي تہ جيئن اڳتي گناهن ڪرڻ کان پاسو ڪندو رهي. انهيءَ ڪري جو ان جي اصلاح عافيت ۽ نعمتن جي ذريعي نہ ٿي سگهندي آهي. بلڪ ان جي حفاظت مصيبتن ۽ تڪليفن ۾ ٿي هوندي آهي. پوءِ جيڪڏهن ان مصيبتن جي ختم ٿيڻ تائين ادب جي تقاضائن تي عمل ڪرڻ سان پنهنجي تقدير تي شڪر ڪندي اطاعت ۽ رضا کي پنهنجي مٿان لازم ڪري ڇڏيوتہ ان لاءِ دين ۽ دنيا جي ڀلائي آهي. ان جي نعمتن ۾ پڻ اضافو ڪيو ويندو آهي ۽ اهو الله تعاليٰ جي رضاوخوشنودي ۽ توفيق جو مستحق ٿي ويندو آهي. تنهن ڪري جيڪو دنيا ۽ آخرت جي سلامتي جو گهرجائو هجي ان کي صبر ۽ رضا کان ڪم وٺندي مخلوق سان شڪايت ڪرڻ جي بجاءِ پنهنجين ضرورتن کي الله تعاليٰ جي حوالي ڪري ڇڏڻ گهرجي ۽ ان جي اطاعت کي لازمي قرار ڏئي ڪشادگيءَ جو منتظر رهڻ گهرجي. ڇوتہ الله تعاليٰ کان علاوه ٻين سان شڪايتون ڪرڻ جي بجاءِ ان جي لاءِ اهوئي بهتر آهي ۽ سيني شين کان محرومي ئي ان جي لاءِ عطا ۽ بخشش آهي ۽ نعمتن ۾ مبتلا ڪرڻ ان لاءِ تڪليف جو سبب آهي. جڏهن تہ مصيبتن جي گهٽائي ان جو علاج آهي ۽ الله تعاليٰ جو واعدو نقد رقم وانگر آهي. ان جو فرمان فعل آهي ۽ ان جي مشيت حالت آهي. انهيءَ ڪري جو جڏهن اهو ڪنهن شي جو ارادو ڪندو آهي تہ فرمائيندو آهي "كُن فَيَكُون." ۽ ان جا سمورا فعل سٺا ۽ حڪمت ۽ مصلحت وارا هوندا آهن. ليڪن ان پنهنجن علمن ۽ مصلحتن کي ٻانهن کان لڪل رکيو آهي ۽ اهو ان ۾ منفرد ۽ اڪيلو آهي. تنهن ڪري ٻانهي لاءِ اهوئي بهتر آهي تہ رضا ۽ تسليم واري حالت ۾ رهندي ان جي ٻانهپ ۾ مشغول رهي. ان جي امرن جي تعميل ڪندي نواهي کان پاسو ڪري. قضاوقدر کي تسليم ڪندي ربوبيت جي معاملن ۾ دخل نہ ڏئي. ڇوتہ اهوئي قضاوقدر جو سبب ۽ مطلب آهي ۽ پنهنجن سمورن معاملن ۾ خاموشي اختيار ڪندي الله تعاليٰ تي هرگز الزام نہ هڻي. اهو جملو ان حديث سان اچا وڌيڪ پڪوپختو ٿي وڃي ٿو جيڪا حضرت عبدالله بن عباس رضي الله تعاليٰ عنهما کان روايت ٿيل آهي تہ مان حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان سندن پٺيان

ڏاڍيءَ تي گڏ ويٺل هيس ته اوچتو پاڻ سڳورن فرمايو ”اي غلام! تون خدا جي حفاظت ڪر، اهو تنهنجي حفاظت ڪندو. جڏهن تون الله تعاليٰ جي حقن جي حفاظت ڪندين ته تون ان کي پنهنجي سامهون ڏسندين.“ تنهن ڪري خدا کان سواءِ نه ته ڪنهن کان سوال ڪريو ۽ نه ڪنهن کان مدد طلب ڪريو. انهيءَ ڪري جو قلم زماني ۾ پيش ايندڙ حالتن کي لکي خشڪ ٿي ويو آهي. پوءِ جيڪڏهن ڪو پاڻهو قضاوقدر جي خلاف توکي ڪو فائدو پهچائڻ گهري ٿو ته اهو هرگز ان تي قدرت حاصل نه ڪري سگهندو. تنهن ڪري جيڪڏهن توهان جي اندر برداشت جي قوت ختم ٿي چڪي آهي ته واويلا ڪرڻ جي بجاءِ صبر ڪرڻ ۾ ڀلائي آهي. اهو به ڄاڻي ڇڏيو ته صبر جو تعلق ڪشادگيءَ سان آهي، ڇو ته هر ڏک کان پوءِ ئي سک حاصل ٿيندو آهي. تنهن ڪري مؤمن لاءِ ضروري آهي ته ان حديث کي پنهنجي اندر جو آئينو ۽ طورطريقو بڻائي ۽ پنهنجي زندگيءَ جي هر ڪاروهنوار ۾ ان تي عمل پيرا رهي ته جيئن دنيا ۽ آخرت ۾ سلامتيءَ سان گڏ عزت ۽ رحمت سان واسطو رهي.

## ٽيتاليهون مقالو

### ”خدا کان سواءِ ڪنهن کان گهرڻ ذلت آهي“

ماڻهن طرفان خدا کان سواءِ ڪنهن ٻئي کان سوال ڪرڻ جهالت ۽ ايمان جي ڪمزوريءَ جو دليل آهي ۽ معرفت، يقين ۽ صبر جي گهٽتائي جي نشاني آهي. ليڪن جيڪي ماڻهو خدا کان سواءِ ڪنهن ٻئي کان سوال ڪرڻ کان بچيل آهن انهن جو ايمان ۽ يقين پختو هوندو آهي. روزانو ۽ هر گهڙي الله کان حيا ڪندا رهندا آهن.

## چوئيتاليهون مقالو

### ”اهلِ معرفت جون دعائون ڇو قبول نٿيون ٿين؟“

اهلِ معرفت جي دعائن جو قبول نه ٿيڻ ۽ انهن سان ڪيل واعدن جي عدم تڪميل صرف ان لاءِ هوندي آهي ته ڪٿي انهن تي اميدن جو غلبو نه ٿي وڃي ۽ اهو انهن لاءِ هلاڪت جو باعث ٿي وڃي. انهيءَ ڪري

جو هر حال ۾ مقام ۾ خوف ۽ رضا جي ملاوٽ اهڙي نموني ضروري آهي جيئن هڪڙي پکيءَ جا ٻه کنڀ هوندا آهن. خوف ۽ اميد جي گڏجڻ کان سواءِ ايمان جي تڪميل ٻه ناممڪن آهي. ائين حال ۽ مقام کان سواءِ ٻه ڪو ڪنهن عروج ۽ ڪمال تي نٿو پهچي سگهي. ڇوته هر حال ۽ مقام جي لاءِ ان جي مطابق خوف ۽ رضا ٻه ضروري آهن. عارف جيئن ته الله تعاليٰ جي ويجهڙو هوندو آهي انهيءَ ڪري ان جو حال ۽ مقام ئي اهو آهي ته اهو خدا کان سواءِ ڪنهن جوٻه نه سوچي. نه ان کان سواءِ ڪنهن کان سڪون ۽ اطمينان حاصل ڪري ۽ نه ان کان علاوه ڪنهن سان انسيت پيدا ڪري. ڇوته اهڙي حال ۽ مقام ۾ دعا جي قبوليت طلب ڪرڻ ۽ واعدي وفائيءَ جي خواهش ان کي زيب نٿي ڏئي.

دعا جي قبول نه ٿيڻ جا ٻه سبب هوندا آهن: پهريون سبب ته اهو آهي ته ان تي اميد جوءِ پنهنجي رب جي خفيه تدبيرن جو ايترو غرور نه اچي وڃي جو اهو ادب ڪرڻ جو لحاظ ئي وساري ويهي ۽ اهو ان جي هلاڪت جو باعث ٿي وڃي. ٻيو سبب اهو آهي ته ڪٿي اهو خدا کان سواءِ ڪنهن ٻئي کي ان جو شريڪ نه ڪري وجهي. انهيءَ ڪري جو نبين سڳورن کان پوءِ هن دنيا ۾ ڪو به معصوم ڪونهي. انهيءَ سبب ڪري نه ته ان جي دعا قبول ٿيندي آهي ۽ نه واعدو وفا ٿيندو آهي ته جيئن اهو طبيعت ۾ عادت وجهي ڪٿي سوال ڪرڻ جو عادي نه ٿي وڃي. اها صورت حڪم جي تعميل ڪري ڪونهي بلڪ ان کي شرڪ کان محفوظ رکڻ لاءِ هوندي آهي، ڇوته ڪنهن به صورت ۾ شرڪ ڪرڻ ظلم ۽ گناهه آهي ۽ هر مقام ۾ ان جو اضافو خراب. پر جڏهن سوال ڪرڻ حڪم جي تعميل ڪرڻ واري غرض سان هجي ته نماز روزي ۽ نفلن جي ذريعي قرب ۾ وڌيڪ اضافو ٿي ويندو آهي ۽ ان کي ئي حڪم جي تعميل جو نالو ڏنو ويو آهي.

## پنجيتاليهون مقالو

## "نعمتن ذريعي آزمائش"

ماڻهو ٻن قسمن جا هوندا آهن. هڪڙا اهي جن تي نعمتن جي فراواني هوندي آهي. ٻيا اهي جيڪي پنهنجي رب جي طرفان مقدر

ڪيل مصيبتن ۾ قاتل هوندا آهن. ليڪن اهي ماڻهو جن تي نعمتن جي فراواني هوندي آهي ۽ اهي انهن نعمتن ۾ زندگي گذاريندا رهندا آهن، گناهن ۽ بڇڙاين کان غيرمحفوظ هوندا آهن پر انهن ماڻهن کي تقدير اهڙي طرح اوچتين مصيبتن ۾ مبتلا ڪري ڇڏيندي آهي جو انهن تي پريشانين جو تسلط ٿي ويندو آهي ۽ اهي مصيبتن، قسم قسم جي مرضن، ڏک ۽ تڪليف، جان و مال ۽ اهل عيال جي پريشانين جي شڪل ۾ ظاهر ٿينديون آهن جن جي ڪري انهن جي زندگي اهڙي طرح بي مزي ٿي ويندي آهي ڄڻ ڪڏهن انهن تي نعمتن جي فراواني ٿي ئي ڪونہ هئي ۽ اهي نعمتن جي مزن کي بلڪل وساري ويهندا آهن. جيڪڏهن اهي مال ومتاع، رعب تاب، نوڪر چاڪرن، ۽ ڌن دولت سان مالا مال ٿي شاهوڪار ٿيندا آهن ۽ نعمتن ۾ ايتري حد تائين گم ٿي ويندا آهن جو مصيبتن ۽ آزمائش جي وجود کي محسوس ئي ڪونہ ڪري سگهندا آهن تہ اها مشڪل الله تعاليٰ کان بي خبري ۽ دنيا جي محبت جو نتيجو آهي. انهيءَ ڪري جو جيڪڏهن انهن کي اها خبر هجي هاتہ الله تعاليٰ جيڪي گهرندو آهي اهو ڪندو آهي ۽ ردبدل، اميري غريبي، ڪوڙاڻ ۽ مناڻ، هيٺ مٿانهين، عزت وذلت، حياتي ۽ موت، اڳ پوءِ سڀ ڪجهہ ان جي قدرت جي هٿ ۾ آهن تہ اهي موجوده نعمتن تي مطمئن ٿي ڪڏهن بہ مغرور نہ ٿين ها ۽ نہ ڪڏهن مصيبتن ۽ آزمائشن جي حالت ۾ خوشحالي کان مايوس ٿين ها. اها بہ انهن جي جهالت ئي آهي تہ اهي دنيا کان مطمئن ٿي ان ۾ پاڪيزگي طلب ڪندي ڏک تڪليف کي خراب سمجهندا آهن ۽ اهو بلڪل وساري ڇڏيندا آهن تہ دنيا تہ آزمائش جو گهر آهي. جيڪا سختين، تڪليفن ۽ مايوسين سان پري پئي آهي.

يقين ڪيوتہ دنيا جو بنياد تہ تڪليفون ۽ مصيبتون آهن: نعمتون ان جون شاخون آهن ۽ صبر ان جو وڻ جنهن جو ڦريون ميوو تہ ڪوڙو هوندو آهي ۽ پيو ملو ۽ ماڪي. ڪوئي بہ ٻانهو ان تي ان وقت تائين نٿو پهچي سگهي جيستائين ان جي ڪوڙاڻ نہ چکي. مناڻ ۽ ماکي تائين بہ ان وقت تائين پهچي نٿو سگهي جيستائين ڪوڙاڻ تي صبر نہ ڪري. تنهن ڪري جيڪو ماڻهو مصيبتن تي صبر ڪندو آهي تہ ان

جي لاءِ نعمتون بہ حلال ٿي وينديون آهن. انهيءَ ڪري جو جيستائين مزدور جي نراڙ تي پگهر نہ اچي يا اهو جسماني تڪليف برداشت نہ ڪري يا روحاني اذيت ۾ سيني جي تنگي ۾ مبتلا نہ ٿئي يا جيستائين ان جون سموريون قوتون ختم نہ ٿي وڃن ۾ اهو خدمتِ خلق ۾ پنهنجين سمورين خواهشن کي ختم نہ ڪري ان وقت تائين ان کي مزدوري ڪونہ ملندي آهي. پوءِ جڏهن اهو سيني تڪليفن ڪرڻ لاءِ صبر جو ڍُڪ پريندو آهي تہ ان کان پوءِ ٿي اهو لذيذ کاڌن، ٻوڙپلائن، سٺن ميون ۽ لباس سان سرور ۽ راحت کي حاصل ڪندو آهي. توڙي جو اها مزدوري ان جي لاءِ گهٽي ٿوري آهي.

دنيا جي بہ بلڪل اها حالت آهي جو ان جي ابتدائي ڪوڙاڻ اهڙي آهي جڻ ماکيءَ جو وڏو پيالو پريل هجي ۽ ان جي ڪنارن تي ڪا ڪوڙي شي مڪيل هجي جنهن جي ڪري ڪائڻ وارو ماکي تائين صرف ان وقت پهچي سگهندو جڏهن ان ڪوڙاڻ جي لذت مان گذري ائين جڏهن ٻانهو الله تعاليٰ جي امرن جي تعميل ڪندي نواهي کان پاسو ڪري پاڻ کي تقدير جي حوالي ڪري ٿو ڇڏي ۽ تسليم ڪرڻ ۾ پاڻ حوالي ڪرڻ جي ڪوڙاڻ تي صبر ڪندي هڪڙو ڍُڪ پيئڻ جي اذيت برداشت ڪندو آهي ۽ نفس جي خواهشن جي مخالفت ۾ خواهشن کي ڇڏي ڏيڻ تي صبر کان ڪم وٺندو آهي تہ الله تعاليٰ ان صبر جي بدلي ۾ ان کي زندگي جي آخري حصي ۾ بهتر زندگي عطا ڪري ۽ آرام و نعمت ۽ عزت سان نوازي ٻانهي جو ڪارساز ۽ سنڀاليندڙ (متولي) ٿي ويندو آهي ۽ ان کي اهڙي خوراڪ عطا ڪندو آهي جيئن ٿڃ پياڪ ٻار بنا تڪليف جي خوراڪ حاصل ڪندو آهي.

اهڙي قسم جون سموريون نعمتون ان کي دين ۽ دنيا ۾ ائين حاصل ٿينديون رهنديون جيئن وڏي ٿانءَ ۾ کائڻ وارا ڪنارن کان هٽ ٽپائي ٿي کاڌي تي پهچي سگهندا آهن. تنهن ڪري الله تعاليٰ جنهن ٻانهي کي گهٽيون نعمتون عطا ڪري ڇڏي ان کي گهرجي تہ اهو خدا جي خفيہ تدبيرن کان ڊڄندو رهي ۽ نعمتن تي اهڙو ناز نہ ڪري جو انهن کي دائمي سمجهي ويهي ۽ انهن جي شڪر ڪرڻ کان غافل ٿي وڃي. جيئن حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو ارشاد آهي "نعمت هڪڙو

وحشي جانور آهي جنهن کي شڪر ڪرڻ سان قابو ڪيو." تنهن ڪري مالي نعمتن جو اعتراف ڪندي شڪر ادا ڪندا رهو ۽ الله تعاليٰ جي فضل کي نظر ۾ رکندي نعمت جو چرچو ڪندا رهو. البت نہ مالي نعمتن تي غرور ڪيو ۽ نہ انهن کي حاصل ڪرڻ کان پوءِ حد کان لنگهو. الله تعاليٰ جي حڪمن جي تعميل ڪندي ان جا حق ادا ڪندا رهو. مثال طور، زڪوات، ڪفارو، نذرنياز صدقو، مظلوم جي مدد، محتاجن کي سهارو، سختين ۾ حاجتمندن جي حاجت پوري ڪرڻ وغيره. پنهنجن عضون جو بہ شڪر ادا ڪندا رهو ڇوتہ انهن سان ئي خدا جي عبادت ڪرڻ ۽ گناهن ۽ حرام شين کان پاسو ڪرڻ ۾ مدد حاصل ٿيندي رهندي آهي. نعمتن جي وڻ کي شڪراني جي پاڻي سان انهيءَ ڪري سيراب ڪندا رهو جو ان جون ٽاريون ۽ پن ڦٽڻ کان پوءِ وٽندڙ ۽ مٺا ميوا حاصل ٿي سگهن. توهان جي لاءِ اهو طريقو سلامتي جو باعث بہ آهي ۽ ڇپاڙي کائڻ ۾ لذتن ۽ مزن جو سبب بہ. ۽ انهن جي ذريعي جسماني عافيت بہ حاصل ٿي سگهي ٿي.

وري ان حالت کان پوءِ پاڻهي جي عضون تي برڪتن جو ظهور ٿيڻ لڳندو آهي ۽ اهو مختلف قسمن جي عبادت ۽ قرب، ذڪراذڪار ۽ خدا جي رحمتن جي سهاري جنت ۾ داخل ٿيڻ جو مستحق ٿي ويندو آهي ۽ اتان جي باغن ۾ پنهنجن بهترين ساٿين نبين سڳورن، صديقن، شهيدن ۽ صالحن جي صحبت ۾ هميشهہ هميشهہ رهندو آهي. پر جيڪڏهن توهان شڪر کان منهن موڙي دنيا جي ظاهري سونهن تي شيدائي ٿي ويا ۽ ان جي لذتن ۽ ذائقن تي مطمئن ٿي رڄ ۾ ڦاسي ويا ۽ ان جي فاني چمڪ دمڪ يا ان جي ٿڌي هوا مان لطف اندوز ٿيندي نانگن ۽ وڇوئن کان لذت حاصل ڪندا رهيا ۽ ان جي ان زهر کان جيڪو انهن جي ڳُجين ۾ ڀريو پيو آهي، غافل ۽ انڌا ٿي ويا دنيا جي ان مڪر ۽ فريب ۾ ڦٿجي جيڪي ان کي حاصل ڪرڻ وارن جي هلاڪت جو سبب ٿيندا آهن، اڻ ڄاڻ ٿي ويا تہ اهڙن ماڻهن کي خوشخبري ڏني ويندي آهي تہ انهن جي لاءِ دنيا ۾ فقر ۽ مصيبتن ۽ هلاڪت کان سواءِ ڪجهہ بہ ڪونهي ۽ آخرت ۾ بہ شعلن سان ڀڙڪندڙ باهہ انهن جي لاءِ تيار آهي.

ليڪن مصيبتن جا ٻه ڪيترائي قسم آهن: (1) ڪڏهن ته گناهن ڪرڻ جي ڏوهه جي سزا ڏيڻ لاءِ مصيبتن ۾ وڌو ويندو آهي. (2) ڪڏهن گناهن ۽ ڏوهن کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪفاري طور مصيبتن ۾ مبتلا ڪيو ويندو آهي. (3)ڪڏهن مرتبن ۽ اعليٰ درجن تي فائز ڪرڻ لاءِ مصيبتن ۾ وڌو ويندو آهي ته ان جي ذريعي انهن اهلِ معرفت ماڻهن جي احوال تائين رسائي ٿي وڃي جن تي پهريائين ئي خدا جو ڪرم ٿي چڪو آهي ۽ انهن کي انهن جي رب مصيبتن ۽ آزمائشن جي رڻ پٽن ۾ لطف و ڪرم جي سواري تي ويهاري انهن جي اٿڻ ويهڻ ۾ ڪرم جي ٿڌين هوائن سان اطمينان عطا ڪيو آهي. ڇوته انهن کي آزمائش ۾ وجهي هلاڪ ڪرڻ يا جهنم جي اونهاين ۾ غرق ڪرڻ مقصد ڪونه هيو بلڪ اها آزمائش صرف انهن کي برگزيدو بنائڻ ۽ اعليٰ مرتبن تي فائز ڪرڻ لاءِ هيوته جيئن اهي تڪليفن جي سمنڊ مان ايماني حقيقت جا صاف موتي حاصل ڪري سگهن ۽ انهن کي شرڪ ۽ نفاق کان بچايو وڃي ۽ مصيبتن جي ذريعي انهن کي مختلف قسمن جي غيبي اسرارن ۽ علمن سان سينگاريو وڃي. اهڙي طرح جڏهن اهي ماڻهو ظاهري ۽ باطني طور تي صاحبِ اخلاص ٿي ويندا آهن ته مخصوص ماڻهن ۾ شامل ڪري ۽ پنهنجين رمزن جو ڄاڻو بڻائي خاص قربت لاءِ چونڊيو ويندو آهي. جيئن حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو ارشاد آهي ”صابر درويش قيامت جي ڏينهن الله تعاليٰ جا مصاحب (خاص دوست) هوندا.“ توڙي جو انهن جا قلب (دليون) دنيا سان گڏ هوندا آهن پر انهن جا جسم آخرت سان گڏ. تنهن ڪري اهڙيون تڪليفون انهن جي قلبن کي شرڪ ۽ مخلوق سان تعلق رکڻ ۽ آرزوئن کان پاڪ ۽ صاف ڪري ڇڏينديون آهن. خواهشن کي باطل دعوائن کان، عبادت جي صلي ۾ اجر ۽ ثواب جي خواهش کي آخرت ۾ بلند درجن ۽ منزلن، ۽ جنت الفردوس جي تمنا کي دل مان ڪيڏي فنا ڪري ڇڏينديون آهن. جيڪا آزمائش مصيبتن ۽ گناهن ۽ ڏوهن کي مٽائڻ لاءِ ڪفاري جي طور هجي ان ۾ بغير ڪنهن شڪوه شڪايت جي صبر جميل حاصل ٿي ويندو ۽ ان آزمائش ۾ دوستن ۽ پاڙي وارن جي سامهون روڄ راڙو ڪرڻ جو اظهار به اٽليپ هوندو ۽ امرن جي بجاآوري ۾ افسردگي به

حاصل ٿي ويندي ۽ اهي مصيبتون جيڪي مرتبن جي بلنديءَ ۽ اعليٰ منزلن تي فائز ڪرڻ لاءِ هونديون آهن انهن جي سڃاڻپ اها آهي ته الله تعاليٰ جي فعل ۽ ارادي تي رضا ۽ موافقت ۽ نفس جو اطمينان حاصل هوندو ۽ تڪليفن جي دور ٿيڻ ۾ جيڪي ڏينهن ۽ گهڙيون گذرنديون تڪليفن ذريعي فنائيت جو دليل هونديون.

## ڇائيتاليهون مقالو

## "قدسي حديث مان ذڪر ۽ فڪر جي فضيلت"

حضور اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي رب جو قول ارشاد ڪن ٿا "جيڪو شخص منهنجي ذڪر ۽ ڪم ۾ مصروف رهندي مون کان سوال ڪرڻ کان باز رهي ته مان ان کي سيني سوالين کان بهتر عطا ڪندس. " اهو ارشاد انهيءَ لاءِ آهي ته جڏهن الله تعاليٰ ڪنهن مؤمن کي برگزيدگي لاءِ چونڊڻ جو ارادو ڪرڻ فرمائيندو آهي ته ان کي احوال جي رستي تي گامزن ڪري مختلف قسمن ۽ نمونن جي ڏکن ۽ تڪليفن سان ان جو امتحان وٺندو رهندو آهي ۽ شاهوڪاري کان پوءِ غريبي ۾ مبتلا ڪري ڇڏيندو آهي ۽ ان تي رزق جون سيئي واٽون تنگ ڪري مخلوق کان سوال ڪرڻ تي مجبور ڪري ڇڏيندو آهي. پوءِ سوال کان محفوظ ڪري سنت جي مطابق پورهئي جو حڪم ڏيندو آهي. حالانڪ پاڻهي کي چڱي طرح خبر هوندي آهي ته حڪم جي تعميل عبادت آهي ۽ حڪم کي ترڪ ڪرڻ گناهہ. مگر اهو حڪم صرف ان جي نفس جي خواهش کي ختم ڪرڻ لاءِ ڏنو ويندو آهي ڇوته رياضت جي بہ هڪڙي حالت آهي ۽ ان جو سوال صرف مجبوري کان آهي نہ کي شرڪ لاءِ مجبور ڪرڻ لاءِ. پوءِ ان کي ان سوال کان بہ محفوظ ڪري قرض گهرڻ جو حڪم ڏنو ويندو آهي ۽ اهو حڪم بہ پهرين حڪم وانگر قطعي هوندو آهي جنهن کي ترڪ ڪرڻ ممڪن ناهي هوندو. ان حالت کان پوءِ رزق خاصل ڪرڻ جي سلسلي ۾ مخلوق کان سيني معاملن کي ختم ڪري صرف الله تعاليٰ کان ئي رزق گهرڻ جي سلسلي ۾ سوال ڪرڻ ڏانهن منتقل ڪيو ويندو آهي ۽ اهو پنهنجين سمورين ضرورتن کي خدا کان ئي گهرڻ لڳندو آهي جيڪي

ان کي عطا ڪيون وينديون آهن. پر جيڪڏهن اهو سوال ڪرڻ کان ڪترائي ۽ خاموشي اختيار ڪري ته ان کي عطا ڪونه ڪيو ويندو آهي. ان حالت کان پوءِ ان کي سوال ڪرڻ جي بجاءِ دل (قلب) سان سوال ڪرڻ ڏانهن منتقل ڪيو ويندو آهي، پوءِ اهو زبان جي بجاءِ دل جي ذريعي پنهنجي گهرج طلب ڪرڻ لڳندو آهي. پر جيڪڏهن اهو زبان سان يا مخلوق کان سوال ڪرڻ لڳي ته ان وقت به ان کي ڪونه ڏنو ويندو آهي، پوءِ ان کي مڙني ظاهري ۽ باطني طريقن سان سوال ڪرڻ کان آجو ڪيو ويندو آهي. ان کان پوءِ اهو پنهنجي اصلاح ۽ غلط رستي کان بچڻ لاءِ جيڪا به شي گهرندو آهي، توڙي جو ان جو تعلق کائڻ پيئڻ سان هجي، يا لباس ۽ انهن شين جي متعلق هجي جيڪي انساني ضرورت لاءِ هونديون آهن. چاهي ان ۾ پانهي جو دخل هجي يا دل ۾ ان جو تصور هجي، عطا ڪيون وينديون آهن. الله تعاليٰ پنهنجي هن قول "بيشڪ منهنجو ولي خدا آهي جنهن قرآن نازل ڪيو ۽ جيڪو نيڪ ڪم ڪرڻ وارن جو ڪارساز آهي" جي مطابق پانهي جو متولي بڻجي ويندو آهي ۽ هن حديث قدسي جو به اهوئي مطلب آهي "جيڪو شخص منهنجي ذڪر ۽ ڪم ۾ مصروف رهندي مون کان سوال ڪرڻ کان باز رهي ته مان ان کي سيني سوالين کان بهتر عطا ڪندو آهيان."

## ستيتاليهون مقالو

## "خدا جو قرب ڪيئن حاصل ڪجي"

هڪڙي بزرگ خواب جي حالت ۾ مون کان معلوم ڪيو ته ڪهڙي عمل جي ذريعي پانهو خدا جو قرب حاصل ڪري سگهندو آهي. مون جواب ڏنو ته قرب جي ابتدا ته زهد ۽ پرهيزگاري آهي ۽ ان جي انتها رضا و تسليم ۽ توڪل.

## اٺيتاليهون مقالو

## "مؤمن جي شان وٽان ڪهڙا عمل آهن؟"

مؤمن جي لاءِ اهوئي بهتر آهي ته پهريان ته فرضن جي ادائگي ۾ مصروف رهي. فرضن جي ادائگي کان پوءِ سنتن ۽ نفلن ۾ مشغول رهي

ليڪن فرضن ادا ڪرڻ کان سواءِ سنتن ۽ نفلن ۾ مشغول رهڻ بيوقوفي ۽ غرور آهي ۽ فرض ادا ڪرڻ کان سواءِ سنت ۽ نفل قبول به ڪونه ٿيندا آهن بلڪ توهين جو سبب هوندا آهن. ان جو مثال ان شخص جهڙو آهي جنهن کي بادشاهه پنهنجي خدمت جي لاءِ طلب ڪري مگر اهو ان جي بجاءِ وزير جي خدمت ۾ لڳي وڃي جيڪو خود بادشاهه جو غلام آهي ۽ ان جي اثر هيٺ رهندي ان جي ملڪ ۾ رهائش پذير آهي.

حضرت علي عليه السلام کان روايت آهي ته حضور صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جو ارشاد آهي "فرض ادا ڪرڻ کان سواءِ نفل پڙهڻ واري نمازي جو مثال ان پيٽ واري عورت وانگر آهي جيڪا ٻار ڄمڻ وارن ويجهن ڏينهن ۾ ٻار ڪيرائي ڇڏي" ان وقت اها نه پيٽ سان هوندي آهي ۽ نه ٻچي واري. اهڙي طرح الله تعاليٰ ان نمازي جي نفلن کي به قبول ڪونه ڪندو آهي جيڪو فرض کان سواءِ پڙهندو هجي. اهڙي طرح ان نمازي جو مثال ان واپاري وانگر آهي جيڪو نفعي کي ڇڏي اصل پونجي وڃائيندو آهي. اهو سنت کي ترڪ ڪري نفلن تي زور ڏيندو آهي جنهن جي ڪري نه ته فرضن جي ادائگي جي ترتيب باقي رهندي آهي ۽ نه انهن سنتن لاءِ ڪو پڪو پختو ثبوت موجود آهي ۽ نه اهي موڪده آهن. فرضن جي تشريح اها آهي ته حرام ۽ شرڪ کي ترڪ ڪندي الله تعاليٰ جي قضاوقدر ۽ تخليق ۾ اعتراض نه ڪري. نه وري مخلوق جي اطاعت ۽ تابعداري ڪري. نه خدا جي حڪمن کان منهن موڙ وارو رويو اختيار ڪري. جيئن حضور صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جو ارشاد آهي "خالق جي حڪمن جي انحرافي ۾ گناهه ڪرڻ ڪري مخلوق جي اطاعت نه ڪريو."

## اوڻونجاهون مقالو

## "ننڊ وڏي ٻچڙي بلا آهي"

جيڪو ماڻهو سجاڳي جي مقابلي ۾ ننڊ کي اختيار ڪري ٿو اهو نهايت بيڪار ۽ معمولي شي کي اختيار ڪري رهيو آهي ۽ پنهنجين سمورين ضرورتن ۽ مصلحتن ۾ موت ۽ غفلت جو طلبگار آهي. انهيءَ ڪري جو ننڊ موت جي ڀيڻ آهي. انهيءَ ڪري الله تعاليٰ

ڏانهن ننڊ جي نسبت ڏيڻ جائز ڪونهي. ڇوته اهو سمورن عيبن کان پاڪ آهي. ملائڪن جي به اهائي ڪيفيت آهي ته انهن تي خدا جي قرب جي سبب ننڊ طاري ڪونه ٿيندي آهي. اهل جنت جويه اهوئي حال آهي جيئن ته اهي اعليٰ ۽ ارفع مقام تي آهن ۽ انهن جا نفس به پاڪ آهن ان ڪري انهن تي ننڊ جو غلبو ڪونه ٿيندو آهي. انهيءَ ڪري جو ننڊ هرحالت ۾ نقصان ڏيندڙ آهي. تنهن ڪري سموريون ڀلايون ته سجاڳي ۾ آهن ۽ سموريون برايون غفلت واري ننڊ ۾ آهن. اهڙي طرح جيڪو شخص خواهش ڪري گهڻو کائي پيئي ٿو ۽ ننڊ ڪري ٿو ان کي پشيماني به گهڻي ٿيندي آهي ۽ ان جون سموريون ڀلايون گم ٿي وينديون آهن. جيڪو شخص حرام جو هڪڙو گرانهه به کائي ٿو ان جو مثال ائين آهي جيئن ڪنهن پنهنجي خواهش سان گهڻو زياده حلال کاڌو کائي ڇڏيو هجي. انهيءَ ڪري جو حرام ايمان کي اونداهين ۾ وڪوڙي ڇڏيندو آهي. جيئن شراب عقل کي گمراهي ۾ گم ڪري ڇڏيندو آهي ۽ جڏهن ايمان ئي اونداهون ٿي ويجي ته نه نماز باقي رهندي آهي ۽ نه عبادتون ۽ خلوص. جيڪو شخص ضرورت مطابق حلال شي گهٽ کائي ٿو اهو ان جهڙو آهي جنهن عبادت ۽ قوت جي خوشي ۾ گهٽوئي گهٽ کاڌو هجي. بهرحال حلال ته نور ئي نور آهي ۽ حرام اونداهي ئي اونداهي. حڪم الاهي کان سواءِ پنهنجي خواهش سان حلال کاڌي ۾ به ڪو خير ۽ ڀلائي ڪونهي ۽ جيئن ته حرام خوراڪ ننڊ ۾ به اضافي جو سبب ٿيندي آهي انهي ڪري ان ۾ به ڪنهن قسم جو خير ۽ خوبي ڪونهي.

## پنجاهون مقالو

### ”الله تعاليٰ سان قربت جو ڪهڙو طريقو آهي؟“

توهان ٻن حالتن مان ڪنهن به هڪ کان خالي نٿا رهي سگهو. يا ته قرب الاهي کان دوري هوندي يا ان جي ويجهو ان جو قرب حاصل هوندو. جيڪڏهن توهان ان کان پري آهيو ته قربت حاصل ڪرڻ لاءِ توهان جو ويهي سُستي ۽ ڪاهلي ڪرڻ، دائمي نعمت ۽ عزت، ڪفايت

ڪرڻ واري نعمت، سلامتي ۽ شاهوڪاري، ۽ دنيا ۽ آخرت ۾ پوئتي رهجي وڃڻ ڇاجي لاءِ آهي. اٿو ۽ جلدي سان پنهنجن ٻنهي هٿن سان قربتِ الاهي حاصل ڪرڻ لاءِ پرواز ڪيو. توهان جو هڪڙو هٿ تہ لذتن ۽ خواهشن، حرام ۽ مباح، ۽ سيني آسائشن کي ترڪ ڪري ڇڏڻ لاءِ آهي ۽ ٻيو هٿ اذيت ۽ تڪليف برداشت ڪرڻ ۽ ارادن ۽ سختين تي سوار ٿيڻ ۽ مخلوق ۽ حرص ۽ دنيا ۽ آخرت جي تمنا ۽ ارادن مان نڪرڻ لاءِ آهي. اهائي پرواز توهان کي قرب ۽ وصل عطا ڪري سگهي ٿي. ان کان پوءِ توهان کي عظيم ڪرامتون ۽ عزت حاصل ٿي ويندي ۽ توهان جو شمار الله جي انهن پيارن ۽ ويجهڙن ٻانهن ۾ ٿيڻ لڳندو جن تي نوازشون ڪيو ويون. جن کي مراعتن وکوڙي ڇڏيو ۽ جن کي محبت ڇڪي رحمتن ۾ ڍڪي ڇڏيو. اهڙي حالت ۾ ادب جي تقاضا کي نظر ۾ رکو ۽ پنهنجي حالت تي ايترو مغرور نہ ٿيو جو خدمت ۾ گهٽتائي ڪري ڇڏيو. نہ وري غرور کان ڪم وٺو جيڪو ظلم، جهالت ۽ تڪڙ جو بنياد آهي. جيئن الله تعاليٰ فرمايو آهي "يقينن انسان جي خاصيت ئي ظلم ۽ جهالت آهي." اهڙي طرح هڪڙي ٻي جاءِ تي فرمايو "انسان ڏاڍو تڪڙو آهي." تنهن ڪري پنهنجي دل (قلب) کي ترڪ ٿيل شين ڏانهن ڏيان ڏيڻ کان محفوظ رکو ۽ خواهشن ۽ خلق کان پاسو ڪندي صبرورضا ۽ موافقت کي قابو ڪيون رکو. مصيبتن ۽ آزمائشن وقت الله تعاليٰ ڏانهن اهڙي طرح جهڪي وڃو جيئن رانديگر جي هٿ ۾ هودڙي، جنهن کي اهو جيئن گهرندو آهي اچليندو آهي يا جيئن غسل ڏيڻ واري جي هٿن ۾ مڙدو هوندو آهي يا جيئن ماءُ جي جهوليءَ ۾ کيرپياڪ ٻار. الله کان سواءِ هر شي کان اهو سمجهي اکيون بند ڪيو تہ ان کان سواءِ ڪير بہ نفعو يا نقصان پهچائي نٿو سگهي. نہ ڪنهن جي هٿ ۾ ڏيڻ يا ڪسي وٺڻ آهي. اذيتن ۽ تڪليفن جي حالتن ۾ ماڻهن يا دنياوي وسيلن ۽ ذريعن کي الله تعاليٰ جو گندڪچرو تصور ڪيو جيڪو هروقت توهان مٿان ڪري رهيو آهي ۽ عطا ۽ نعمت جي وقت اهو تصور ڪريو جڻ الله تعاليٰ پنهنجن هٿن سان ڪارائي رهيو آهي.

## ايڪونجاهون مقالو

# ”زهد ڇا آهي؟“

زاهد کي ٻن نمونن جا ثواب ملندا آهن. پهريون ثواب ته وسيلن کي ترڪ ڪرڻ جي ڪري، ڇوته اهو نفس جي خواهش ۽ موافقت جي بنياد تي ڪوئي به ڪم نه ڪندي صرف الله جي حڪم جو تابع ٿي ويندو آهي. جڏهن نفس سان دشمني ۽ خواهشن جي مخالفت مڪمل ثابت ٿي وينديون آهن ته ان شخص جو شمار اهلِ حقيقت ۽ ولايت وارن ۾ ٿيڻ لڳندو آهي. ان کي ابدالن ۽ عارفن جي ٽولي ۾ شامل ڪري ان کي حڪم ڏنو ويندو آهي ته صرف پنهنجي ئي قسمت جي حصي سان تعلق رکو جنهن جي تخليق توهان کان سواءِ ٻئي ڪنهن جي لاءِ ڪونهي ۽ جنهن کي لکي قلم خشڪ ٿي چڪو آهي ۽ جنهن جو علم پهريان کان ئي هيو. پوءِ جڏهن زاهد حڪم جي بجاآوري ڪندي باطني علمن کان آگاهه ٿي ويندو آهي ته قضاوقدر ۽ فعل الاهي جي جاري ٿيڻ جي بنياد تي انهي امتياز کان سواءِ ته ان ۾ ان جي خواهش جو دخل آهي يا نه پنهنجو حصو حاصل ڪري وٺندو آهي ۽ حڪمن جي تعميل ۽ فعلِ حق جي موافقت جي ڪري اهو ثواب جو ٻيو حصو به حاصل ڪندو آهي. پر جيڪڏهن ڪير اهو اعتراض ڪري ته تون انهي شخص تي ثواب جو حڪم ڪيئن لڳائي ٿو سگهين ته جيڪو ابدالن ۽ عارفن جي ٽولي ۾ داخل ٿي خلق ۽ نفس کان، خواهش ۽ ارادي کان، لذت ۽ آرزو کان، ۽ انهن عملن جي جزا کان جيڪا عبادت جي بدلي ۾ الله تعاليٰ طرفان عطا ٿيندي آهي، بي نياز ٿي چڪو آهي، ۽ هر نعمت ۽ رحمت کي، هر توفيق ۽ سهولت کي، خدا جي طرفان تصور ڪندو آهي ۽ اهو عقيو به رکندو آهي ته اهو الله تعاليٰ جي ٻانهن مان هڪڙو ٻانهو آهي ۽ ٻانهن کي مالڪ تي ڪنهن به قسم جو حق ڪونهي هوندو ۽ غلام جا سڀ معاملا، اٿڻ ويهڻ ۽ پورهيو ڪرڻ صرف مالڪ جي ئي ملڪيت هوندا آهن. پوءِ اهڙي صورت ۾ توهان ان جي حق ۾ ثواب حاصل ٿيڻ جو حڪم ڪيئن ٿا لڳائي سگهو جڏهن ته نه اهو پاڻ ثواب جي گهر ڪري ٿو ۽ نه پنهنجن

عملن جو بدلو گهري ٿو. بلڪ پاڻ کي ناڪارو ۽ عملن کان هٿين خالي تصور ڪري ٿو. ان اعتراض جو اسان اهو جواب ڏينداسين تہ توهان سچ ٿا چئو. ان کان سواءِ ڪجهہ ڪونهي تہ الله تعاليٰ صرف پنهنجي فضل سان ئي ان کي ثواب عطا ڪندو رهندو آهي ۽ پنهنجين نعمتن ڏانهن نشاندهي ڪندي پنهنجي لطف و ڪرم، رحمت ۽ نيڪي سان ان جي تربيت ڪندو رهندو آهي. انهيءَ ڪري جو اهو پنهنجين ذاتي مصلحتن کي نظرانداز ڪري لذتون حاصل ڪرڻ، نفعو حاصل ڪرڻ ۽ نقصان کان بچڻ کان گهڻو ڪناراڪش ٿي چڪو هوندو آهي.

جيئن ڪيرپياڪ ٻار پنهنجين ذاتي مصلحتن جي سلسلي ۾ ڪا چرپر ڪري نہ سگهندو آهي بلڪ الله تعاليٰ پنهنجي فضل سان نوازي ان جو رزق ان جي والدين جي هٿن ۾ ڏئي انهن کي ان جو ڪفيل ۽ وڪيل بڻائيندو آهي. پوءِ جنهن وقت ٻانهي کان ذاتي مصلحتون کسيون وينديون آهن تہ مخلوق جي دلين کي ان ڏانهن موڙي انهن جي دلين ۾ ان جي لاءِ رحمت ۽ شفقت پيدا ڪئي ويندي آهي ۽ هر ماڻهو ان سان نيڪي ۽ مهرباني سان پيش اچڻ لڳندو آهي. اهي سموريون شيون ان کي انهيءَ ڪري عطا ڪيون وينديون آهن جو اهو خدا جي فعل ۽ ارادي کان سواءِ ڪنهن غير ڏانهن منهن نہ ڪري ۽ دين و دنيا ۾ خدا سان گڏ تعلق اختيار ڪري ۽ ان کي دنيا ۽ آخرت ۾ پيش اچڻ وارين اذيتن جي نشاندهي ڪئي ويندي آهي. جيئن باري تعاليٰ فرمائي ٿو "يقينن اهو الله ولي آهي جنهن قرآن نازل ڪيو صالحن جو متولي آهي".

## پاونجاهون مقالو

# "مؤمن جون آزمائشون"

الله تعاليٰ ولايت وارن مؤمنن کي صرف انهيءَ لاءِ آزمائش ۾ وجهندو آهي تہ انهن تي سوال ڪرڻ جي تڪليف مسلط ڪري انهن جي سوال کي قبوليت عطا ڪري، پوءِ جڏهن اهي سوال ڪندا آهن تہ ان کي قبوليت عطا ڪري انهن کي سخا ۽ ڪرم سان نوازيو ويندو آهي. ڇوتہ سخا ۽ ڪرم جون ٻئي صفتون مؤمن جي سوال ڪرڻ وقت ان جي

حق ۾ قبوليت جو مطالبو ڪنديون آهن ۽ بناشڪ جي قبوليت ته حاصل ٿي ويندي آهي، ليڪن جلدي قبوليت ضروري نه آهي. ڇوته قضاوقدر جي دير ڪي قبول نه ٿيڻ ۽ محرومي سان هرگز تعبير نٿو ڪري سگهجي. تنهن ڪري ٻانهي تي لازم آهي ته امرن کي ترڪ ڪرڻ ۽ نواهي تي عمل سان جيڪي گناهه ٿي ويا آهن انهن جي ڇنڊڇاڻ ڪندي مصيبتن نازل ٿيڻ وقت ادب جي تقاضا کي سامهون رکي، توڙي اهي گناهه ظاهري هجن يا باطني. اهويه غور ڪري ته تقدير جي سلسلي ۾ ان ڪان ڪهڙي غلطي ٿي وئي آهي. ڇوته ٻانهي کي گناهه ڪرڻ جي بدلي ۾ ئي آزمائشن ۽ مصيبتن ۾ وڌو ويندو آهي. ان ڪان پوءِ جيڪڏهن مصيبتون ختم ٿي وڃن ته سٺو آهي ورنه آزي نيزاري ڪري معافي گهرڻ سان گڏ دعا ڪندي مسلسل سوال ڪندو رهي ڇوته ان ڳالهه جو به امڪان آهي ته مصيبت جي حالت ۾ الله کان سوال ڪرڻ ۽ قبوليت ۾ دير جي ڪري ڪٿي اهو خدا تي الزام نه ڪونه هٽي رهيو آهي. جيئن اسان بيان ڪندا آيا آهيون. والله اعلم بالصواب.

## ٽيونجاهون مقالو

## ”الله تعاليٰ جي رضا تي راضي رهو“

الله تعاليٰ کان رضا ۽ فضل طلب ڪندا رهو. ڇوته اهائي راحتِ عظيم آهي. اهائي منفرد جنتِ عاليه ۽ اهوئي هڪڙي مؤمن ٻانهي لاءِ خدا جي محبت جو وڏو دروازو آهي ۽ اهوئي مطلب ۽ مقصد آهي. تنهن ڪري جنهن کي باري تعاليٰ پنهنجو محبوب بڻائيندو آهي ان کي دنياوآخرت ۾ ڪنهن به قسم جو عذاب ڪونه ڏيندو آهي ۽ اهائي ڳالهه خدا جي ويجهڙو ۽ واصل ڪري ڇڏيندي آهي. لذتن جي طلب به نه ڪيو ڇوته قسمتون ورهايون ڪونه ويندي‌ون آهن. تنهن ڪري جڏهن توهان جي قسمت جي شي ٻين ۾ ورهائجي نٿي سگهي ته پوءِ ان جي طلب بيوقوفي، غرور ۽ جهالت کان سواءِ ڪجهه به ڪونهي جيڪا هڪڙي سخت سزا آهي. جيئن هڪڙو مقولو آهي ته جيڪو مقدر ۾ نه هجي ان جي طلب سخت اذيت آهي. جيڪا شي ورهائجي وئي آهي ان جي طلب ۾ مشغوليت شر ۽ حرص آهي، ۽ ٻانهپ ۾ حقيقي محبت جي

باب ۾ تمام وڏو شرڪ. انهيءَ ڪري جو غيرالله ۾ مشغوليت جو نالوئي شرڪ آهي ۽ لذتن جا طالبو پنهنجي محبت ۽ ولايت ۾ ڪڏهن بہ سچا ناهن هوندا. ڇوتہ الله تعاليٰ کان سواءِ ٻئي جو محتاج ٿيڻ وارو ڪوڙو ۽ پنهنجي غيرمخلصانہ عمل جي بدلي جو طالبو هوندو آهي. پر جيڪي الله تعاليٰ جا مخلص ٻانها ربوبيت جو حق ادا ڪندا آهن انهن جي عبادت صرف مالڪ حقيقي لاءِ هوندي آهي ڇوتہ الله تعاليٰ جي ملڪيت ٻانهي کان طالبو ۽ عمل جي حقدار آهي ۽ ٻانهي جو هر اٿڻ ويهڻ ۽ پورهيو سڀ ڪجهہ خدا جي لاءِ ئي آهي ڇوتہ ٻانهو پنهنجو پاڻ ۽ ان جي پوري ملڪيت صرف پنهنجي مالڪ جي لاءِ آهي ۽ ائين ڇونہ هجي جڏهن تہ اسان مسلسل بيان ڪندا آيا آهيون تہ سموريون عبادتون صرف خدا جي عطا ڪيل نعمت ۽ فضل آهن۽ ان ئي توفيق ڏئي ان جي طاقت عطا ڪئي. تنهن ڪري توهان جي لاءِ عملن تي جزا ۽ بدلو طلب ڪرڻ جي بجاءِ پنهنجي رب جو شڪريو ادا ڪرڻ ۾ مشغول رهڻ زياده بهتر ۽ اعليٰ آهي. پوءِ ڀلا توهان لذتن جي طلب ۾ مشغول ڇوتا رهو؟ ڇا توهان اهڙن ماڻهن جو مشاهدو ڪيو آهي جن تي لاڳيتو بنا رنڊڪ جي مسلسل لذتن جي اهڙي نموني فراواني ٿيندي آهي جو انهن کي هڪبئي پٺيان نعمتون ۽ قسمتون حاصل ٿينديون رهنديون آهن. ليڪن ان سان گڏ انهن تي خدا جي ناراضگي جوبہ اضافو ٿيندو رهندو آهي. ڇوتہ انهن خدا سان ڪاوڙ جو اظهار ڪري نعمت جو انڪار ڪيو آهي ۽ انهيءَ ڪري انهن جا ڏک ۽ پريشانيون بہ وڌندا رهندا آهن ۽ اهي انهن قسمتن جا محتاج بڻجي ويا آهن جيڪي نہ تہ انهن جي ورهاست ۾ آهن ۽ نہ انهن کي حاصل آهن. پنهنجين قسمتن جي شين کي حقير ۽ ڪمتر ۽ خراب تصور ڪندي ٻين جي قسمتن کي عظيم ۽ ڪبير ۽ سٺو تصور ڪندا رهندا آهن ۽ انهن جي طلب ۾ عمر گذاري ٻڍا ٿي ويندا آهن ۽ پريشانين ۾ ايترو مبتلا آهن جو انهن جا جسم ڇڪنا چور ٿي ويا آهن ۽ انهن جون پيشانيون پگهر ۾ غرق ٿي چڪيون آهن. گناهن جي گهڻائي انهن جي اعمال نامي کي ڪارو ڪري ڇڏيو آهي. خواهش ۽ طلب انهن کي وڏي ڏوهہ ۾ ڦاسائي ڇڏيو آهي ۽ اهي پنهنجي رب جي حڪمن کي ترڪ ڪري ڇڪا آهن. ان جي باوجود بہ انهن کي

اهي شيون حاصل ڪونہ ٿي سگهيون آهن ۽ دنيا مان ائين ڪنگال ٿي نڪتا جو نہ دين جا رهيا نہ دنيا جا. نہ انهن پنهنجي رب طرفان عطا ڪيل قسمت تي شڪر ڪيو ۽ نہ ذاتي حاصل ٿيل شين کي الله تعاليٰ جي اطاعت ۾ خرچ ڪري سگهيا. بلڪ ٻين جي قسمت جي طلب ۾ دنيا ۽ آخرت کي اهڙي نموني ضايع ڪري ڇڏيائون جو اهي مخلوق ۾ سيني کان وڌيڪ برا رهيا. جاهل ۽ احمق رهيا ۽ عقل ۽ سمجهہ کان عاري رهيا. جيڪڏهن اهي تقدير تي راضي رهندي ان جي عطا تي قناعت ڪن ها ۽ سٺي طريقي سان پنهنجي مالڪ جي عبادت ۽ اطاعت ۾ مشغول رهن هاتہ بنا شڪ جي اهي پنهنجي دنياوي لکيل تقدير کي بنا محنت ۽ تڪليف جي حاصل ڪري وٺن ها. پوءِ جڏهن اهي الله تعاليٰ جي رحمت جي دائري ۾ داخل ٿين هاتہ ان وٽ انهن جون سموريون مرادون حاصل ٿي وڃن ها. الله تعاليٰ اسان ۽ توهان کي انهن ئي ماڻهن ۾ شامل ڪرڻ فرمائي جيڪي تقدير تي شڪرانو ادا ڪندي رضا ۽ خوشي ۽ پنهنجي حفاظت طلب ڪندا رهيا ۽ الله تعاليٰ کان اهو سوال ڪندا رهيا تہ اها توفيق عطا ڪري جيڪا ان جي رضا ۽ خوشيءَ جو سبب ٿئي.

## چوونجاهون مقالو

# "خدا تائين رسائي ڪيئن حاصل ٿئي؟"

آخرت کي حاصل ڪرڻ جو ارادو ڪرڻ وارن جي لاءِ دنيا ۾ زهد اختيار ڪرڻ ضروري آهي. خدا جي طلبگارن لاءِ آخرت ۾ زهد جو هجڻ ضروري آهي. تنهن ڪري آخرت جي حصول لاءِ دنيا کي ۽ پنهنجي رب تائين رسائي لاءِ آخرت کي ڇڏي ڏيڻ گهرجي. پوءِ جيستائين زاهد جي قلب ۾ ذڪر ٿيل شين جي خواهش باقي آهي يعني دنيا جي لذتن ۽ مزن جي؛ چاهي ان جو تعلق لباس ۽ گهرٻار سان هجي يا کائڻ پيئڻ سان؛ چاهي اهي گهر ۽ سواري جي متعلق هجن يا حڪومت ۽ رياست جي. چاهي انهن جو تعلق علم ۽ هنر سان هجي. مثال طور فقهہ جيڪا پنجن ئي عبادتن کان پوءِ آهي يا حديث جو علم يا قرائت ۽ قرآن ۽ ان جو تفسير. چاهي غريبي دور ڪري تونگري حاصل ڪرڻ.

چاهي مصيبتن کان ڇوٽڪارو ۽ بچاءُ حاصل ڪرڻ هجي، ان وقت تائين زاهد تارڪ الدنيا نٿو ٿي سگهي.

مختصر اهو ته زاهد جي لاءِ نفعي حاصل ڪرڻ لاءِ نقصان کي دور ڪرڻ مناسب ڪونهي، ڇو ته اهي سيئي شيون نفس جي لذت، خواهش جي تابعداري، طبيعت جي راحت ۽ دنيا سان محبت ۽ تعلق جون آئينيدار آهن. هر اها شي جيڪا دنيا جي بقا لاءِ محبوب ۽ سڪون ۽ اطمينان جو سبب هجي ان کي پنهنجي دل (قلب) ۽ نفس کان الڳ ڪرڻ زاهد لاءِ انتهائي ضروري آهي. ان کي گهرجي ته سدائين دل کي بک ۽ ڏک تي رضامند رکي. پوءِ جڏهن انهن مان ڪتل جي ڪکڙي جي برابر جيتري به نه رهندي ته ان جو زهد خالص ٿي ويندو ۽ اهو انهن ڳالهين جي تڪميل کان پوءِ ئي پنهنجي دل مان ڏک ۽ ملال ۽ پنهنجن عضون جي تڪليف کي دور ڪري سگهندو ۽ ان وقت ان کي خدا جي طرف کان راحت ۽ خوشي ۽ انس و محبت حاصل ٿي ويندا. جيئن حضور صلي الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جو ارشاد آهي ”دنيا ۾ زهد جسم ۽ راحت جي لاءِ راحت پهچائيندڙ آهي.“ تنهن ڪري جيستائين توهان جي دل ۾ انهن مان ڪا به شي باقي رهندي ته ان وقت تائين توهان جي دل خوف ۽ دهشت جو نڪاٽو بڻي رهندي جنهن لاءِ رسوائي ضروري آهي.

## پنجونجاهون مقالو

# ”لذتن کي ترڪ ڪري ڇڏيو“

لذتن کي ترڪ ڪرڻ جا ٽي مرحلا آهن. پهريون اهو ته ٻانهو پنهنجي سموري احوال ۾ عبادت کان ڀڄندڙ ۽ شريعت کان بي مهار ٿي چرين وانگر پنهنجي طبيعت جي اونداهين ۾ ڦيرا پائيندو رهي ۽ ان جي لاءِ اهڙي ڪا حد مقرر نه هجي جتي وڃي بيهي رهي. ان حالت ۾ الله تعالىٰ جي ان تي ڪرم جي نگاهه پئجي ويندي آهي ۽ ان وٽ مخلوق مان ڪنهن نيڪ ٻانهي کي نصيحت ڪرڻ لاءِ موڪلي ڏيندو آهي ته جيئن اهو ان کي آگاهي ڏيندو رهي ۽ ٻيو خود ان جي ضمير کي نصيحت ڪندڙ بڻائي ڇڏيندو آهي. پوءِ جڏهن اهي ٻئي نصيحت ڪندڙ ان جي نفس ۽ طبيعت تي اهڙي طرح فتح حاصل ڪري ويندا

آهن جو نصيحت پنهنجو اثر ڏيکارڻ شروع ڪندي آهي تہ ان کي پنهنجا سمورا اندروني عيب ڏسڻ ۾ ايندا آهن جن تي سوار ٿي اهو پڇندو رهيو ۽ طرح طرح سان شريعت جي مخالفت ڪندو رهيو آهي. پوءِ جڏهن اهو پنهنجن سمورن ڪمن کي شريعت مطابق ڪري مسلمان ٻانهو بڻجي شريعت تي اهڙي طرح قائم ٿي ويندو آهي جو پنهنجي طبيعت کي فنا ڪري دنيا جي سمورن حرام ڪمن يا حرام سان مشابهت رکندڙ شين کي ۽ مخلوق جي احسان کي ترڪ ڪري الله تعاليٰ طرفان جائز ڪيل ۽ شريعت جي حلال شين کي اختيار ڪندو آهي، جن جو تعلق کائڻ يا لباس يا گهرٻار يا زندگي جي ٻين ضرورتن سان هوندو آهي، تہ جيئن پنهنجن جسماني بنيادن جو تحفظ ڪندي پوري قوت سان اطاعتِ الاهي ڪري پنهنجي ورهاست جو سمورو حصو حاصل ڪري سگهي ۽ اُن حد کان انهيءَ ڪري بہ قدم نہ وڌائيندو آهي تہ ان جي لاءِ ورهاست ۽ ان سان واسطو رکندڙ ڳالهين کان مڪمل فائدو حاصل ڪرڻ کان اڳ دنيا مان نڪرڻ جوبہ رستو ڪونهي. پوءِ جڏهن اهو پنهنجي سموري احوال ۾ شريعت جي حلال ۽ مباح شين جي پيروي ڪندي انهن جي ذريعي بارگاهِ ولايت تائين رسائي حاصل ڪندي اهلِ حقيقت ۽ خاص ٻانهن ۽ اهلِ عزيمت ۽ محبوبانِ حق جي جماعت ۾ شامل ٿي ويندو آهي تہ ان وقت اهو الله جي طرفان ندا ٻڌڻ لڳندو آهي "پنهنجي نفس کي ڇڏي اچ. جيڪڏهن پنهنجي خالق جو طالبو آهين تہ سمورين لذتن ۽ مخلوق کي ڇڏي ڏي ۽ پنهنجن جوتن کي لاهي اچلاءِ." يعني پنهنجي دنيا ۽ آخرت کان اڪيلو ٿي سمورين موجودات کان ڪنارا ڪش ٿي وڃ. هر شي کان آزاد ۽ فاني ٿي توحيد جي خوشبو حاصل ڪري ۽ شرڪ کان پاسو ڪندي پنهنجن ارادن ۾ صداقت پيدا ڪري ۽ قرب جي دنيا ۾ اهڙي نموني ڪنڌ جهڪائي داخل ٿي وڃ جو نہ پنهنجي ساڄي طرف کان آخرت کي ۽ نہ کاٻي طرف کان دنيا کي ڏس. نہ وري مخلوق ڏانهن توجهہ ڪري لذتن جو تصور ڪر. پوءِ جڏهن تون قرب جي دنيا ۾ داخل ٿي ويندين تہ الله تعاليٰ جي وصل جوبہ حقدار ٿي ويندين ۽ الله تعاليٰ جي طرفان خلعت بہ عطا ڪئي ويندي. توکي نمونن نمونن ۽ قسمن قسمن جا علم، معرفتون ۽ فضل وڪرم ڍڪي ڇڏيندا.

ان وقت توکي چيو ويندو تہ فضل ۽ نعمت جو لباس پاءِ ۽ ان لباس کي نہ پائڻ سان ان کي واپس ڪرڻ جي بي ادبي نہ ڪر. انهيءَ ڪري جو شاهي نعمت کي موٽائڻ بادشاهہ جي توهين ڪرڻ جي برابر هوندو آهي ۽ ان جي بارگاهہ ۾ زور آزمائي جي برابر آهي. ان وقت خدا جي فضل ۽ ان جي تقدير جو ميلاپ پانهي جي مداخلت کان سواءِ ائين ٿي ويندو آهي تہ جڻ ان کان اڳ اهي سڀ ڳالهيون توڙي جو اهو نفس جي خواهش ڪري ڪندو هيو پر هاڻي اهي سموريون ڳالهيون خدا جي حڪم ۽ رضا جي تابع ٿي چڪيون آهن.

لذتن ۽ مقدر کان مفاد جي حصول جا چار طريقا آهن:

پهريون اهو تہ پنهنجي طبيعت جي ذاتي خواهش ڪري ڪوئي ڪم ڪرڻ تہ بلڪل حرام آهي.

ٻيو اهو تہ شرعي حڪم مطابق عمل ڪرڻ حلال ۽ مباح آهي.

ٽيون اهو تہ الله تعاليٰ جي حڪم موجب عمل ڪندو رهي تہ اها ولايت جي خواهشن کي ترڪ ڪرڻ جي حالت آهي.

چوٿون الله تعاليٰ جي فضل سان عمل ڪرڻ آهي.

اها ارادي جي ختم ٿيڻ ۽ ابدالي جي حاصل ٿيڻ جي حالت آهي. جيڪا شي مقدر ۽ فضل سان گڏ قائم هجي ان کي علم، اصلاح ۽ درستگي سان صفت رکندڙ حالت وارو سمجهيو ويندو. حقيقت ۾ صالحن جي جماعت ۾ بہ ان جو شمار ٿيندو جيڪو انهي مقام تائين پهچي وڃي ۽ اهوئي ماڻهو الله تعاليٰ جي هن فرمان جي سچائي مطابق ٿي ويندو "منهنجو ولي الله آهي جنهن قرآن نازل ڪيو ۽ اهوئي صالحن جو متولي ۽ ڪم ٺاهيندڙ آهي." پوءِ جڏهن پانهو مصلحت ۽ نفعي جي حصول کان پاڻ کي پري رکندي نقصان ۽ فساد کان بي نياز ٿي ويندو آهي تہ ان جو مثال دائي جي هٿن ۾ کيرپياڪ ٻار جهڙو ٿي ويندو آهي يا جيئن غسل ڏيڻ واري جي هٿن ۾ مڙدو هوندو آهي. پوءِ اهو پنهنجي اختيار ۽ تدبير کان سواءِ قدرت جي هٿن ۾ تربيت حاصل ڪندو رهندو آهي. انهن سمورين شين کان منهن موڙڻ کان پوءِ ان لاءِ نہ تہ ڪو حال رهندو آهي نہ مقام ۽ ارادو بلڪ اهو قدرت سان اهڙي نموني تعلق ۾ اچي ويندو آهي جو ڪڏهن تہ ان تي ڪشادگي تہ ڪڏهن تنگي جي

ڪيفيت طاري ٿي ويندي آهي. ڪڏهن اهو مالدار ٿي ويندو آهي ته ڪڏهن محتاج. نه ته اهو خودمختيار هوندو آهي نه ان ۾ زوال ۽ ڦيرگير جي تمنا باقي رهندي آهي. بلڪ اهو هميشھ هميشھ جي لاءِ رضا ۽ موافقت تي قائم ٿي ويندو آهي ۽ ابدالي اوليائن جي احوال جي اها انتها هوندي آهي.

## ڇاونجاھون مقالو

# ”فنائيت جو مقام“

جڏهن ٻانهو خواهشن, مخلوقات, نفس, ارادي ۽ آرزوئن کان ائين بي نياز ٿي ويندو آهي جو ان جي دل(قلب) مان سموريون سوچون ختم ٿي صرف خدا جو ارادو ٻاقي رهجي ويندو آهي ته واصل بالله ٿيڻ کان پوءِ اهو خدا جو پارسا ۽ برگزيده ۽ محبوب ٿي ويندو آهي ۽ مخلوق جي دل ۾ ان لاءِ محبت پيدا ڪئي ويندي آهي. ليڪن اهو بذاتِ خود صرف الله تعاليٰ ۽ ان جي قرب کي ئي محبوب سمجهڻ لڳندو آهي ۽ الله تعاليٰ جي فضل سان حاصل ٿيل نعمتن ۾ ئي گذاريندو رهندو آهي. ان تي الله تعاليٰ جي رحمت جا ڪڏهن به بند نه ٿيڻ وارا دروازا کوليا ويندا آهن. پوءِ الله تعاليٰ طرفان ان کي اهڙي نموني اختيار ڏنو ويندو آهي جو اهو خدا جي ئي تدبر سان تدبير ڪندو آهي ۽ ان جي مشيت سان چاهيندو آهي ۽ راضي برضا رهي ان جي حڪمن جي تابعداري کان علاوه ڪنهن جي به پيروي ڪونه ڪندو آهي. نه وري خدا تعاليٰ جي وجود کان هٽي ڪنهن غير جي وجود ۽ فعل تي ان جي نظر ويندي آهي. پوءِ ان وقت ان جي لاءِ اها ڳالهه جائز ٿي ويندي آهي ته ان سان خدا جنهن شي جو واعدو ڪيو آهي ان جو ظهور نه ٿئي ۽ ان جي تصور جي مطابق اها شي ان کي حاصل نه ٿي سگهي، ڇونه خواهش ۽ ارادي جي زوال سان گڏ غيريت ۽ ٻيائي جو زوال به اهڙي نموني ٿي ويندو آهي جو بذاتِ خود ئي خدا تعاليٰ جو فعل ۽ ارادو بڻجي ويندو آهي. اهڙي طرح الله تعاليٰ جو واعدو ان جي حق ۾ اهوڙوئي ٿي ويندو آهي جيئن الله تعاليٰ

جو خود پنهنجي ذات سان واعدو ڪرڻ. مثال طور، جيڪڏهن ڪوئي ٻانهو پنهنجي ذات لاءِ ڪنهن ڪم جو ارادو ڪرڻ کان پوءِ خود ئي ان ڪم کي ترڪ ڪري ڪو ٻيو ڪم ڪري تہ ان جو مثال ناسخ ۽ منسوخ جهڙو ٿي ويندو آهي. جيئن الله تعاليٰ پنهنجي نبي صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي فرمائي ٿو "اسان جنهن آيت (جي حڪم کي) منسوخ ڪندا آهيون يا ان کي وسارائي ڇڏيندا آهيون تہ اسان ان کان بهتر يا ان جهڙي آيت نازل ڪندا آهيون. ڇا توهان کي خبر ڪونهي تہ الله هر شي تي قادر آهي."

جنهن وقت حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي دل مان خواهش ۽ ارادي کي ختم ڪيو ويو تہ ڪين انهن مقامن ڏانهن رجوع ڪيو ويو جنهن جو ذڪر قرآن شريف ۾ هنن لفظن سان بيان ڪيو ويو آهي "توهان دنيا جي سامان جي ڳولا ۾ آهيو ۽ الله آخرت کي پسند ڪري ٿو." اهڙي طرح هڪڙي ٻي جاءِ تي فرمايو "جيڪڏهن خدا جي طرفان پهريان ئي مقدر نہ ڪيو ويو هجي ها تہ يقينن فديو وٺڻ وارا وڏي عذاب ۾ مبتلا ٿي وڃن ها." حقيقت ۾ الله تعاليٰ جي منشا اهائي هئي تہ حضور جن کي هڪڙي حالت تي قائم رکندي قضاوقدر ڏانهن اهڙي طرح منتقل ڪيو وڃي تہ پاڻ مقدرات ۾ گردش ڪندي پنهنجي دل (قلب) کي منع ٿيل شين کان روڪيندا رهن. جيئن باري تعاليٰ فرمائي ٿو "ڇا توکي علم ڪونهي تہ الله هر شي تي قادر آهي." يعني توهان کي قضاوقدر جي درياء ۾ اهڙي طرح وڌو ويو آهي جو ان جون ڇوليون توهان کي ڪڏهن هڪڙي طرف ڪٽي وڃن ٿيون تہ ڪڏهن ٻئي پاسي.

ان مان اهو بہ ثابت ٿئي ٿو تہ ولايت جي مرتبن جي انتها تي امرِ نبوت جي ابتدا ٿيندي آهي. ولايت ۽ ابداليت کان پوءِ صرف نبوت ئي باقي رهجي وڃي ٿي. (جنهن جو سلسلو حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تي ختم ٿي ويو.)

## ستونجاهون مقالو

# "راضي برضا رهو"

ولي جي پوري احوال ۾ دل کي قابو ڪرڻ جي ڪيفيت هوندي آهي. انهيءَ ڪري ولي کي ان جي حفاظت جو حڪم ڏنو ويو آهي.

جنهن شي جي حفاظت ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويندو آهي ان جو نالو "قابو ڪرڻ" آهي ۽ تقدير تي قيام جو نالو "ڪشادگي" آهي ڇو ته ان ۾ ڪنهن شي جي حفاظت ڪرڻ جو حڪم ڪونه ڏنو ويندو آهي. مگر اهو ته اهو حڪم قضاوقدر ۾ پهريان کان موجود هجي. انهيءَ ڪري ولي جي لاءِ اهو ضروري آهي ته تقديري ڪمن ۾ موافقت اختيار ڪندي جهيڳڙو نه ڪري ۽ نه تقدير جي نفعي نقصان واري حالت ۾ ڪو تڪرار پيدا ڪري.

جيئن ته احوال تمام ٿوري تعداد ۾ آهن. انهن جي حدن جي حفاظت ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو آهي ۽ قدروفعل ۽ ڪشادگي ۾ پاڻهي جي داخل ٿيڻ جي علامت اها آهي ته ان کي زهد جي حالت ۾ جن لذتن کي ترڪ ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويندو آهي انهن کي هاڻي طلب ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويندو آهي. انهيءَ ڪري جو جڏهن اهو باطني لذتن کان اهڙي نموني خالي ٿي ويندو آهي جو ان جي دل ۾ الله تعاليٰ کان سواءِ ڪجهه به باقي ڪونه رهندو آهي ته ان کي ڪشادگي جي حالت ۾ داخل ڪيو ويندو آهي. ان کي انهن خواهشن ۽ مقدر ڪيل شين کي طلب ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويندو آهي جن جو ان تائين پهچڻ ضروري هوندو آهي. انهن شين تائين ان جي پهچ انهيءَ ڪري ضروري هوندي آهي جو الله تعاليٰ وٽ ان جي ڪرامت، منزلت ۽ احسان فرمائڻ حقيقي ٿي وڃي. لذتن جي عطا ڪرڻ وارو معاملو تنگي کان پوءِ ڪشادگي جي علامتن مان آهي. احوال، مقامات ۽ تڪليف مان نڪرڻ حدن جي حفاظت جي نشاني آهي. هاڻي جيڪڏهن ڪو شخص اهو اعتراض ڪري ته اهو قول ته اسلامي شريعت کان خارج ٿيڻ ۽ زنديق تي دلالت ڪري ٿو ۽ ان

سان الله تعاليٰ جي هن فرمان جي ترديد ٿئي ٿي "مرڻ گهڙي تائين پنهنجي رب جي عبادت ڪندا رهو."

اسان اهو جواب ڏينداسين ته نه نه اها ڳالهه توهان جي قول جو دليل آهي ۽ نه ان طرف پهچي ٿي بلڪ خداء بزرگ و برتر خود ان جو ولي ٿي ويندو آهي ۽ جيڪو مقام الله تعاليٰ جي مرتبي ۾ نقصان ۽ نقص جو سبب ۽ ان جي دين ۽ شريعت ۾ عيب وارو هجي، ان مقام کان الله تعاليٰ جي عزت و عظمت گهڻي مٿي آهي. بلڪ اهو ته مٿي ذڪر ڪيل شين سان ولين جي حفاظت ڪندي انهن شين کان ان جو منهن موڙي ڇڏيندو آهي ۽ ان جو سنڀاليندڙ ٿي ان کي تنبيهه ڪندو رهندو آهي ۽ شرعي حدن جي تحفظ جي لاءِ ان جو رستو ائين سڌو ۽ سولو ڪري ڇڏيندو آهي جو ان کي بنا ڪنهن تڪليف ۽ محنت جي شرعي حدن جو تحفظ حاصل ٿي ويندو آهي. الله تعاليٰ اڪين کان اوجهل هجڻ جي باوجود ان جي ويجهو هوندو آهي. جيئن باري تعاليٰ خود فرمائي ٿو "اسان ان کان برائين کي پري ڪري ڇڏيندا آهيون ڇو ته اهو اسان جي مخلص ٻانهن مان آهي." هڪڙي ٻي جاءِ تي فرمايل آهي "بيشڪ اهي اسان جا ٻانها آهن انهن تي (شيطان) پنهنجو تسلط قائم نٿو ڪري سگهي."

هڪڙي ٻي جاءِ تي آهي "خبردار اهي الله جا مخلص ٻانها آهن."

تنهن ڪري اي ادا! اهي ئي اولياء الله جا نوازيل ۽ ان جا محبوب هوندا آهن جن جي تربيت اهو پاڻ ڪندو رهندو آهي. انهيءَ ڪري شيطان جي پهچ انهن تائين ڪيئن ٿي سگهي ٿي ۽ شريعت ۾ خراب ۽ ڪوڙيون ڳالهيون ڪيئن ٿيون داخل ٿي سگهن. ان جو مثال ته اهڙوئي ٿي ويندو آهي جڻ ڪوئي ڪاڏي پيتي جون شيون پري اڇلي صرف قربت حاصل ڪندو آهي.(اها عربن جي هڪڙي اصطلاحي چوڻي آهي.)

توڙي وڏي خواري واري ۽ خطرناڪ ڳالهه چئي ڇڏي آهي ۽ الله تعاليٰ جي فعل ڏانهن ان کي منسوب ڪري ڇڏيو آهي. اهڙن ذليل ماڻهن کي حيف آهي. اهڙن ماڻهن جا عقل ڪيئن اٿپورا، انهن جي راءِ ڪيتري فاسد، ۽ انهن جا خيال ڪيترا گندا آهن. الله تعاليٰ اسان کي ۽

اسان جي ڀائرن کي پنهنجي رحمت ۽ قدرت ڪاملہ سان فرقي وارانين براين کان محفوظ رکندي پنهنجي ان مڪمل حفاظت ۽ پناهہ ۾ لڪائي ڇڏي جيڪا گناهن کان پري ڪري ڇڏيندي آهي. الله تعاليٰ پنهنجين ڪامل نعمتن، دائمي فضيلتن ۽ پنهجي جودوڪرم سان اسان جي تربيت ڪندو رهي. آمين.

## انونجاهون مقالو

# "هر طرف کان نظرون ڦيرائي ڇڏيو"

هر طرف کان نابين ٿي ڪنهن بہ پاسي نہ ڏسو ۽ جيستائين توهان جي نظر ڪنهن هڪڙي طرف رهندي ان وقت تائين توهان تي الله تعاليٰ جي قرب جي دري کولي نہ ڪلندي. تنهن ڪري هر طرف جو پنهنجي نفس جي مخالفت ڪرڻ ۽ باري تعاليٰ جي توحيد سان سدباب ڪري ڇڏيو. پوءِ جڏهن توهان پنهنجي علم کي وساري فنائيت حاصل ڪري وٺندا تہ ان وقت توهان جي دل (قلب) جي اک کي الله تعاليٰ جي فضل جي دري ڏانهن ائين کوليو ويندو جو پنهنجي مٿي وارين اکين سان بہ مشاهدو ڪرڻ لڳندا. انهيءَ ڪري جو اها توهان جي قلب وايمان ۽ يقين جي نور جو شعاع هوندي.

ان وقت توهان جي باطني نور جو توهان جي ظاهر تي اهڙي نموني ظهور ٿيندو جيئن ڪاري ڀات رات ۽ اونداهي گهر ۾ شمع جو نور درين منجهان گذري سڄي گهر کي روشن ڪندو آهي. ان وقت توهان جي دل (قلب)۽ عضون کي خدا جي واعدي ۽ عطا تي اهڙي طرح اطمينان حاصل ٿي ويندو جيڪو خدا کان، سواءِ ٻئي ڪنهن جي واعدي ۽ نوازش سان حاصل نٿو ٿي سگهي. پنهنجي نفس تي رحم ڪائي ان کي نہ تہ اونداهو ڪيو ۽ نہ جهالت ۽ تڪبر جي اونداهين ۾ غرق ڪيو جو توهان جون نظرون رڳو جهالت تي ڪتل رهن ۽ توهان مخلوق، طاقت، ۽ محنت ۽ هنر تي ڀروسو ڪري ويهو. ائين ڪرڻ سان توهان جي مٿان جهالت کي اهڙي نموني سان بند ڪيو ويندو جو خداء عزوجل جي فضل جي دري توهان تي ڪڏهن کلي نہ سگهندي. اها سزا ان شرڪ جي بدلي ۾ هوندي جيڪو توهان خدا کي ڇڏي ان جي غير ڏانهن ڏٺو هوندو. پوءِ

حڏهن توهان انهي مرتبي تي پهچي ويا جو توهان جون نظرون صرف ان جي فضل ڏانهن رهنديون آهن ۽ توهان جون اميدون غيرالله سان وابستہ ڪونہ هونديون آهن ۽ توهان غير جي قربت ڪان منهن ڦيري ان جي رحمتن جي ويجهو ٿي ويندا تہ اهوئي توهان جي تربيت جو ذميوار هوندو. اهو توهان کي ڪارائيندو پياريندو. توهان کي علاج ۽ تندرستي سان نوازيندو ۽ توهان کي تونگري عطا ڪري ڇڏيندو. پوءِ نہ تہ توهان پنهنجي محل تي نظر وجهندا ۽ نہ غريبيءَ تي.

## اوڻهٺون مقالو

## "نعمتن تي شڪر ۽ مصيبتن تي صبر اختيار ڪيو"

توهان ٻن حالتن ڪان ڪڏهن خالي نٿا رهي سگهو. ياتہ مصيبتن ۾ گرفتار هوندا يا نعمتن جي فراواني هوندي. تنهن ڪري جڏهن توهان مصيبتن ۾ گرفتار هوندا تہ توهان ڪان صبر ڪرڻ جو مطالبو ڪيو ويندو جيڪو هڪڙو ادنيٰ درجو آهي. صبر اختيار ڪرڻ ان ڪان اعليٰ ۽ ان ڪان پوءِ رضا ۽ موافقت جو درجو آهي. پوءِ فنا جو درجو آهي جيڪو صرف ابدالن کي حاصل هوندو آهي. جيڪڏهن توهان تي نعمتن جي فراواني آهي تہ توهان ڪان شڪر ڪرڻ جو مطالبو ڪيو ويندو ۽ شڪر جو تعلق دل، زبان ۽ عضون سان هوندو آهي. زبان سان شڪرگذاري تہ اها آهي تہ نعمتن جي سلسلي ۾ اهو اعتراف ڪندا رهوتہ اهي سڀ الله تعاليٰ جي طرف ڪان آهن ۽ انهن جي اضافي کي نہ تہ مخلوق ڪان سمجهو ۽ نہ پنهنجي نفس ڏانهن ڪيو ۽ نہ پنهنجي قوت، طاقت ۽ محنت ڏانهن ان جي نسبت ڏيو. نہ وري پاڻ ڪان سواءِ ڪنهن غير ڏانهن، جن هٿان وسيلي اهي نعمتون حاصل ٿيون آهن. ڇوتہ نعمتن کي حاصل ڪرڻ جي سلسلي ۾ توهان جي حيثيت صرف سامان ۽ ذريعن جي ئي آهي، ليڪن حقيقت ۾ نعمتن جي ورهاست ڪرڻ وارو، انهن کي جاري ڪرڻ وارو انهن جو پيدا ڪندڙ انهن ۾ مشغول رکڻ وارو ۽ انهن جي حصول جو ذريعو صرف الله تعاليٰ ئي آهي. انهيءَ ڪري غير جي مقابلي ۾ شڪر جو اهو وڌيڪ مستحق آهي. ڪڏهن هديو ۽ تحفا کڻي اچڻ واري غلام کي نہ ڏسو بلڪ ان جي مالڪ ڏانهن ڏسو

جنهن غلام کي هديو ۽ تحفا ڏئي موڪليو آهي. اهڙن ئي ماڻهن جي باري ۾ جيڪي انهي منظر کي وساري ويٺا آهن، باري تعاليٰ فرمائي ٿو "اهي دنيا جي ظاهري زندگي کي ڄاڻندي آخرت کان غافل ٿي چڪا آهن." تنهن ڪري جيڪي ماڻهو دنيا جي ظاهري سامان ۽ سببن کي ڏسندا آهن انهن جو علم ۽ معرفت اڳتي ڪونه وڌندا آهن ۽ اهي ئي ماڻهو جاهل، گهٽ عقل ۽ بيوقوف هوندا آهن. ڇوته عقل وارو اهو آهي جيڪو نتيجن ۽ انجام تي نظر رکي.

دل سان شڪرگذاري جو طريقو اهو آهي ته ٻانهو هميشه اهو اعتقاد رکي مضبوط يقين ڪري ته سموريون نعمتون ۽ نفعا، ظاهري ۽ باطني خواهشون ۽ چرپر خدا کان سواءِ ڪنهن غير جي طرف کان نه هوندا آهن. ڇوته زبان سان شڪرگذاري دل سان شڪرگذاري ڪرڻ جو آئينو هوندو آهي. جيئن الله تعاليٰ فرمايو آهي "توهان وٽ هر شي خدا جي طرف کان ئي آهي."

ٻي جاءِ تي فرمايو آهي "الله پنهنجي ظاهري ۽ باطني نعمتن جو توهان تي پورائو ڪري ڇڏيو."

وري ٻي جاءِ تي فرمايو آهي "جيڪڏهن توهان الله جي نعمتن کي ڳڻڻ گهرو ته انهن کي ڳڻي ڪونه سگهندا."

انهن آيتن جي روشني ۾ الله تعاليٰ کان سواءِ ڪوبه نعمتون ڏيندڙ نٿو ٿي سگهي.

عضون سان شڪرگذاري جو مفهوم اهو آهي ته پنهنجين سمورين سرگرمين کي صرف الله تعاليٰ جي اطاعت جي لاءِ ڪم آندو وڃي ۽ الله تعاليٰ کان سواءِ ڪنهن به مخلوق جي لاءِ انهن جو استعمال نه ڪيو وڃي. مخلوق جي ڪڏهن اهڙي ڳالهه قبول نه ڪيو جنهن ۾ الله تعاليٰ کان پاسو ۽ نافرماني ڏسڻ ۾ اچي. اهوبه ياد رکو ته اهو حڪم نفس ۽ خواهش، ارادن ۽ تمنائن، ۽ پوري مخلوق لاءِ عام آهي.

اٿين ئي الله تعاليٰ جي اطاعت کي اصل ۽ امام تصور ڪندي تابعداري جي قابل بڻايو ۽ ان کان علاوه هر شي کي عاجز ۽ تابع سمجهو. جيڪڏهن توهان خدا کي ڇڏي ڪنهن غير جي اتباع ڪئي ته توهان جو شمار جابر ۽ ظالم، ۽ غيرالله جو حڪم مڃڻ وارن ۾ ٿيڻ لڳندو يا

مؤمن ٻانهن جي لاءِ مقرر ڪيل حڪم جي خلاف عمل ڪرڻ وارن ۾ يا صالحن جي رستي جي خلاف هلڻ وارن ۾ ٿيڻ لڳندو. جيئن خود باري تعاليٰ فرمايو آهي "وَمَن لَّمۡ يَحۡكُم بِمَآ أَنزَلَ ٱللَّهُ فَأُوْلَٰٓئِكَ هُمُ ٱلۡكَٰفِرُونَ٥" هڪڙي ٻي آيت جي آخر ۾ "هُمُ الفَاسِقُون" جو لفظ آيو آهي ۽ ٽين آيت ۾ "هُمُ الظَّالِمُون" جو لفظ آيو آهي. يعني اهي ماڻهو جيڪي الله جي نازل ڪيل حڪم جي مطابق عمل ڪونہ ڪندا آهن، اهي ڪافر آهن، اهي فاسق آهن، اهي ظالم آهن. اهڙن ئي ماڻهن جو ٺڪاڻو اها باھ آهي جنهن جو ٻارڻ انسان ۽ پٿر آهن. حالانڪ دنيا ۾ انسان هڪڙي گهڙي لاءِ بہ ننڍڙي چڻنگ بہ برداشت نٿو ڪري سگهي. تہ پوءِ دوزخ جي هيٺين طبقي (هاويہ) ۾ هميشه جي قيام تي ڪيئن تو صبر ڪري سگهجي. خبردار! خبردار!! خبردار!!! جهنمي ٿيڻ کان پاڻ بچايو ۽ الله جي رسي کي اهڙي مضبوطي سان پڪڙيو جو تنگي ۽ فراخي ٻنهي حالتن ۾ خدا جي حڪمن جي تابعداري ڪندا رهو. ڇوتہ توهان سموري حياتي انهن ٻن ڳالهين کان خالي نٿا رهي سگهو. انهيءَ ڪري جو يا تہ مصيبتن ۾ گذارو ڪندا يا نعمتن ۾ وقت گذرندو. تنهن ڪري ٻنهي حالتن جي حصي کي وس آهر ادا ڪندا رهو ۽ اسان جي بيان جي مطابق انهن ٻنهي حالتن جو حصو ۽ حق صبر ۽ شڪر آهي.

انهيءَ ڪري توهان کي گهرجي تہ مصيبتن جي حالت ۾ خدا کان سواءِ ڪنهن غير سان شڪايت نہ ڪريو ۽ نہ ڪنهن جي سامهون دانهن ڪوڪ ڪيو. نہ وري پنهنجي دل ۾ الله تعاليٰ تي الزام هڻو. ان جي انهن حڪمن ۽ مصلحتن ۾ بہ جيڪي دنيا ۽ آخرت ۾ ان توهان جي لاءِ اختيار ڪيون آهن ڪنهن قسم جو شڪ شبهو نہ ڪريو نہ وري پنهنجي آرام لاءِ مخلوق ڏانهن رخ ڪيو. ڇوتہ توهان جو اهڙو عملي ڪردار توهان جي ئي طرف کان شرڪ ڪرڻ جي مترادف هوندو. الله تعاليٰ جي ملڪيت جوبہ ڪنهن کي مالڪ نہ بڻايو ڇوتہ الله تعاليٰ کان سواءِ ڪير بہ نفعو يا نقصان پهچائي نٿو سگهي؛ نہ وري ڪو مصيبت يا بيماري دور ڪري صحت عطا ڪري سگهي ٿو. ظاهر ۽ باطن ۾ بہ الله تعاليٰ جي فعل ۾ مخلوق سان گڏ راند روند قائم نہ ڪيو انهيءَ ڪري جو مخلوق ڪڏهن بہ خدا جي مقابلي ۾ توهان کي شاهوڪار نٿي

ڪري سگهي. بلڪ پنهنجي مٿان صبرورضا ۽ موافقت و فنا کي لازمي قرار ڏئي ڇڏيو. پر جيڪڏهن توهان کي انهن شين کان محروم ڪيو ويو هجي تہ الله تعاليٰ کان مدد گهرندي ان کي ٻاڏائيندا رهو ۽ گناهہ جو اعتراف ڪندي پنهنجي نفس جي بدنصيبي تي لڙڪ وهائيندا رهو ۽ نعمتن جي فراواني ۾ الله تعاليٰ جي هيڪڙائي جو بہ اعتراف ڪيو. شرڪ کان پاسو ڪندي ان وقت تائين صبرورضا ۽ موافقت طلب ڪندا رهو جيستائين مقرر وقت نہ اچي پهچي ۽ مصبتن جو ازالو نہ ٿي وڃي ۽ فرحت ۽ سرور حاصل نہ ٿي وڃي. جهڙي طرح حضرت ايوب عليہ السلام سان واقعو پيش آيو. يا جيئن رات جي اونداهي کان پوءِ ڏينهن جي سفيدي نروار ٿيندي آهي يا جيئن سردي جي موسم کان پوءِ بهار جي موسم جي آمد ٿيندي آهي. انهيءَ ڪري جو هر شي جو ضد، مطلب مدت ۽ انتها ٿيندي آهي. تنهن ڪري صبر تہ ان جي ڪنجي آهي ۽ خير ۽ خوبي ان جي ابتدا ۽ انتها. جيئن حديث پاڪ ۾ آهي ”ايمان ۾ صبر جو درجو ائين آهي جيئن جسم ۾ سر جو درجو.“ هڪڙي ٻي حديث ۾ آهي ”صبر ئي مڪمل ايمان آهي.“

ڪڏهن ڪڏهن شڪر جو اظهار هيئن بہ ٿيندو آهي تہ الله تعاليٰ جي انهن نعمتن ۾ ضم ٿي وڃو جن کي توهان جو مقدر بڻايو ويو آهي ۽ فنا جي مقام جي حصول کان پوءِ توهان جي شڪرگذاري اهائي آهي تہ ان مان نفعو حاصل ڪندي خواهشن کي ترڪ ڪري ڇڏيو ۽ شريعت جي حمايت ۽ حفاظت ۾ هروقت مشغول رهو. ڇو تہ اهوئي ابدالن جو مقام ۽ انهن جي آخري حد آهي.

توهان جيڪڏهن منهنجين ٻڌايل ڳالهين کي معتبر تصور ڪندا تہ انشاءالله تعاليٰ توهان کي سڌو رستو ملي ويندو.

## سٺون مقالو

## ”ابتدا ۽ انتها“

سلوڪ جي ابتدا اها آهي تہ طبيعت پنهنجي گهربل شين کي ترڪ ڪري شريعت ڏانهن رجوع ڪندي قضاوقدر طرف توجهہ ڪجي. ليڪن ان لاءِ پهريون شرط اهو آهي تہ انهن سڀني حالتن ۾

شرعي حدن جي پابندي ڪندي پوءِ طبيعت مطابق گهربل شين ڏانهن لاڙو ڪجي. مثال طور، کائڻ پيئڻ جي شين ۾ لباس ۽ شادي جي معاملي ۾ يا گهرگهاٽ جي سلسلي ۾. پوءِ طبيعتن ۽ عادتن شرعي ۽ امرونواهي ڏانهن لاڙو رکندي قرآن ۽ سنت جي پيروي ڪريو. جيئن باري تعاليٰ فرمايو "هي رسول توهان کي جيڪو ڏئي ان تي عمل ڪيو ۽ جنهن ڳالهه کان منع ڪري ان کان رڪجي وڃو."

هڪڙي ٻي جاءِ تي پنهنجي رسول صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم کي فرمائي ٿو "جيڪڏهن توهان خدا جا محبوب ٿيڻ گهرو ٿا ته الله جي عبادت ڪريو اهو توهان کي (پنهنجو) محبوب بڻائيندو."

تنهن ڪري توهان به پنهنجين نفساني خواهشن ۽ هٺ کي پنهنجي ظاهروباطن ۾ اهڙي طرح فنا ڪري ڇڏيو جو توهان جي باطن ۾ توحيد کان سواءِ ۽ توهان جي ظاهر ۾ اطاعتِ الاهي کان سواءِ ٻيو ڪجهه به باقي نه رهي. توهان جا طورطريقا، لباس، اٿڻ ويهڻ، رات ڏينهن، سفروحضر، غم ۽ خوشي، توهان جي صحت ۽ بيماري، مطلب ته هرحال ۾ اهو طريقو هجڻ گهرجي. پوءِ توهان کي تقدير جي وادي ۾ پهچائي تقدير جي حوالي ڪيو ويندو جيڪا توهان جي ڪوشش ۽ طاقت ۽ قوت کي فنا ڪري ان مقسوم ڏانهن وٺي ويندي جنهن جي لکڻ کان سواءِ قلم سُڪي ويو ۽ جنهن جو پهريان کان ئي علم آهي. پوءِ توهان کي ان مقسوم سان وابسته ڪرڻ کان پوءِ تحفظ ۽ سلامتي عطا ڪئي ويندي. جڏهن توهان ان حالت ۾ شرعي حدن جو تحفظ ڪرڻ جي قابل ٿي ويندا ته توهان کي پنهنجي رب جي موافقت به حاصل ٿي ويندي، پوءِ نه ته توهان شرعي قانونن جي پيچڪڙي ڪري سگهندا ۽ نه زنديق بڻجي حرام شين کي حلال چئي سگهندا. جيئن باري تعاليٰ جو فرمان آهي "يقينن اسان ئي شريعت کي نازل ڪيو ۽ اسان ئي ان جا محافظ آهيون."

هڪڙي ٻي جاءِ تي باري تعاليٰ جو فرمان آهي "اهڙي طرح اسان ان کان برائي کي ڦيرائي ڇڏيو ڇوته اهو اسان جي مخلص ٻانهن مان آهي." پوءِ توهان کي حفاظت ۽ حميت جو صاحب بڻايو ويندو، ڇوته توهان جي ان مقسوم کي صرف توهان لاءِ ئي پيدا ڪيو ويو آهي جنهن

ڪي حالتِ سير ۽ طريقت و سلوڪ تي گامزن ٿيڻ جي ڪري روڪيو ويو هيو ته جيئن توهان طبعي خواهشن کان متيرا ٿي وڃو. ڇوته اهي هڪڙو بار آهن جن کي توهان کان پري ڪيو ويو ته جيئن توهان کي وصل و فنا جي چوکٺ تائين رسائي حاصل ڪرڻ لاءِ ماندو ۽ ڪمزور نه ڪري ڇڏي. ڇوته قرب الي الله ۽ معرفت جو حصول غيبي اسرار ۽ لدني علمن سان سرفراز ٿيڻ جو نالو آهي ۽ نور جي سمنڊ ۾ ائين داخل ٿيڻ آهي جو نه ته ظلمتِ طبع نقصان پهچائي سگهي ۽ نه نور کي نقصان پهچي سگهي. ڇوته اهوئي مطلوب ۽ مقصود آهي ۽ روح جي جسم مان نڪرڻ تائين طبيعت باقي رهندي آهي. ليڪن اهي شيون حياتي لاءِ لازمي جزو ته ضرور آهن پر مقصدِ حيات ڪونه آهن.

جيئن حضور صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جو ارشاد آهي "توهان جي دنيا مان مونکي ٽي شيون پسند آهن. خوشبو عورتون، نماز نماز ۾ منهنجي اکين جي ٺڏاڻ آهي." پوءِ جڏهن حضور صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم دنيا ۽ ان ۾ موجود شين کان فنائيت جي مقام تي پهچي ويا ته ان مقسوم کي ڏانهن موٽايو ويو جيڪو پنهنجي رب ڏانهن وڃڻ واري حالت ۾ روڪيو ويو هيو. جنهن کي پاڻ حڪم جي تعميل ڪندي حق تعاليٰ جي فعل سان موافقت و رضا جي ذريعي پورو پورو حاصل ڪري ورتائون. خدا تعاليٰ جا نالا مبارڪ مقدس آهن ۽ ان جي رحمت ۽ ان جو فضل نبين سڳورن ۽ اولياء ڪرام سان هروقت گڏ آهن. ولي الله جو به بلڪل اهوئي حال هوندو آهي ته ان ڏانهن به ان جو مقسوم ۽ ان جي گُهرجن کي موٽايو ويندو آهي ۽ ان کي ابتدا ۽ انتها ڏانهن لاڙو ڪرڻ سمجهيو ويندو آهي.

## ايڪهٺون مقالو

## "هرشي جي جواز تائين صبر سان انتظار ڪيو"

هر مؤمن کي ان شي جو مڪلف بڻايو ويو آهي ته قسمتن جي موجودگي وقت انهن جي حصول و اخذ جي سلسلي ۾ ان وقت تائين انتظار ۽ جاچ جوچ کان ڪم وٺي جيستائين ان جي قبوليت جو حڪم نه ملي وڃي ۽ اهو معلوم نه ٿي وڃي ته اها شي ان جي ئي تقسيم ٿيل

آهي. ڇوته مؤمن انتظار کان پوءِ قبول ڪندو آهي ۽ منافق تڪڙ ڪري حاصل ڪري وٺندو آهي. جيئن حضور صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جو ارشاد آهي ”مؤمن اهو آهي جيڪو انتظار ڪري“

هڪڙي ٻي حديث ۾ آهي ”جيڪا شي مشڪوڪ هجي ان کي ڇڏي اها شي حاصل ڪريو جنهن ۾ توهان کي شڪ نه هجي.“

تنهن ڪري مؤمن اهو آهي جيڪو انتظار ڪري، چاهي اهي کائڻ پيئڻ جون شيون هجن. چاهي لباس ۽ گهرگهاٽ جي متعلق هجن يا ٻيون شيون هجن جيڪي ان تي ظاهر آهن، انهن کي ان وقت تائين حاصل نه ڪري جيستائين انهن جي حصول لاءِ شرعي جواز جو حڪم نه هجي، جڏهن ته اهو حالتِ تقوا ۾ هجي يا حالتِ ولايت ۾. اهو حڪم ان لاءِ مخصوص هجي يا حالتِ ابداليت يا غوثيت ۾ يا اهو حڪم ان کي علمِ الاهي ذريعي حاصل ٿيو هجي ۽ جيڪو فعل قدر محض آهي اهائي فنا جي حالت آهي.

ان کان پوءِ ٻي حالت اچي ويندي آهي ته ان کي جيڪو ڪجھ عطا ڪيو ويندو آهي ان کي بنا ڪنهن چون چرا ڪرڻ جي استعمال ڪندو رهي جيستائين ان تي شريعت، امرباطن يا علم الاهي کي اعتراض نه هجي. جڏهن انهن مان ڪوبه اعتراض ڪندڙ هجي ته اهو انهن شين کي استعمال ڪرڻ کان رڪجي وڃي. ان حالت کي پهرين حالت جو ضد سمجهيو وڃي ٿو. ڇوته پهرين حالت ۾ شروع ۾ انتظار ۽ ثابت قدمي جو غلبو هوندو آهي.

پوءِ ٽين حالت اچي ويندي آهي. ان حالت ۾ شريعت، امرباطن ۽ علم الاهي جي اعتراض کان سواءِ نعمتن کي صرف سوچيندي تصور ۾ آڻو هوندو آهي. اهائي حالت فنا جي حقيقت آهي. ان حالت ۾ مؤمن مصيبتن ۽ شرعي حدن کي ٽوڙڻ کان محفوظ ٿي ويندو آهي ۽ هر خراب شي کي ان کان پري ڪري ان کي بچايو ويندو آهي. جيئن الله تعاليٰ جو فرمان آهي ”اهڙي طرح اسان ٻانهي کان هر برائي کي پرتي ڪري ڇڏيندا آهيون ڇوته اهو اسان جي مخلص ٻانهن مان هوندو آهي.“ ان وقت ٻانهي کي شرعي حدن کي ٽوڙڻ کان اهڙي نموني محفوظ ڪيو ويندو آهي جڻ ته اهو ڪم ئي ان کي سونپي ان کي اجازت ڏني وئي

آهي ۽ ان جي لاءِ اها شي قطعاً جائز قرار ڏني وئي آهي. اهڙي حالت ۾ ان کي جيڪو مقسوم ٻه حاصل هوندو آهي اهو ان جي لاءِ دين و دنيا ۾ صاف ۽ خراب انجام کان پاڪ هوندو آهي ۽ اهو ٻانهو خدا جي ارادي ۽ موافقت و فعل کان رضامند رهندو آهي.

ان حالت کان مٿي ٻي ڪا به حالت ڪونهي. ڇو ته اها حالت ان مقام جي آخري حد آهي ۽ اهوئي مقام انهن ماڻهن جو آهي جيڪي مشائخ ۽ اولياء، مخلص ۽ اهلِ اسرار هجڻ جي ڪري نبين سڳورن جي چوکٽ تائين رسائي حاصل ڪرڻ ۽ انهن کان نوري هدايت حاصل ڪري منبع انوار تي ويندا آهن.

## ڇاهٺون مقالو

## ”محبت ۽ محبوب“

توهان اڪثر ائين چوندا رهندا آهيو ته فلاڻي مؤمن کي ويجهو ڪري مون کي پري ڪيو ويو آهي ۽ فلاڻي کي عطا ڪري مون کي محروم ڪيو ويو آهي يا فلاڻي کي صحت ڏئي مونکي مريض بڻايو ويو. يا فلاڻي کي چڱي حيثيت وارو ڪري مونکي خراب حالت ۾ رکيو ويو آهي يا فلاڻي جي تصديق ڪئي وئي ۽ مونکي ڪوڙو ڪيو ويو.

ڇا توهان ايترو به ڪونه ٿا ڄاڻو ته الله تعاليٰ اڪيلو (واحد) آهي ۽ محبت ۾ به وحدانيت ۽ هيڪڙائپ کي پسند ڪندو آهي. ليڪن توهان جڏهن ڪنهن غير جي ذريعي قرب خداوندي حاصل ڪرڻ گهرندا ته توهان جي محبت ۾ يقيني طور نقص پيدا ٿي ويندو ۽ محبت ٻن حصن ۾ ورهائجي ويندي. اڪثر ڪري توهان جي دل ۾ ان جي محبت قائم ٿي ويندي آهي جيڪو توهان جي لاءِ ظاهري طور وسيلو ٿيندو آهي ۽ جنهن جي هٿاران توهان تائين نعمتون پهچنديون آهن. ان جي ڪري توهان جي دل ۾ خدا جي محبت گهٽ ٿي ويندي آهي. جيئن ته الله تعاليٰ غيور هجڻ ڪري ڪنهن غير جي شرڪت کي گوارا ڪونه ڪندو آهي انهيءَ ڪري غيرن جي هٿن کي توهان کان روڪي ڇڏيندو آهي. ان جي زبان کي، توهان جي تعريف ڪرڻ کان ۽ ان جي قدمن کي

توهان ڏانهن اچڻ کان روڪي ڇڏيندو آهي ته جيئن ان جي ڪچهري ۾ خدا کان غفلت اختيار نه ڪيو. ڇا توهان حضور صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جو هي ارشاد ڪونه ٻڌو آهي "دلين جي محبت کي ان جي لاءِ پيدا ڪيو ويو جنهن ان سان سٺو سلوڪ ڪيو."

ماڻهن کي توهان تي احسان ڪرڻ کان روڪڻ به الله تعاليٰ جو ئي ڪم آهي ته جيئن توهان ان جي وحدانيت کي تسليم ڪندي صرف ان سان ئي محبت ڪندا رهو ۽ ان کان سواءِ ڪنهن ڏانهن به نه نهاريو. مخلوق کان، نفس ۽ خواهشن کان، ارادن ۽ تمنائن کان ، مطلب خدا کان سواءِ هرشي کان فنا ٿي وڃو. ان کان پوءِ توهان ڏانهن ڪشادگي ۽ جودوعطا جا هٿ وڌندا ۽ تعريف ۽ توصيف جي لاءِ زبانن کي کوليو ويندو. پوءِ توهان هميشه دين و دنيا ۾ نازِ ۽ نعم سان رهندا.

تنهن ڪري رڳو ادب جي بجاءِ ان ڏانهن نظر به رکو جيڪو توهان تي ڪرم جي نظر رکيون پيو آهي ۽ ان ڏانهن ئي توجه ڪيون پيا هجو جنهن جو توجه توهان ڏانهن آهي ۽ ان سان ئي محبت جو رشتو مضبوط ڪيو جيڪو توهان سان محبت ڪري ٿو. اهو ان کي به محبوب رکي ٿو جيڪو توهان کي خدا ڏانهن دعوت ڏئي ٿو ۽ پنهنجو هٿ ان جي هٿ ۾ ڏئي ڇڏيو جيڪو توهان کي ڪِرڻ کان بچائي ٿو. جيڪو توهان کي جهالت جي اونداهي مان ڪڍي هلاڪت کان محفوظ رکي ٿو. جيڪو توهان کي غلاظتن کان پاڪ صاف ڪري مردار جهڙي بدبوءِ ۽ ڌپ کان بچائي ٿو. جيڪو توهان کي گندن خيالن کان ڇوٽڪارو ڏئي گهٽيون برايون ڪرڻ جو حڪم ڏيڻ واري نفس کان آزادي عطا ڪري ٿو. جيڪو توهان کي جاهل ۽ گمراه دوستن کان شيطانن ۽ حق جي رستي جي ڌاڙيلن کان ڇوٽڪارو ڏئي ٿو. ڇوته اهي سڀ ڳالهيون توهان جي عمدي ۽ قيمتي ۽ پياري شي جي وچ ۾ حائل آهن.

ٻڌايو توهان ڪيستائين دنيا جي مشغولين ۾ نادان بڻيا رهندا. الله تعاليٰ کان ڪيستائين منهن موڙيندا رهندا ۽ ڪيستائين خواهشن جي تابعداري ۾ آخرت کان غافل رهندا ۽ خدا کان سواءِ ڪيستائين توهان جو تعلق غيرن سان قائم رهندو. غور ڪيو ته توهان ڪٿي آهيو؟ توهان جو ۽ پوري جهان جو خالق ڪير آهي. اهوئي اول آهي، اهوئي

آخر آهي، اهوئي باطن آهي ۽ اهوئي ظاهر آهي. ان ڏانهن ئي سيني کي موڙڻو آهي ۽ ان جي سامهون حاضر ٿيڻو آهي. ان جي قبضي ۾ ماڻهن جي دلين جو ۽ روح جو سڪون آهي. ان جي عظمت ۽ شان گهڻو بلند آهن.

## ٽيهٺون مقالو

# "معرفت ڇا آهي؟"

مون خواب ۾ ڏٺو ته ڄڻ مان پنهنجي ذات سان مخاطب ٿي اهو چئي رهيو آهيان ته باطن کي نفس سان، ظاهر کي مخلوق سان ۽ عمل ۾ پنهنجن ارادن جي ذريعي خدا سان شرڪ ڪرڻ وارا! ان تي هڪڙي شخص منهنجي پاسي مان پڇيو ته اهي ڪهڙيون ڳالهيون پيو ڪرين؟ مون جواب ۾ چيو ته اهو معرفت جو هڪڙو قسم آهي.

## چوهٺون مقالو

# "اهو موت جنهن جي زندگي ڪونهي ۽ اها زندگي جنهن ۾ موت ڪونهي"

هڪڙي ڏينهن منهنجي ڪم ۾ رنڊڪ پئجي وئي ته ڪنهن منهنجي نفس کي چوريندي پڇيو "تون ڇاٿو چاهين؟" مون چيو ته اهڙي حياتي جنهن ۾ موت نه هجي ۽ اهڙو موت جنهن ۾ حياتي نه هجي. مون کان سوال ڪيو ويو اها ڪهڙي زندگي آهي جنهن ۾ موت ڪونهي ۽ اهو ڪهڙو موت جنهن ۾ زندگي ڪونهي.

مون جواب ڏنو ته جنهن موت ۾ زندگي ڪونه هوندي آهي اهو هم جنس مخلوق کان اهڙي طرح مري وڃڻ آهي جو مان ان جي نفعي نقصان کي ڏسي نه سگهان ۽ دين و دنيا ۾ نفس، خواهش، ارادي ۽ تمنائن کان اهڙي طرح منهنجو موت واقع ٿي وڃي جو نه مان ان جو احساس ڪري سگهان ۽ نه منهنجو وجود باقي رهي. اها زندگي جنهن ۾ موت ڪونه هوندو آهي، اها منهنجي اها زندگي آهي ته الله تعاليٰ جي ڪنهن به ڪم ۾ منهنجو وجود باقي نه رهي. منهنجو موت اهڙي طرح ٿئي جو

منهنجو وجود الله تعاليٰ سان وابستہ رهي ۽ منهنجين مڙني خواهشن ۾ منهنجي عقل ۽ ارادي جي اعتبار کان اها خواهش گهڻي سٺي ۽ نفيس آهي.

## پنجھٺون مقالو

## "دعا جي قبوليت ۾ دير ڪري خدا سان ناراضگي"

توهان ڪي ڇا تي ويو آهي جو دعا جي قبول ٿيڻ ۾ دير ڪري پنهنجي رب سان ناراضگي جو اظهار ڪندي چئو ٿا تہ مخلوق کان سوال ڪرڻ کي تہ اسان لاءِ حرام قرار ڏنو ويو آهي ۽ خدا کان سوال ڪرڻ فرض قرار ڏنو ويو آهي. پر جڏهن اسان ان کان دعا گهرون ٿا تہ اهو قبول نٿو ڪري. ان باري ۾ توهان کان پڇيو وڃي ٿو تہ ڇا توهان آزاد آهيو يا غلام آهيو؟ جيڪڏهن توهان پاڻ کي آزاد سمجهو ٿا تہ ڪافر آهيو ۽ جيڪڏهن غلام سمجهو ٿا تہ توهان کان پڇجي ٿو تہ توهان دعا جي قبول ٿيڻ ۾ دير تي پنهنجي مالڪ تي الزام ڪيئن ٿا هڻي سگهو. جيڪو پنهنجي مخلوق جي هر ڳالهہ کان واقف آهي، ان جي رحمت ۽ حڪمت ۾ جيڪڏهن توهان جي لاءِ ۽ ٻي مخلوق جي لاءِ هڪجهڙو آهي، ان تي شڪ ڇو ٿا ڪريو؟

جيڪڏهن توهان خدا تي الزام نہ لڳائيندي دعا جي قبول ٿيڻ ۾ دير جي سلسلي ۾ ان جي حڪمت ۽ مصلحت ۽ ارادي جو اعتراف ۽ اقرار ڪريو ٿا تہ توهان تي خدا جو شڪر ادا ڪرڻ واجب آهي. ان لاءِ جو ان توهان جي لاءِ سٺي ۽ بهتر شي کي اختيار ڪري ان منجهان فساد کي پري ڪري ڇڏيو. تنهن ڪري جڏهن ڪو انهيءَ صورت ۾ بہ ان تي الزام هڻي ٿو تہ پنهنجي الزام تراشي جي ڪري اهو ڪافر آهي، انهيءَ ڪري جو اهو شخص ان ڏانهن ظلم جي نسبت ڏئي رهيو آهي. جڏهن تہ الله نہ پنهنجن ٻانهن تي ظلم ڪندو آهي ۽ نہ وري ظلم کي پسند ڪندو آهي. ان کان علاوه ڪنهن تي بہ ان جو ظلم ڪرڻ انهيءَ ڪري بہ محال آهي جو اهو مالڪ آهي ۽ جيڪو ڪنهن شي جو مالڪ هوندو آهي ان جي ناليٰ سان ظلم جي نسبت لاڳو نٿي ڪري سگهجي. ڇو تہ ظالم ان کي چئبو آهي جڏهن ڪير بنا اجازت جي ڪنهن جي ملڪيت مان خرچ ڪندو هجي. تنهن ڪري توهان جي لاءِ خدا جي

ڪم (فعل) ۾ ناراضگي جو رستو بند ڪيو ويو آهي، توڙي جو اها ڳالهہ ظاهري اعتبار کان توهان جي طبيعت ۽ نفساني خواهشن جي خلاف آهي. ان جي باوجود توهان جي لاءِ صبر وشڪر ۽ موافقت ڪرڻ ضروري آهي. توهان کي ناراضگي جو اظهار ڪرڻ، الزام هڻڻ، نفس جي سرڪشي کي برقرار رکڻ کان پاسو ڪرڻ گهرجي ۽ اهي خواهشون جيڪي توهان کي خدا جي واٽ کان گمراهہ ڪرڻ واريون آهن انهن کان بہ پاسو ڪريو ۽ سدائين دل جي سچائي ۽ التجا سان دعائن ۾ مشغول رهي پنهنجي رب لاءِ سٺي گمان سان ڪشادگي رکو ۽ ان جي واعدي جي سچي ٿيڻ جو انتظار ڪندا رهو.

ان سان شرم ۽ غيرت جو رشتو قائم رکندي ان جي حڪمن جي موافقت ۽ ان جي وحدانيت جو تحفظ ڪندا رهو ۽ حڪمن جي تعميل لاءِ تڪڙ کان ڪم وٺندي قضاوقدر جي نازل ٿيڻ وقت مٿلن وانگر ٿي وڃو. جيڪڏهن توهان ان تي الزام تراشي ۽ شڪ ڪرڻ کي لازمي شي تصور ڪيو ٿا تہ ان جو محرڪ صرف توهان جو نفس آهي جيڪو خدا جي نافرماني ڪرڻ ۽ براين جو حڪم ڏيڻ وارو آهي، انهيءَ ڪري الزام تراشي ۽ شڪ ڪرڻ لاءِ خدا جي بجاءِ اهو خود حقدار آهي. تنهن ڪري خدا جي بجاءِ پنهنجي ئي نفس ڏانهن ظلم جي نسبت ڏيڻ زياده مناسب آهي. انهيءَ ڪري توهان جو فرض آهي تہ نفس جي موافقت ۽ محبت ۽ ان جي رضامندي ۽ ان جي ڳالهہ کي مڃڻ کان پاسو ڪندا رهو ڇوتہ اهو خدا ۽ توهان جو کليل دشمن آهي. جيڪو خدا ۽ توهان جو دشمن هوندو اهو شيطان ملعون جو دوست، ان جو جاسوس ۽ جانشين هوندو. الله تعاليٰ کان خوف ڪيو، خوف ڪيو، خوف ڪيو. پرهيز ڪندا رهو پرهيز ڪندا رهو. ڇوٽڪارو حاصل ڪيو ۽ توهان کي گهرجي تہ ظلم ۽ الزام کي پنهنجي نفس ڏانهن منسوب ڪندي الله تعاليٰ جو هي فرمان پڙهو: مايفعل الله بعذابكم ان شكرتم و آمنتم٥ (الله تعاليٰ توهان کي ڇو عذاب ڏيندو جيڪڏهن توهان شڪر ڪندا رهندا ۽ ايمان آندو.)

هڪڙي بي جاءِ تي الله تعاليٰ جو فرمان آهي "الله ماڻهن تي ظلم ڪونہ ڪندو آهي پر اهي خود ئي پنهنجي نفس تي ظلم ڪندا آهن."

ان کان علاوه گھڻيون ئي آيتون ۽ حديثون موجود آهن. تنهن ڪري توهان کي گهرجي ته پنهنجي نفس جا دشمن ٿي هروقت ان سان جهيڙو ڪندا رهو ۽ سپاهين وانگر تلوار کڻي ان سان جنگ ڪريو ڇوته اهوئي خدا جي دشمنن ۾ سڀ کان وڏو دشمن آهي. جيئن الله تعاليٰ حضرت دائود عليه السلام کي فرمايو "اي دائود! نفس جي خواهشن کي ترڪ ڪري ڇڏ. ڇوته ان کان وڏيڪ مون سان جهيڙا ڪرڻ وارو ڪوبه ڪونهي."

## ڇاهٺون مقالو

# "دعا جا آداب"

اها ڳالهه هرگز نه چئوته مان الله تعاليٰ کان صرف انهيءَ ڪري دعا ڪونه ڪندو آهيان ته جيڪا شي منهنجي مقدر ۾ آهي اها مونکي ضرور حاصل ٿي ويندي چاهي مان دعا ڪريان يا نه ڪريان. جيڪڏهن منهنجي قسمت ۾ ڪونه آهي ته اها دعا ذريعي به حاصل ڪونه ٿي سگهندي بلڪ جيڪا شي حرام ۽ فاسد نه هجي ۽ توهان کي ان جي خواهش ۽ گهرج آهي ته ان کي صرف الله تعاليٰ کان ئي طلب ڪريو. ڇوته الله تعاليٰ توهان کي حڪم ڏئي فرمائي ٿو "مون کان دعا گهرو مان توهان جي دعا قبول ڪندس." هڪڙي ٻي جاءِ تي فرمايل آهي "خدا کان ان جو فضل گهرو."

هڪڙي حديث ۾ آهي "پنهنجن هٿن جي ڳجهين ترين سان خدا کان سوال ڪريو." ان کان علاوه به گهڻيون آيتون ۽ حديثون ان موضوع جي باري ۾ آهن. ليڪن اها ڳالهه هرگز پنهنجي زبان تي نه آڻيو ته جيئن ته الله تعاليٰ منهنجي سوال تي مونکي عطا ڪونه ڪيو تنهن ڪري ان کان هاڻي ڪڏهن به سوال نه ڪندس. بلڪ سدائين دعا ڪندا رهو ڇوته جيڪا شي توهان جي مقسوم جي آهي اها به توهان کي عطا ڪئي ويندي ۽ توهان جي ايمان، ايقان ۽ توحيد ۾ به وڌيڪ اضافو ٿي ويندو. ان سان گڏ توهان جي احوال ۾ مخلوق ڏانهن سوال لاءِ هٿ ٽنگڻ جي عادت به ختم ٿي ويندي ۽ توهان جون سڀئي گهرجون الله

تعاليٰ جي طرفان پوريون ٿينديون رهنديون. پر جيڪڏهن اهي توهان جي مقسوم ۾ ڪونه آهن ته الله تعاليٰ توهان کي رضا ۽ شاهوڪاري عطا فرمائيندو. پوءِ جيڪڏهن توهان کي غربت ۽ مرض به لاحق ٿيندا ته توهان راضي برضا رهندا يا جيڪڏهن توهان قرضي به هوندا ته الله تعاليٰ توهان جي حق ۾ قرض گهرندڙ جي دل کي ايترو نرم ڪري ڇڏيندو جو يا ته اهو توهان کي قرض معاف ڪري ڇڏيندو يا توهان جي سهوليت لاءِ قرض جي رقم گهٽائي ڇڏيندو. پر جيڪڏهن ان نه دنيا ۾ معاف ڪيو ۽ نه ان ۾ گهٽتائي ڪئي ته الله تعاليٰ توهان کي ان دعا جو اجر آخرت ۾ گهڻو زياده عطا ڪندو ڇو ته اهو غني ۽ رحيم آهي. تنهن ڪري خدا کان طلب ڪرڻ وارو دنيا ۽ آخرت ۾ ڪٿي به خساري ۾ نه رهندو ۽ دعا جو ثمر جلد يا دير ۾ ان کي ضرور حاصل ٿي ويندو آهي. جيئن حديث شريف ۾ آهي "مؤمن کي ڪيتريون ئي اهڙيون نيڪيون پنهنجي اعمال نامي ۾ نظر اينديون جن جو ان جي عمل سان ڪو تعلق ڪونه هوندو ۽ اها ڳالهه ان کي سمجهه ۾ به ڪونه ايندي. پوءِ ان کان سوال ڪيو ويندو ته توکي خبر آهي ته اهو ڇا آهي؟ اهو چوندو ته مونکي خبر ڪونهي ته اهي نيڪيون ڪٿان آيون. ان وقت ان کي ٻڌايو ويندو ته اهو انهن دعائن جو بدلو آهي جيڪي تون دنيا ۾ گهرندو هئين."

اهو اجر ان کي انهيءَ ڪري عطا ڪيو ويندو ته ان ذڪر ۽ حمد ۾ مشغول رهي الله تعاليٰ کي ان جو اهل تصور ڪندي هڪڙي شي کي ان جو صحيح مقام ڏنو آهي ۽ پوري طاقت سان غرور ۽ تڪبر کي ترڪ ڪندو رهيو آهي. هي اهي ئي سٺا عمل آهن جن جو اجر خدا وٽ مقرر ٿيل آهي.

## ستهٺون مقالو

## "نفس سان جهاد ڪندا رهو"

جڏهن توهان مخالفت جي تلوار ڪڍي پنهنجي نفس سان جهاد ڪندي ان تي غالب اچي ان کي قتل ڪري ڇڏيندا ته الله تعاليٰ ان کي وري پيهر انهيءَ ڪري جيئرو ڪري ڇڏيندو ته اهو توهان سان جهيڙو ڪندي حرام وحلال، شهوتن ۽ لذتن جو مطالبو ڪري ۽ توهان اڳي

وانگر وري ان سان جهاد ڪريوتہ جيئن توهان کي دائمي ثواب حاصل ٿي وڃي. جيئن حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو ارشاد آهي ”اسان ننڍي جهاد کان وڏي (اڪبر) جهاد ڏانهن ڦري رهيا آهيون.“ ان جو مطلب نفس سان جهاد ڪرڻ آهي. انهيءَ ڪري جو نفس سدائين مستقل طور تي شهوتن ۽ لذتن جو طالبو ٿي ڪري ڏوهن گناهن ۾ غرق رهندو آهي. جيئن الله تعاليٰ جو فرمان آهي ”پنهنجي رب جي عبادت ڪندا رهو جيستائين توهان کي يقين اچي وڃي.“

الله تعاليٰ عبادت جو جيڪو حڪم عطا ڪيو آهي ان مان مراد نفس جي مخالفت آهي ڇوتہ هر عبادت نفس کي ملياميٽ ڪري ڇڏيندي آهي ۽ مرڻ گهڙيءَ تائين نفس جي تقاضا ان جي ابتڙ ٿي هوندي آهي. پر جيڪڏهن ڪو اعتراض ڪري تہ جڏهن حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اندر نفس جي خواهش جو وجود ئي ڪونهي تہ سندن نفس کي عبادت ڪهڙي طرح متاثيندي، جيئن الله تعاليٰ جو فرمان آهي ”نبي نفس جي خواهش سان ڪونہ ڳالهائيندا آهن بلڪ اهو جيڪو انهن ڏانهن وحي ڪيو ويندو آهي.“

انهيءَ اعتراض جو اسان اهو جواب ڏينداسين تہ الله تعاليٰ طرفان حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان مخاطب ٿيڻ جي اهائي منشا آهي تہ سندن واسطي شرعي حڪم مقرر ٿي وڃي. ورنہ حقيقت ۾ اهو خطاب حشر جي ڏينهن تائين سندن اچڻ واري امت جي لاءِ عام آهي. ٻيو جواب اهو آهي تہ الله تعاليٰ حضور صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم کي نفس تي غلبو عطا ڪيو آهي تہ جيئن نہ تڪليف پهچي ۽ نہ جهاد جي ضرورت پيش اچي ۽ امت کي سدائين جهاد ڪرڻ جي ضرورت آهي. پوءِ جنهن وقت ٻانهو مرڻ گهڙي تائين هميشه جهاد تي قائم رهندو آهي ۽ نفس ۽ خواهشن جي خون سان ڀريل تلوار سان پنهنجي رب آڏو پهچندو آهي تہ الله تعاليٰ ان جي لاءِ جنت جو ضامن بڻجي ويندو آهي. جيئن الله تعاليٰ خود فرمايو آهي ”جيڪو پنهنجي رب جي حضور ۾ ڊڄندي پنهنجي نفس کي خواهشن کان روڪي وٺي ٿو تہ يقينن جنت ان جو گهر آهي.“

پوءِ جڏهن الله تعاليٰ ٻانهي کي جنت ۾ داخل ڪري ڇڏيندو آهي تہ جنت کي ان جو گهر، سکون جي جاءِ واپس پهچڻ واري جاءِ بڻائي ڇڏيندو آهي ۽ ان کي جنت مان واپس ٿيڻ يا ڪنهن ٻي جاءِ تي منتقل ٿيڻ کان محفوظ ڪري ڇڏيندو آهي. ان کي هر گهڙي هر ڏينهن قسمن قسمن جي نعمتن سان مالا مال ڪري مختلف قسمن جي جديد لباس ۽ زيورن سان سينگاري ڇڏيندو آهي جن جي نہ تہ ڪا حد مقرر آهي ۽ نہ انهن جي پڇاڙي ٿيندي آهي. ڇوتہ مؤمن ٻانهوئي دنيا ۾ هر گهڙي نفس جي خواهشن خلاف جهاد ۾ جدت پيدا ڪندو رهندو آهي جڏهن تہ ڪافر ۽ منافق ۽ ان سان گڏ گناهگار ماڻهو دنيا ۾ نفس جي خواهشن لاءِ جهاد ترڪ ڪري ڇڏيندا آهن ۽ شيطان ملعون جي موافقت ۽ تابعداري اختيار ڪري قسمن قسمن جي گناهن ۾ مبتلا ٿي اهڙي طرح ڪفر ۽ شرڪ ۾ گرفتار ٿي ويندا آهن جو انهن جو موت اسلام کان پري ۽ توبه کان سواءِ واقع ٿي ويندو آهي. انهيءَ ڪري انهن کي جهنم جي باهہ ۾ ڌڪيو ويندو آهي جيڪا انهن لاءِ ئي تيار ڪئي وئي آهي. جيئن باري تعاليٰ جو فرمان آهي "ان باهہ کان بچندا رهو جيڪا ڪافرن لاءِ تيار ڪئي وئي آهي." پوءِ جڏهن انهن کي دوزخ ۾ داخل ڪري ان کي انهن جو ٺڪاڻو بڻايو ويندو آهي ۽ جهنم جي باهہ انهن جي کل ۽ گوشت کي ساڙي ڇڏيندي آهي تہ الله تعاليٰ مسلسل انهن جي چمڙي ۽ گوشت کي تبديل ڪندو رهندو آهي. جيئن خود الله تعاليٰ جو فرمان آهي "جڏهن انهن جي کل سڙي ويندي، اسان ان کي تبديل ڪري ڇڏينداسين." الله تعاليٰ انهن ماڻهن سان اتي اهو سلوڪ ڪندو جيڪو انهن نفس جي خواهشن لاءِ دنيا ۾ اختيار ڪيو هوندو آهي. چمڙي ۽ گوشت کي هر گهڙي انهيءَ لاءِ تبديل ڪيو ويندو تہ جيئن انهن کي مسلسل عذاب ۽ اذيت جو مزو ملندو رهي. اهڙي طرح جنت وارن جي لاءِ هر گهڙي نعمتن جي تبديلي انهيءَ ڪري ٿيندي رهندي تہ انهن جي لذت ۽ خواهش ۾ وڌيڪ اضافو ٿيندو رهي، ڇوتہ انهن دنيا ۾ نفس سان جهاد جي حالت ۾ ڪڏهن بہ نفس سان موافقت ڪونہ ڪئي ۽ اهوئي مفهوم حضور صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي هن حديث جو آهي "دنيا آخرت جي پوک آهي."

## ائٺون مقالو

## "خدا جو هر ڏينهن نرالو شان آهي"

جڏهن الله تعاليٰ ٻانهي جي سوال کي قبول ڪري ان جي طلب پوري ڪندو آهي ته ان سان نه ته خدا جي ارادي ۾ فرق ايندو آهي نه ان ماڻهوءَ جي ان قسمت خلاف هوندو آهي جنهن کي لکي قلم سُڪي ويو آهي ۽ جنهن جو علم ان (الله) کي پهريان کان ئي آهي. بلڪ ٻانهي جو سوال پنهنجي ان مقرر وقت ۾ جيڪو پهريان کان مقرر آهي الله تعاليٰ جي ارادي سان هم آهنگ ٿي ويندو آهي ۽ قبوليت ۽ تڪميلِ حاجت جو وقت به پورو ٿي چڪو هوندو آهي. جيئن علم وارن الله تعاليٰ جي هن فرمان "كُلَّ يَوۡمٍ هُوَ فِي شَأنٍ" (يعني هر ڏينهن ان جو نرالو شان آهي) جي تفسير ۾ چيو آهي ته ان جو مفهوم اهو آهي ته مقدرن کي انهن جي وقت تائين وٺي ويندو آهي. لهٰذا جيئن الله تعاليٰ ڪنهن ٻانهي کي صرف ان جي دعائن جي ذريعي دنيا ۾ ڪا شي عطا نه ڪندو آهي، ائين صرف دعائن جي ذريعي ان کان ڪنهن شي کي پري به نه ڪندو آهي. جيئن حديث شريف ۾ آهي "دعا کان سواءِ تقدير ڪونه بدلجندي آهي." ان جو اهو مفهوم ٻڌايو ويو آهي ته ان دعا مان اها دعا مراد آهي جنهن سان قضاوقدر ۾ تبديلي ٿي ويندي آهي. اهڙي طرح صرف پنهنجي عمل جي ئي ذريعي ڪوبه شخص جنت ۾ به داخل نٿو ٿي سگهي جيستائين رحمتِ خداوندي شامل حال نه هجي. ليڪن جنت ۾ ٻانهن کي عملن جي مطابق ئي درجا عطا ڪيا ويندا.

حضرت عائشه صديقه رضي الله تعاليٰ عنها کان روايت آهي ته مون جڏهن حضور صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم کان معلوم ڪيو ته ڇا ڪو شخص پنهنجن عملن جي ڪري جنت ۾ داخل ٿي سگهي ٿو؟ پاڪ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم فرمايو "نه، جيستائين خدا جي رحمت نه هجي." پوءِ مون عرض ڪيو ته ڇا توهان به؟ پاڪ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم فرمايو "هائو مان به ان وقت تائين داخل نٿو ٿي سگهان جيستائين خدا جي رحمت مون کي نه ڍڪي." ائين چئي پاڪ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم ساڄو هٿ مٿي تي رکيو. صرف

عمل جي ڪري جنت ۾ داخل نہ ٿيڻ جو سبب اھو آھي تہ، نہ تہ الله تعاليٰ تي ڪنھن جو حق واجب آھي ۽ نہ ان جي لاءِ واعدي جي تڪميل ڪرڻ ضروري آھي. بلڪ اھو تہ جنھن ڪم جو بہ اردو ڪندو آھي، اھوئي ڪندو آھي. جنھن کي گھرندو آھي عذاب ۾ مبتلا ڪندو آھي ۽ جنھن کي گھرندو آھي معاف ڪري رحم ڪرڻ فرمائيندو آھي ۽ ڪيربہ الله کان ان جي ڪم ۽ ارادي بابت سوال نٿو ڪري سگھي. البت خدا جنھن کان گھري سوال ڪري سگھي ٿو ۽ جنھن کي گھرندو آھي ان کي بي حساب رزق عطا ڪري ڇڏيندو آھي ۽ جنھن کان گھرندو آھي عدل جي مطابق ان کان روڪي ڇڏيندو آھي. ائين ڇونہ ھجي، جڏھن سموري مخلوق عرش جي ھيٺ کان تحت الثريٰ تائين جيڪا شي زمين جي ھيٺان آھي انجي ئي ملڪيت ۽ ان جي ئي ڪارخاني ۾ شامل آھي. جنھن جو نہ تہ ڪو ٻيو مالڪ تي سگھي ٿو ۽ نہ ڪارساز. جيئن الله تعاليٰ فرمائي ٿو ”خدا کان سواءِ ڪير بہ تخليق ڪرڻ وارو ڪونھي.“ ھڪڙي ٻي جاءِ تي فرمايو آھي ”اي نبي! توھان ھي چئو تہ تون ئي مالڪ الملڪ آھين،تون جنھن کي گھرين ملڪ عطا ڪري ڇڏيندو آھين ۽ جنھن کان گھرين کسي وٺندو آھين، جنھن کي گھرين عزت عطا ڪندو آھين ۽ جنھن کي گھرين ذليل ڪندو آھين، سموريون ڀلايون تنھن جي ھٿ ۾ آھن، تون ھر شي تي قادر آھين. تون رات کي ڏينھن منجھان ۽ ڏينھن کي رات منجھان ڪيندو آھين، تون ئي زندھ کي مردي مان ۽ مردي کي زندھ مان ڪيندو آھين ۽ جنھن کي گھرندو آھين بي حساب رزق عطا ڪري ڇڏيندو آھين.“

## اوڻھتروون مقالو

## ”مغفرت طلب ڪريو“

الله تعاليٰ کان گذريل گناھن جي مغفرت ۽ اڳتي ٿيڻ وارن گناھن جي حفاظت کان سواءِ ٻيو ڪجھ طلب نہ ڪريو ۽ حُسن بندگي، حڪم جي تعميل، قضاوقدر جي گذرڻ تي رضا، مصيبتن جي سختي تي صبر، نعمتن تي شڪر ۽ خير تي خاتمو ٿيڻ جي توفيق طلب ڪندي نبين سڳورن، صديقن، شھيدن ۽ صالحين، جيڪي اعليٰ ترين

رفيق آهن، جي گروهه ۾ شموليت جي دعا ڪندا رهو. الله تعاليٰ ڪان غربت ۽ مصيبت دور ڪري شاهوڪاري ۽ سُک طلب نہ ڪريو بلڪ صرف مقدر تي رضا جا طالب رهو ۽ توهان کي جنهن حال ۽ آزمائش ۾ وڌو ويو آهي ان تي استقامت ۽ حفاظت جا طلبگار رهو. جيستائين الله تعاليٰ توهان کي موجوده حال ڪان ٻئي حال ڏانهن يا ان جي مخالف حال ڏانهن منتقل نہ فرمائي. انهيءَ ڪري جو توهان سمجهي نٿا سگهو تہ توهان جي ڀلائي غربت ۾ آهي يا آسودگي ۾. مصيبتن ۾ بهتري آهي يا سُک سهوليت ۾.انهيءَ ڪري جو توهان ڪان سڀني شين کي لڪل رکيو ويو آهي جن جي حڪمتن، مصلحتن ۽ خطرن کي اڪيلو اهوئي ڄاڻي ٿو.

حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه جو قول آهي تہ مون کي قطعي طور اها پرواهہ ڪونہ آهي تہ منهنجو صبح ڪهڙي حال ۾ ٿيندو. آيا اهڙي حال ۾ ٿيندو جيڪو مون کي پسند آهي يا منهنجي ناپسنديده حالت ۾. ڇوتہ مون کي قطعي علم ڪونهي تہ انهن ٻنهي مان ڪهڙي حالت بهتر آهي. انهن اها ڳالهہ بس انهيءَ ڪري چئي تہ پاڻ الله تعاليٰ جي تدبير تي هرطرح ڪان راضي ۽ ان جي مقرر ڪيل قضاوقدر تي بلڪل مطمئن هيا. جيئن باري تعاليٰ فرمائي ٿو "توهان تي جهاد فرض ڪيو ويو حالانڪ توهان کي پسند ڪونهي. ممڪن آهي جنهن شي کي توهان پسند نہ ڪندا هجو اهائي توهان جي لاءِ بهتر هجي ۽ ممڪن آهي جيڪا شي توهان کي پسند هجي اهائي توهان جي لاءِ خراب هجي. الله ئي ڄاڻي ٿو توهان نٿا ڄاڻي سگهو."

لهٰذا توهان پنهنجي حال تي ان وقت تائين قائم رهو جيستائين توهان ڪان خواهشن جو ازالو نہ ٿي وڃي ۽ توهان جو قلب (دل) شڪست کائي ذليل ۽ مغلوب ٿي توهان جي تابع نہ ٿي وڃي. ان ڪان پوءِ پنهنجن ارادن ۽ تمنائن کي بہ ختم ڪري ڇڏيو ۽ ڪون و مڪان کي پنهنجي دل مان ائين ڪڍي ڇڏيو جو ان ۾ خدا ڪان سواءِ ڪجهہ بہ باقي نہ رهي ۽ خدا ڪان طلب ۾ توهان جو ارادو سچو ٿي وڃي. پوءِ جڏهن توهان ان حال ۽ مقام ۾ داخل ٿي ويندا تہ الله تعاليٰ پنهنجي حڪم ۽ ارادي سان دنيا ۽ آخرت جي حصن مان توهان کي توهان لاءِ مقرر ڪيل حصو عطا ڪري ڇڏيندو ۽ توهان اطاعت گذار ٻڻجي خدا ڪان پنهنجو حصو طلب ڪري

وڃندا. لهٰذا جيڪڏهن اهو توهان کي عطا ڪري ته توهان شڪر سان قبول ڪري وٺو پر جيڪڏهن توهان کي محروم ڪيو وڃي ته، نه ته توهان کي ناراض ٿيڻ گهرجي ۽ نه توهان جي اندر ۾ ڪنهن به قسم جي تبديلي اچڻ گهرجي. نه وري توهان کي خدا تي بخيل هجڻ جو الزام لڳائڻ گهرجي. ڇوته ان وقت توهان جي خواهشن ۾ توهان جي خواهش ۽ ارادي کي قطعي طور دخل ڪونه هوندو ۽ ان وقت توهان پنهنجي قلب کي خدا جي ارادي کان سواءِ غير جي ارادي کان خالي ڪري ڇڪا هوندا بلڪ پنهنجي سوال ۽ طلب ۾ ان وقت توهان خدا جي حڪم جي تعميل ڪرڻ وارا فرمانبردار ٻانها ٿي ويندا.

## ستروون مقالو

## "شڪر ڪرڻ ۽ گناهہ جو اعتراف"

توهان کي پنهنجن اعمالن ۾ خودبيني ۽ مداخلتِ نفس، ۽ عملن تي معاوضي جي تمنا ڇا جي لاءِ پلي معلوم ٿئي ٿي جڏهن ته اهي سموريون شيون محض خدا جي مدد ۽ توفيق ۽ ان جي فضل ۽ ارادي سان حاصل ٿي سگهن ٿيون ۽ توهان جو گناهن کي ترڪ ڪرڻ به ان جي حفاظت ۽ حمايت جو مرهونِ منت آهي. توهان کي گهرجي ته ان تي شڪر ڪريو ۽ خدا جي انهن نعمتن جو اعتراف ڪريو جيڪي توهان کي عطا ڪيون ويون آهن. اها ڪيتري جهالت ۽ هٺ جي ڳالهہ آهي ته توهان غيرن جي شجاعت ۽ سخاوت ۽ دولت کي خرچ ڪرڻ تي ناز ٿا ڪريو. جڏهن توهان ڪنهن ٻئي بهادر جي مدد کان سواءِ پنهنجي دشمن کي هلاڪ ڪري نه سگهيا ۽ جڏهن ان توهان جي دشمن تي ڪاري ضرب هنئي ته توهان ان کي قتل ڪري ڇڏيو. حالانڪ جيڪڏهن ان جي مدد شامل نه هجي ها ته توهان ئي پاڻ منهن ڀر ڪري پئو ها.

اهڙي طرح توهان دنيا ۾ مال خرچ ڪري ٿا سگهو جيستائين هڪڙي ڪريم صادق ان جو بدلو ادا ڪرڻ جو ذمو نه کنيو هجي ها ۽ ان جي واعدي وفائي ۽ ضمانت جي تڪميل ڪرڻ جي توهان کي اميد نه هجي ها. پوءِ ڀلا پنهنجي عمل تي غرور ۽ پاڻ پڏائڻ جو رويو ڇو ٿا اختيار

ڪيو؟ توهان جي لاءِ تہ اهو بهتر آهي تہ پنهنجي حال ۾ هميشه پنهنجي پروردگار جو شڪر ۽ ان جي حمدوثنا ڪندا رهو ۽ پنهنجن سمورن احوالن کي ان ڏانهن منسوب ڪري ڇڏيو. البت گناهہ شر ۽ بدعتن کي پنهنجي نفس ڏانهن منسوب ڪيو. اهڙي طرح ظلم ۽ بي ادبي جي نسبت وري پنهنجي نفس سان وابستہ ڪري خدا تي ڪنهن بہ قسم جو الزام نہ هڻو. ياد رکو تہ هر برائي جو حڪم ڏيڻ وارو بہ نفس ئي آهي ۽ هر برائي جو خاتمو بہ ان تي ئي ٿيندو آهي، انهيءَ ڪري ان ڏانهن ظلم کي منسوب ڪريو. توڙي جو توهان جو ۽ توهان جي ڪمن جو خالق الله تعاليٰ ئي آهي ليڪن توهان صرف عمل ڪندڙ آهيو ۽ اهو خالق آهي. جيئن ڪجهہ بزرگن جو قول آهي تہ خدا جو قسم تخليق ڪرڻ الله جي ئي قدرت ۾ آهي ۽ ڪسب توهان جي اختيار ۾. حضور صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جو ارشاد آهي "عمل ڪندي قرب حاصل ڪريو ۽ ٺيڪ رکو. ڇوتہ هر شخص جي فعل ۾ اها سهوليت لڪل آهي جنهن جي لاءِ ان کي پيدا ڪيو ويو آهي."

## ايڪهتروون مقالو

# "مريد ۽ مراد"

توهان ٻن حالتن کان خالي نٿا رهي سگهو. 1. ياتہ مريد هوندا يا 2. مراد هوندا. تنهن ڪري جيڪڏهن توهان مريد آهيو تہ توهان کي هر قسم جي ڳري کان ڳرو بار کڻڻ گهرجي. ڇوتہ توهان طالب آهيو ۽ طالبن کي ان وقت تائين تڪليفون برداشت ڪرڻيون پونديون آهن جيستائين محبوب ۽ مطلوب جي حصول ۾ ڪاميابي حاصل نہ ٿي وڃي ۽ پنهنجي مراد تائين رسائي حاصل نہ ٿئي. توهان جي لاءِ اها ڳالهہ بہ مناسب ڪونهي تہ جان ومال ۽ اهل و اولاد تي مصيبتون اچڻ ڪري نفرت اختيار ڪيو جيستائين توهان مٿان بار لاهي ڏکيائين ۽ تڪليفن کي دفع نہ ڪيو وڃي. پوءِ جڏهن توهان انهن مڙني ذلتن ۽ غلاظتن کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري هر مرض ۽ سُستي، ڏک ۽

تڪليف ۾ پنهنجون سيئي حاجتون مخلوق جي سامهون پيش ڪرڻ کان محفوظ ٿي ويندا تہ توهان کي محبوبن جي جماعت ۾ شامل ڪيو ويندو.

جيڪڏهن توهان مراد آهيو تہ مصيبتن ۽ آزمائشن جي اچڻ ڪري خدا تي الزام هڻڻ کان پاسو ڪندي ان جي بارگاهہ ۾ توهان جي جيڪا قدر ۽ منزلت آهي ان ۾ ڪنهن بہ قسم جو شڪ شبهو نہ ڪيو. انهيءَ ڪري جو اها آزمائش توهان کي انهن ماڻهن تائين پهچائي ڇڏيندي جن جي منزل جي بلندي اولياءَ ۽ ابدالن تائين پهچائي ڇڏيندي آهي. ڇا توهان اهو پسند ڪيو ٿا تہ توهان جي منزل انهن جي منزلن ۽ مرتبن ۽ انهن جي درجن کان هيٺ رهجي وڃي.۽ توهان جا انوار ۽ خلعت ۽ توهان جون نعمتون انهن کان گهٽ درجي واريون هجن. جيڪڏهن توهان ان ڪمتريءَ تي خوش آهيو تہ الله تعاليٰ تہ ان سان خوش نٿو ٿي سگهي. انهيءَ ڪري الله تعاليٰ فرمايو " اللهُ يَعلَمُ وَاَنتُم لا تَعلَمُونَO" يعني الله تعاليٰ ڄاڻي ٿو توهان نٿا ڄاڻو. اهو تہ توهان جي لاءِ سڀني ۾ اعليٰ شي کي پسند فرمائي ٿو ۽ توهان ان کان انڪاري آهيو.

هاڻي جيڪڏهن توهان اهو اعتراف ڪيو تہ اهو قول ڪيئن صحيح ٿي سگهي ٿو تہ مٿي ذڪر ڪيل قول ۾ تہ محبوب ۽ مراد کي مصيبتن ۾ قاتل چيو ويو آهي انهيءَ ڪري جو تڪليفون صرف محبوب ۽ مراد جي لاءِ هونديون آهن پر جڏهن پاڻهو محبوب ۽ مراد آهي تہ ان کي تہ ناز ۽ نعمت ۾ رکڻ گهرجي.

ان جو جواب اهو آهي تہ مٿي ذڪر ڪيل قول تہ غالب ۽ اڪثريت جي اعتبار کان آهي ۽ هيو قول گهٽ ۽ اتفاقي طور تي واقع ٿيڻ واري شي جي متعلق آهي. ان قول ۾ بہ ڪو اختلاف ڪونهي تہ حضور اڪرم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم محبوبن جا سردار هجڻ جي باوجود بہ ماڻهن ۾ سڀني کان وڌيڪ ڏکن ۽ تڪليفن ۾ رهيا. جيئن خود حضور صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جو ارشاد آهي " الله تعاليٰ کان جيترو مان خوف ڪندو آهيان ايترو خوف ڪير بہ نٿو ڪري سگهي ۽ جيتريون اذيتون مون کي ڏنيون ويون ٿيون ايتريون ٻين کي نٿيون ڏنيون ويون ۽ ٽيهن ڏينهن ۾ اهڙا ڏينهن بہ ايندا آهن جو اسان وٽ

ڪاڻ لاءِ ايتري ٿوري غذا هوندي آهي جنهن کي بلال جي بغلن ۾ بہ لڪائي سگهجي.“

توهان کي خبر آهي تہ محبوب کي ڪيترو ڏکن ۽ تڪليفن ۾ وڌو ويندو آهي ۽ ان کي ڪيترو خوف ۾ رکيو ويندو آهي. پر ان ڏک ۽ تڪليف جو سبب اهو آهي تہ ان کي جنت ۾ اعليٰ درجن سان نوازيو ويندو آهي. ڇو تہ دنياوي عملن جي صلي ۾ ئي جنت جا بلند درجا عطا ڪيا ويندا آهن. انهيءَ ڪري جو دنيا آخرت جي پوک آهي. نبين سڳورن جا اعمال اهي آهن تہ امرونواهي جي تڪميل کان پوءِ ڏکن ۽ تڪليفن ۾ صبرورضا ۽ موافقت کان ڪم وٺندا آهن. انهيءَ سبب انهن کان مصيبتن کي پري ڪري فضل ونعمت ۽ نازونعمت سان هميشه هميشه جي لاءِ نوازيو ويندو آهي.

## ٻاهترووين مقالو

## ”اولياء الله جا پنج قسم آهن“

اهلِ دين و طريقت مان جيڪي ماڻهو بازارن ۾ موجود نظر ايندا آهن اهي صرف خدائي حڪمن جي ادائگي لاءِ نڪرندا آهن. مثال طور جمع جي نماز جماعت سان گڏ پڙهڻ يا زندگيءَ جي ٻين ضرورتن وغيره لاءِ اهي حضرات پنج قسمن جا هوندا آهن:

پهريون: اهي جيڪي بازار ۾ اچي قسمن قسمن جي لذتن ۽ مزن ۾ گرفتار ٿي پنهنجي دل (قلب) کي فتنن جي حوالي ڪري ويهندا آهن جيڪا ڳالهہ انهن جي هلاڪت ۽ دين ۽ شريعت کي ترڪ ڪرڻ جو سبب ٿي ويندي آهي ۽ اهي حضرات طبيعت جي خواهشن جي موافقت ۽ تابعداري ۾ ڪاهي پوندا آهن. پر جيڪڏهن خدا گهرندو آهي تہ پنهنجي ڪامل رحمت سان ان جو تدارڪ ۽ پورائو ڪري ڇڏيندو آهي. انهن جي سلامتي کي نظر ۾ رکندي انهن کي صبر جي توفيق ڏئي ڇڏيندو آهي.

ٻيو: ٻئي قسم وارا اهي ماڻهو آهن جيڪي جڏهن اهي لذتن ۽ مزن ڪري هلاڪت جي ويجهو پهچي ويندا آهن تہ پنهنجي دين ۽ عقل ڏانهن رجوع ڪري صبر اختيار ڪندي ان جا ڪوڙا ۽ اٽوٽندڙ ڍڪ

پري ڇڏيندا آهن ۽ اهي ان مجاهد وانگر ٿي ويندا آهن جنهن جي الله تعاليٰ ان جي نفس، طبيعت ۽ خواهش کان مدد ڪندي آخرت ۾ اجر عظيم لکي ڇڏيو آهي.

ٽيون: ٽيون قسم انهن ماڻهن جو آهي جيڪي دنيا ۾ عطا ڪيل نعمتن جي مال ۽ ڪشادگي ڪي جائز لذتن ۽ مزن ۾ خرچ ڪندي خدا جو شڪر ادا ڪندا آهن.

چوٿون: چوٿين قسم وارا اهي ماڻهو آهن جيڪي نہ تہ فتنن ڏانهن ڌيان ڏيندا آهن ۽ نہ انهن ڪي ان جو شعور حاصل هوندو آهي. ڇو تہ اهي خدا کان سواءِ هر شي کان انڌا ٿي ويندا آهن. اهي نہ تہ خدا کان سواءِ ڪنهن ڪي ڏسندا آهن نہ ڳالھ ٻولھ ڪندا آهن. نہ وري ڪنهن جي فتنن ۾ ايترو مشغول (انهماڪ) ٿي ويندا آهن جو پنهنجي محبوب کان سواءِ ڪنهن تي نظر وجهن يا ان جي خواهش ڪن. اهڙا ماڻهو دنيا جي هر شي کان اهڙي نموني بچندا رهندا آهن جو جڏهن توهان انهن کي بازار ۾ گهمندو ڦرندو ڏسي معلوم ڪندا تہ انهن ڇا ڇا ڏٺو تہ اهي جواب ڏيندا تہ اسان تہ ڪجھ بہ ڪونہ ڏٺو آهي.

انهن جي اها ڳالھ انهيءَ ڪري هوندي آهي جو انهن صرف ظاهري اکين سان ڏٺو هوندو آهي اندر جي اک سان ڪجھ بہ ڪونہ ڏٺو هوندو يا اندر ۾ ڪونہ ويهاريو هوندو آهي. ڇو تہ انهن جون نظرون غيرارادي طور تي ۽ اتفاق سان هيڏي هوڏي ڏسنديون آهن باقي اهي دلچسپي سان ڪنهن بہ شي کي ڪونہ ڏسندا آهن يا انهن جي نظر صرف صورت جو مشاهدو تہ ڪيو پر ان جي اصليت کان عاري آهن. يا انهن جون ظاهري نظرون تہ بازاري شين تي هيون ليڪن انهن جي دل خدا جي ياد ۾ مشغول هئي. مطلب تہ اهي ساڳي وقت جلال و خيال جي مشاهدي سان همڪنار هيا.

پنجون: پنجين قسم وارا ماڻهو اهي آهن جيڪي جڏهن بازار ۾ داخل ٿيندا آهن تہ انهن جون دليون الله تعاليٰ جي فضل ۽ ارادي سان هم آهنگي جي ڪري بازار وارن لاءِ شفقت ۽ ڪرم سان ڀرجي وينديون آهن. اهوئي جذبو انهن کي بازار وارن جي شين کي ڏسڻ کان منع ڪندو آهي ۽ اهي ماڻهو بازار ۾ داخل ٿيڻ کان وٺي اتان نڪرڻ واري وقت

تائين بازار وارن لاءِ دعا ۽ استغفار ڪندا رهندا آهن ۽ انهن تي شفقت ۽ ڪرم ڪندا رهندا آهن. انهن جي دل غمگين ٿي ويندي آهي. انهن جي اکين ۾ انهيءَ ڪري آلاڻ اچي ويندي آهي تہ ڪاش اهي پاڻ بازار وارن جي تڪليفن کي دور ڪندي انهن کي نفعو پهچائي سگهن. مگر انهن جي زبان صرف ان لاءِ خدا جي حمدوثنا ۾ مشغول رهندي آهي تہ ان (الله) بازار وارن کي پنهنجي فضل و نعمت سان سرفراز ڪيو آهي. انهيءَ ڪري ئي اولياءَ ڪرام کي آبادين ۽ ٻانهن جو رکوالو چيو ويندو آهي.

توهان گهُرو تہ انهن ماڻهن کي ٻانهن تي خدا جو نائب، سفَير خير جو حڪم ڪرڻ وارو هادي، هدايت يافتہ رهبر ۽ رهنما يا جيڪو ڪجھ گهُرو چئي سگهو ٿا. اهي ئي حضرات ”ڪبريت احمر“ آهن. خدا انهن تي ۽ سيني مسلمانن تي پنهنجون رحمتون نازل ڪري جيڪي خدا جا طالب ٿي بلند مقام تي فائز آهن. الله ئي هدايت عطا ڪرڻ وارو آهي.

## ٽيهتروون مقالو

# ”اهي اولياءَ الله جيڪي ٻين جي عيبن کان واقف هوندا آهن“

الله تعاليٰ پنهنجن ڪجھ اولياءَ ڪرام کي ماڻهن جي عيبن، انهن جي ڪوڙين دعوائن، انهن جي قول ۽ فعل ۾ شرڪ، ۽ انهن جي دل جي ڳالھ ۽ نيت کان خبروار ڪري ڇڏيندو آهي. خدا جو اهو ولي رڳو پنهنجي رسول ۽ پنهنجي دين جي عظمت ۽ عزت خاطر پنهنجي دل (قلب) ۾ باطني طريقي سان ڏک ۽ ڪاوڙ برداشت ڪندو رهندو آهي. بعد ۾ اها ڪاوڙ حاضر ۽ غائب تي بہ ظاهر ٿي ويندي آهي ۽ الله جو ولي اهو سوچيندو رهندو آهي تہ اهي ماڻهو ظاهري ۽ باطني مرضن ۾ ايمان جي سلامتي ۽ خير تي انجام ٿيڻ جا دعويدار ڪيئن ٿا ٿي سگهن ۽ شرڪ ۾ مبتلا هوندي وحدت پرستي جي دعوا ڪيئن ٿا ڪري سگهن.

شرڪ ۽ ڪفر الله تعاليٰ جي قرب کان پري ڪري ڇڏيندا آهن ۽ اها صفت خدا جي دشمن شيطان لعين ۽ منافقن جي هوندي آهي جن جي جسمن کي باھ جي سڀ کان هيٺين درجي ۾ هميشه هميشه رهڻ جو

حڪم آهي. لهٰذا انهن ڳالهين هوندي انهن جي توحيد جي دعوا ڀلا ڪهڙي نموني صحيح ٿي سگهي ٿي؟ اهوئي سبب آهي تہ اولياءَ جي زبان تي انهن جي عيبن ۽ انهن جي برن عملن، انهن جي بي حيائي ۽ انهن جون وڏيون وڏيون دعوائون تہ اهي صديقن ۾ شامل آهن، جو بيان اچي ويندو آهي. پر انهن جي اها مزاحمت محض قضاوقدر ۽ خدا جي فعل ۾ فنائيت ڪري هوندي آهي. مگر ڪڏهن ڪڏهن ڏک ۽ ڪاوڙ مان مراد غيرتِ خداوندي هوندي آهي ۽ ڪڏهن خدا جي انڪارين کي عبرت ڏيارڻ ۽ نصيحت ڪرڻ مقصد هوندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن اهو ڏک ۽ ڪاوڙ خدا جي فعل ۽ ارادي ۽ ڪوڙن ماڻهن تي ڪاوڙ جي شدت جي غلبي ڪري هوندو آهي. اهڙي حالت ۾ اوليائن ڏانهن غيبت جو واڌارو ڪيو ويندو آهي ۽ الزام لڳايو ويندو آهي تہ غيبت کان پرهيز ڪرائڻ وارو ولي خودئي غيبت ۾ مبتلا ٿي ويو. ڇا حاضر ۽ غائب ماڻهن ۾ انهن عيبن کي ظاهر ڪرڻ، جيڪي ماڻهن کان لڪل آهن، جائز آهي؟ اهو اعتراض تہ انهن جي حق ۾ اهڙوئي آهي جيئن قرآن شريف ۾ فرمايل آهي ”انهن جو گناهہ نفعي جي مقابلي ۾ گهٽ وڌو آهي.“

اهو قول ظاهر ۾ تہ انڪارين جي رد ۾ آهي ليڪن باطني طور تي الله تعاليٰ تي اعتراض ۽ ان کان بيزاريءَ جو اظهار آهي. اهوئي سبب آهي تہ اڪثر ماڻهو اولياء ڪرام جي احوال کي ظاهري اکين سان ڏسندي اعتراض ڪرڻ لڳندا آهن، ڇوتہ جيڪڏهن خاموشي اختيار ڪن تہ اولياء ڪرام جي شڪايت کي مِٽو پوندو آهي يا پوءِ شريعت ۾ ان جي تاويل ۽ توجيهہ ڳولڻي پوندي آهي تہ جيئن اهڙو ڪو جواز ملي وڃي تہ خدا تي اعتراض ڪرڻ ثابت ٿي سگهي. حالانڪ خدا ۽ ان جو ولي، ٻئي انهن جي ڪوڙ ۽ بهتان کي بچڙو چوندا آهن.

ڪڏهن ڪڏهن ڏک ۽ ڪاوڙ جو اظهار انهيءَ ڪري بہ ٿيندو آهي تہ اهي ماڻهن جا عيب دور ڪري انهن جي ذاتي جهالت کان توبه ڪرائين ليڪن اهو معاملو ولي جي لاءِ جهاد جو درجو رکندو آهي ۽ پنهنجي غرور ۽ تڪبر کي ختم ڪرڻ وارن لاءِ نفعي وارو ثابت ٿيندو آهي. ليڪن خدا جنهن کي گُهرندو آهي ان کي صراط مستقيم تي هلائيندو آهي.

## چوهترُوون مقالو

# ”عقل سان وحدانيت جو ثبوت“

ڀريان عقلمند ماڻهوءَ کي پنهنجي هيئت ۽ ترڪيب تي گوڙهي نظر وجهڻ گهُرجي. پوءِ سموري مخلوق ۽ نين نين ايجادن تي غور ڪرڻ گهرجي ته جيئن پنهنجي خالق ۽ مالڪ جي تخليق ۽ ايجاد تي استدلال ٿي سگهي. انهيءَ ڪري جو مخلوق ۽ نئين ايجاد واريون شيون ئي پنهنجي ڪاريگر ۽ حڪيم جي حڪمت لاءِ دليل آهن ۽ سمورين شين جو وجود صرف ان جي واحد ذات سان وابسته هوندو آهي. انهيءَ مفهوم کي حضرت عبد الله بن عباس رضي الله تعاليٰ عنهما جي ان حديث ۾ بيان ڪيو ويو آهي جيڪا الله تعاليٰ جي ان فرمان جي تفسير ۾ آهي ته ”زمين ۽ آسمان ۾ جيڪا به شي آهي خدا پنهنجي طرفان انهن سڀني کي توهان جي استعمال لاءِ مخصوص ڪري ڇڏيو آهي.“ ان حديث ۾ فرمايل آهي ته هر شي ۾ الله تعاليٰ جي ڪنهن نه ڪنهن نالي جو ظهور ۽ هر شي جي نالي ۾ الله تعاليٰ جو ڪونه ڪو نالو ضرور شامل آهي. انهيءَ اعتبار کان توهان الله تعاليٰ جي نالن ۽ صفتن جي وچ ۾ گهيريل آهيو. اهو پنهنجي قدرت سان ته لڪل پر پنهنجي حڪمت سان ظاهر آهي يعني ان جي ذات لڪل آهي ۽ صفتون ظاهر آهن ۽ ان پنهنجين صفتن جي پردي ۾ ذات کي ۽ پنهنجي افعال جي پردي ۾ صفتن کي لڪل رکيو آهي.

علم کي ارادي جي ذريعي کولي ۽ ارادي کي حرڪت جي ذريعي ظاهر ڪري ڇڏيو آهي. لهٰذا اهو غيب جي اعتبار کان ته لڪل آهي ۽ پنهنجي قدرت ۽ حڪمت جي لحاظ کان ظاهر آهي. ڇوته ان جوئي اهو فرمان آهي ته ڪابه شي ان جي مثل ڪونهي، اهوئي ٻڌڻ ۽ ڄاڻڻ وارو آهي.

حضرت عبد الله بن عباس رضي الله تعاليٰ عنهما ان تفسير ۾ معرفت جا اهي اهي اسرار کولي بيان ڪيا آهن جن کي صرف اهوئي کولي بيان ڪري سگهي ٿو جنهن جو سينو نور جي شمع سان روشن هجي ڇو ته حضرت عبد الله بن عباس رضي الله تعاليٰ عنهما جو شان ته

اهو آهي تہ ان جي حق ۾ عصمت وارا هٿ هن دعا سان اٿيا آهن "اي الله ان کي دين جي سمجهہ ۽ قرآن جي تاويل ۾ علم عطا فرماءِ"

الله تعاليٰ اسان کي بہ ان جي برڪت سان محشر جي ڏينهن انهن جي ٽولي ۾ اٿاري. آمين. ثم آمين.

## پنجهتروون مقالو

# "تَصَوف جا منبع ۽ مخزن"

مان توهان سڀني کي اها وصيت ڪيان ٿو تہ تقويٰ ۽ اطاعت تي قائم رهندي شريعت جي ظاهري شين کي لازمي قرار ڏيو. سينې کي سلامت رکو. ڇهري مان خوشيءَ جو اظهار ڪيو. خوب خرچ ڪيو.

ڪنهن کي تڪليف نہ پهچايو. بزرگن جو احترام ڪندي غريبي ۽ درويشي اختيار ڪيو. ڀائرن کي خوش رکو. ننڍن کي نصيحت ڪندا رهو. مال جي گڏ ڪرڻ کان پاسو ڪيو ۽ جيڪي سالڪ ماڻهن مان نہ هجن انهن کان پري رهو. دنيا ۽ آخرت جي معاملن ۾ هڪٻئي جي مدد ڪيو. غربت جي حقيقت اها آهي تہ جيڪا مخلوق توهان جهڙي ئي آهي انهن آڏو پنهنجي محتاجي کي ظاهر نہ ڪريو ۽ تونگري جي نشاني اها آهي تہ پاڻ جهڙن ئي ماڻهن کان بي نياز ٿي وڃو.

تَصَوف جو ماخذ بحث مباحثو ڪونهي پر اهو بک ۽ مزيدار شين کي ترڪ ڪرڻ مان نڪتل آهي. فقر جي ابتدا علم سان نہ ڪريو بلڪ ان کي نرمي سان شروع ڪريو. ڇوتہ علم باعثِ وحشت آهي ۽ نرمي باعثِ انسيت.

ياد رکو تہ تَصَوف جو بنياد اٺن ڳالهين تي آهي.(1) حضرت ابراهيم عليه السلام جهڙي سخاوت؛ (2) حضرت اسحاق عليه السلام جهڙي رضا؛ (3) حضرت ايوب عليه السلام جهڙو صبر؛ (4) حضرت زڪريا عليه السلام جهڙي مناجات؛ (5) حضرت يحيٰ عليه السلام جهڙي مسافري؛ (6) حضرت موسيٰ عليه السلام جهڙو اُن جو لباس؛ (7) حضرت عيسيٰ عليه السلام جهڙي سياحت؛ ۽ (8) حضور اڪرم

مُحمّد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جهڙو فقر. جيئن سندن ارشاد آهي "اَلفَقرُ فَخرِي" يعني فقر منهنجي لاءِ فخر واري ڳالھ آهي.

## ڇاهتروون مقالو

# "مخلوق کان فنائيت"

الله تعاليٰ سان اهڙيءَ طرح وابستگي رکو جڻ توهان جو وجود ئي ڪونهي ۽ مخلوق سان اهڙيءَ طرح وابسته رهو تہ جڻ توهان کي نفس آهي ئي ڪونہ.

جڏهن توهان پنهنجي وجود کي وساري الله تعاليٰ سان وابستگي اختيار ڪندا تہ ان کي حاصل ڪرڻ کان پوءِ هر شي کان بي نياز ٿي ويندا ۽ جڏهن مخلوق سان نفس کان سواءِ وابستہ ٿي ويندا تہ توهان کي عادل سڏيو ويندو ۽ بڇڙي انجام کان سلامتي حاصل ٿي ويندي پوءِ جڏهن توهان سڀني کان ڪناره ڪش ٿي پنهنجي خلوت ۾ داخل ٿي ويندا تہ اتان جي اڪيلائين ۾ باطن جي اک سان پنهنجن انهن هڏڏوڪين جو مشاهدو ڪرڻ لڳندا جيڪي توهان جي ظاهري اک کان ڳجها آهن. جڏهن نفس جي زوال کان پوءِ ان جي جاءِ تي قربِ خداوندي حاصل ڪري ويندا تہ توهان جي جهالت علم ۾، توهان جي دوري قرب ۾، خاموشي ذڪر ۾ ۽ وحشت اُنس ۾ تبديل ٿي ويندا.

اي دوستا! صرف بہ شيون آهن: هڪڙي خلق ۽ ٻيو خالق. لهٰذا جيڪڏهن توهان خالق کي اختيار ڪيو ٿا تہ مخلوق کي ڇڏيو تہ رب العالمين کان سواءِ توهان سڀئي منهنجا دشمن آهيو. جنهن ماڻهوءَ ان جو ذائقو چکيو اهوئي ان جي لذت کان واقف آهي. جيڪڏهن ڪو شخص اهو چوي تہ جنهن ماڻهوءَ تي رطوبت جي تلخي غالب هجي تہ ان کي لذت ڪيئن حاصل ٿي سگهندي تہ ان جو جواب اهو آهي تہ پنهنجي طرفان تہ لذتن ۽ شهوتن کي دور ڪندا رهو.

اي مؤمن! جڏهن نيڪ عمل نفس کي قلب ۾ تبديل ڪري ڇڏيندا آهن تہ نفس کي قلب جي احساسن جو ادراڪ ٿيڻ لڳندو آهي. پوءِ جڏهن قلب کي "رمز" ڏانهن تبديل ڪري فنائيت ۾ پهچايو ويندو

آهي تہ ”وجود“ ”بقا“ بڻجي ويندو آهي ۽ محبوبن جي لاءِ سيئي دروازا کوليا ويندا آهن.

اي مؤمن! فنائيت مخلوق کي معدوم ڪري ڇڏڻ ۽ طبيعت کي ملائڪن جي طبيعت ۾ ڍالي ڇڏڻ جو نالو آهي. پوءِ جڏهن توهان کي پهرين طريقي ئي سان ملحق ڪيو ويندو تہ ان وقت توهان جو رب توهان کي پياريندو جيڪو پيارڻ گهري ۽ توهان جي اندر ۾ اهو ڪجھ ويهاريندو جيڪو ويهارڻ گهري. لھٰذا جيڪڏهن توهان ان جو ارادو رکو ٿا تہ پهريان اسلام قبول ڪريو. ان کان پوءِ اسلامي حڪمن جي تابعداري ڪريو. ان کان پوءِ خدا جي معرفت جو علم آهي ۽ ان جو وجود آهي. اهڙي نموني ۾ توهان جو مڪمل وجود ان جي لاءِ ئي ٿي ويندو ۽ زهد هڪڙي گهڙيءَ جو عمل آهي. جڏهن تہ پرهيزگاري ٻن گهڙين جو ۽ معرفتِ الاهي دائمي عمل آهي.

## ستهتروون مقالو

# ”اولي العزم ماڻهن جون خصلتون“

مجاهدو ڪرڻ وارن اولي العزم ماڻهن جون ڏھ خصلتون هونديون آهن جن تي اهي قائم رهندي اعليٰ ترين منزلن تي رسائي حاصل ڪري ويندا آهن.

پهرين خصلت اها آهي تہ اهي ماڻهو ڪڏهن بہ خدا جو قسم کونہ کڻندا آهن. نہ سچ ۾، نہ ڪوڙ تي، نہ ڄاڻي واڻي ۽ نہ وري ڀلجي. انهيءَ ڪري جو جڏهن اهي پنهنجي نفس ۽ زبان کي قسم کڻڻ جي عادت کان روڪي ڇڏيندا آهن تہ انهن کان ڄاڻي واڻي يا ڀلجي بہ ڪنهن بہ نموني سان قسم کڻڻ جو عمل سرزد کونہ ٿيندو آهي. پوءِ جڏهن اهي انهي سٺي عادت تي عمل پيرا رهندا آهن تہ الله تعاليٰ انهن تي پنهنجن نورن (انوار) جا دروازا کولي ڇڏيندو آهي ۽ انهن کي پنهنجي قلب ۾ معرفت، درجات جي بلندي، عزم ۽ صبر ۾ قوت، پنهنجن ياٿرن ۾ عزت، پاڙيسري جي نظرن ۾ شرافت – مطلب تہ سڀ ڪجھ حاصل ٿي ويندو آهي. ايستائين جو جڏهن معرفتِ الاهي سان مشرف ٿي ويندا آهن تہ ڏسڻ وارن تي انهن جو رعب ٿيڻ لڳندو آهي.

ٻي خصلت اها آهي تہ اهي ماڻهو ڪوڙ کان ايترو پري ڀڄندا آهن جو نہ تہ ڄاڻي واڻي ۽ نہ وري مذاق طور ئي ڪوڙ ڳالهائيندا آهن. جڏهن انهيءَ عمل جا عادي ٿي ويندا آهن تہ نہ پنهنجي نفس جو حڪم مڃيندا آهن ۽ نہ پنهنجي زبان کي حد کان وڌڻ جي اجازت ڏيندا آهن. ان کان پوءِ الله تعاليٰ انهن جو سينو کولي انهن جي علم کي ايترو پاڪ صاف ڪري ڇڏيندو آهي جڻ انهن کي ڪا خبر ئي ڪونہ هوندي آهي تہ ڪوڙ ڪهڙي شي آهي؟ جڏهن ڪنهن ماڻهوءَ کان ڪائي ڳالھ ٻڌندا آهن تہ ان کي عيب تصور ڪندي ان شخص کي تمام گهڻو خراب سمجهڻ لڳندا آهن ۽ ان کان ڪوڙ ڇڏائجي وڃڻ جي لاءِ دعا گهرندا آهن.

ٽين خصلت اها آهي تہ اهي ماڻهو واعدي خلافي کان پاسو ڪندي پڪو واعدو ڪندا آهن. ڇوتہ واعدو نہ ڪرڻ واعدي خلافي کان وڌيڪ بهتر آهي ۽ وچٿرائپ جو طريقو بہ اهو آهي تہ ڪنهن سان بہ واعدو نہ ڪجي ڇوتہ واعدي خلافي بہ هڪڙي قسم جو ڪوڙ آهي. پوءِ جڏهن اهي ماڻهو انهي خصلت تي مڪمل طور تي قائم ٿي ويندا آهن تہ انهن تي سخاوت ۽ حيا جي دروازن کي کوليو ويندو آهي ۽ انهن کي صديقن جي دوستي ۽ خدا وٽ بلند درجو حاصل ٿي ويندو آهي.

چوٿين خصلت اها آهي تہ اهي ماڻهو مخلوق تي لعنت ڪرڻ ۽ انهن کي اذيت پهچائڻ کان گهڻو پاسو ڪندا آهن. انهيءَ ڪري جو اها خصلت نيڪن ۽ صديقن جي اخلاق جو جزو آهي. اهڙن ماڻهن جو انجام بہ خير تي ٿيندو آهي ۽ اهي خدا جي حفاظت ۾ بہ رهندا آهن. الله تعاليٰ وٽ انهن جا اهي بہ درجا آهن جيڪي الله تعاليٰ انهن جي لاءِ ذخيري طور گڏ ڪري رکيا آهن. اهڙن ماڻهن کي هلاڪت جي جاين ۽ مخلوق، ٻنهي، کان محفوظ بہ ڪيو ويندو آهي ۽ الله انهن کي ٻانهن جي نوازش ۽ پنهنجو قرب بہ عطا ڪندو آهي.

پنجين خصلت اها آهي تہ اهي ماڻهو مخلوق طرفان سختيون ۽ ظلم سهڻ جي باوجود انهن کي بددعا ڏيڻ کان پاسو ڪندا آهن ۽ نہ تہ انهن سان ڳالهائڻ ٻولهائڻ بند ڪندا آهن ۽ نہ انهن کان بدلو وٺندا آهن. انهن جي اها خصلت انهن کي بلند درجن تي پهچائي ڇڏيندي آهي. جڏهن اهي انهي عادت کي پنهنجو شُعار بڻائي ڇڏيندا آهن تہ دنيا ۽ آخرت جون عظيم منزلون حاصل ڪري ويندا آهن ۽ ويجهي ۽ پري

واري مخلوق ۾ انهن جي لاءِ محبت ۽ احترام پيدا ٿي ويندا آهن. پوءِ انهن جي دعا ۾ قبوليت، اخلاق ۾ وسعت ۽ مسلمانن جي دلين ۾ عظمت پيدا ٿي ويندي آهي.

ڇهين خصلت اها آهي تہ اهي ماڻهو ڪنهن بہ اهلِ قبلہ تي شرڪ، ڪفر ۽ نفاق جو حڪم ڪونہ لڳائيندا آهن. انهيءَ ڪري انهن کي رحمتِ الاهي جو قرب ۽ بلند درجا حاصل ٿي ويندا آهن. ڇوتہ اهائي خصلت سنت جي تابعداري جي تڪميل آهي ۽ علمِ الاهي ۾ دخل اندازي ۽ غضب الاهي کان گهڻو پري آهي ۽ الله جي رحمت ۽ خوشنودي جي گهڻو ويجهو آهي. لهٰذا اهو دروازو خدا تائين رسائي جي لاءِ گهڻوئي عظمت وارو آهي ۽ ٻانهي کي سموري مخلوقات جي لاءِ وارث بڻائي ڇڏيندو آهي.

ستين خصلت اها آهي تہ اهي ماڻهو گناهن تي نظر وجهڻ کان بہ لاڙو ڪندي پنهنجن عضون کي گناهن ۾ ملوث ٿيڻ ڪونہ ڏيندا آهن. ڇوتہ ان جو اجر دل ۽ عضون جي اعتبار کان دنيا جي سمورن عملن جي اجر کان گهڻو وڏيڪ آهي ۽ گهڻو جلد دنيا ۾ بہ ملي ويندو آهي ۽ آخرت ۾ بہ خدا وٽ گڏ ٿيل حاصل ٿي ويندو آهي.

اسان خدا کان دعا ڪريون ٿا تہ اسان کي بہ انهن سمورين خصلتن جو حامل بڻائي احسان فرمائي ۽ اسان جي دلين کي سيني خواهشن کان پاڪ ڪري ڇڏي.

اٺين خصلت اها آهي تہ اهڙا ماڻهو مخلوقات تي بار وجهڻ کان پاسو ڪندا آهن چاهي اهو بار ٿورو هجي يا گهڻو. بلڪ اهي ماڻهو سموري مخلوق جو بار خود پنهنجي سر تي کڻندا آهن توڙي ان جو انهن کي لاچار هجي يا نہ هجي. انهيءَ ڪري جو ان ۾ عابدن جي عزت ۽ متقين جي عظمت شامل آهي ۽ اهائي خصلت امربالمعروف ۽ نهي عن المنڪر جي صفت کي مضبوط بڻائي ڇڏيندي آهي. اهڙن ئي ماڻهن جي نظرن ۾ سموري مخلوق فرد واحد جي حيثيت ۾ ٿي ويندي آهي. جنهن وقت اهي ماڻهوان خصلت تي مڪمل طور تي عمل پيرا ٿي ويندا آهن تہ الله تعاليٰ انهن کي اميري، يقين ۽ توڪل سان سرفراز ڪري ڇڏيندو آهي.

اهي ماڻهو ڪڏهن بہ مخلوق جي سامهون پنهنجي ضرورت پيش ڪونہ ڪندا آهن ۽ اهائي خصلت مسلمانن جي عزت ۽ متقين جي عظمت جو سبب هوندي آهي. انهيءَ سان اخلاص جو دروازو بہ وڏيڪ ويجهو ٿي ويندو آهي.

نائين خصلت اها آهي تہ اهي ماڻهو سيني انسانن کان حرص ۽ لالچ کي اهڙي نموني سان قطع ڪري ڇڏيندا آهن جو جيڪو ڪجھ انهن جي هٿن ۾ هوندو آهي ان تي ڪنهن بہ قسم جي لالچ ڪونہ ڪندا آهن ڇوتہ اهائي عظيم عزت ۽ خالص بي نيازي آهي. اهائي ڳالھ وڏي بادشاهي، سڻو فخر ۽ يقين و شفا بخشڻ واري توڪل آهي ۽ اهوئي اعتماد علي الله ۽ توڪل ۽ زهد جي دروازن مان هڪڙو دروازو آهي. اهوئي تقويٰ جو حصول ۽ عبادت جي تڪميل آهي. اهائي خدا تعاليٰ ڏانهن يڪسوئي حاصل ڪرڻ وارن جي هڪڙي علامت آهي.

ڏهين خصلت هيناهين ڪرڻ آهي. ڇوتہ ان سان ئي اهلِ عبادت جي ٺهراءَ ۾ استحڪام حاصل ٿيندو آهي ۽ انهن جي منزلن ۾ بلندي ۽ عزت ۾ اضافو ٿيندو آهي. الله تعاليٰ ۽ مخلوق وٽ بہ انهن جو مرتبو بلند ٿي ويندو آهي ۽ هر اها شي جنهن کي اهي دنيا ۽ آخرت ۾ طلب ڪندا آهن انهن کي حاصل ٿي ويندي آهي. اهائي خصلت سمورين اطاعتن جي اصل آهي ۽ اهائي انهن کي ڪاملن ۽ صالحن جي مرتبن تائين فائز ڪري ڇڏيندي آهي. انهن کي محبوب ٻانهن ۾ داخل ڪيو ويندو آهي. پوءِ اهي ئي ماڻهو ڏک ۽ خوشي جي حالتن ۾ مسرور رهندا آهن ۽ اهوئي تقويٰ جو ڪمال آهي.

هيناهين ڪرڻ جي حقيقي تعريف اها آهي تہ ٻانهو جڏهن ڪنهن سان ملاقات ڪري تہ ان کي پاڻ کان بهتر تصور ڪري ۽ اهو گمان ڪري تہ ممڪن آهي اڳيون شخص مرشد وٽ مون کان بهتر ۽ درجي ۾ مون کان بلند هجي. جيڪڏهن اهو نوجوان ۽ ننڍي عمر وارو آهي تہ اهو تصور ڪري تہ ان کان ايترا گناھ ڪونہ ٿيا هوندا جيترا مون کان ٿي چڪا آهن. انهيءَ ڪري مان يقينن وڌو گناهگار آهيان ۽ اهو مون کان يقينن بهتر آهي. جيڪڏهن اهو وڏي عمر وارو آهي تہ اهو تصور ڪري تہ اهو مون کان پهريان ئي عبادت ۾ مشغول رهندو آيو آهي. جيڪڏهن اهو عالم هجي تہ اهو تصور ڪري تہ ان کي اها شي

عطا ڪئي وئي آهي جيڪا مون ڪي حاصل نہ ٿي سگهي ۽ اهو ان علم
ڪان واقف آهي جنهن جي مون کي واقفيت ڪونهي ۽ ان کي علم تي
عمل ڪرڻ جي توفيق بہ عطا ڪئي وئي آهي. پر جيڪڏهن اهو جاهل
هجي تہ اهو تصور ڪري تہ اهو تہ بس پنهنجي جهالت ۽ ناداني جي
ڪري نافرماني ۾ گرفتار آهي ۽ مان علم وارو هجڻ باوجود گناهن ۾
ملوث آهيان. مون کي اها بہ خبر ڪونهي تہ منهنجو خاتمو ڪهڙي حال
تي ٿيندو.

درحقيقت اهائي خصلت غيرن تي شفقت ۽ پنهنجي ذات تي
خوف طاري ڪرڻ جو دروازو آهي ۽ اهائي سيني ڪان پهرين اها چڱائي
آهي جنهن کي اختيار ڪرڻ گهرجي. اهائي اها آخري سٺائي آهي
جنهن جا اثر ٻانهن تي قائم رهندا آهن ۽ جڏهن ٻانها انهي خصلت کي
اپنائي ڇڏيندا آهن تہ الله تعاليٰ انهن کي شيطان ۽ وسوسن ڪان پناهہ
عطا ڪندو آهي ۽ انهن جو شمار خدا جي محبوب ۽ برگزيده ٻانهن ۾
ٿيڻ لڳندو آهي.

هيٺاهين ڪرڻ خدا جي رحمت جو اهڙو دروازو آهي جيڪو
تڪبر جي دروازن کي ٽوڙڻ وارو ۽ غرور جي رسن کي ڪپڻ وارو آهي ۽
ٻانهن جي دلين مان دنيا ۽ آخرت ۾ برتري جي گهمنڊ کي ختم ڪري
ڇڏيندو آهي. اهوئي عبادت جو ماحاصل، زاهدن جي عظمت جي انتها ۽
عابدن جي وجاهت آهي. ان ڪان بهتر ڪائي خصلت ڪونهي. انهي
خصلت سان پنهنجي زبان کي دنيا وارن جي تذڪرن ۽ انهن جي
گندين ڳالهين ڪان الڳ ٿلڳ رکڻ گهرجي. ڇوتہ ان ڪان سواءِ ڪنهن بہ
عمل جي تڪميل نٿي ٿي سگهي. بغض ۽ تڪبر کي هر حال ۾ پنهنجي
نفس ڪان ٻاهر ڪڍي ڇڏڻ گهرجي ۽ سموري مخلوق کي پنهنجي
نصيحت ۾ هڪڙوئي تصور ڪرڻ گهرجي. اهو ٻانهو نصيحت ڪرڻ
وارن (ناصح) ۾ ڪڏهن بہ شمار ڪونہ ٿو ٿي سگهي جيڪو الله تعاليٰ
جي ڪنهن مخلوق کي خراب سمجهندي انهن جي ڪمن جي ملامت
ڪري. ڇوتہ اها عادت عابدن لاءِ آفت ۽ اطاعت ڪندڙن لاءِ بربادي ۽
زاهدن جي لاءِ هلاڪت جو سبب آهي. پر اهي ماڻهو جن جي زبانن جي
الله تعاليٰ پنهنجي فضل ۽ احسان سان نگهباني ۽ مدد فرمائي هجي اهي
بچل هوندا آهن.

## انهتروون مقالو

## "وصيت"

توهان کي اها وصيت ڪئي ٿي وڃي ته اميرن سان اعزاز ۽ فقيرن (فقراءَ) سان عاجزي ۽ مسڪيني سان صحبت اختيار ڪيو ۽ عجز و خلوص تي هميشگي اختيار ڪري ڇڏيو. ڇوته اها ڳالهه ديدارِ الاهي جي سببن مان هڪڙو سبب آهي.پنهنجي سموري احوال ۾ اطمينان ۽ سڪون سان قائم رهو. انهي اعتماد تي پنهنجي ياءُ جو حق ضايع نه ڪريو ته توهان ٻنهي ۾ باهمي ايڪو ۽ محبت آهي. توهان جي لاءِ فرض آهي ته فقيرن جي صحبت ۾ تواضع، حسنِ ادب ۽ سخاوت کي نظرانداز نه ڪريو ۽ اهڙي نفس ڪُشي ڪري ڇڏيو جو توهان کي دائمي حياتي ملي وڃي. ياد رکوته مخلوق ۾ سڀني کان خدا جي وڏيڪ ويجهو اهوئي آهي جنهن جي اخلاق ۾ وسعت ۽ اعمال ۾ افضليت هجي. خدا کان سواءِ ڪنهن ڏانهن به لاڙو ڪرڻ کان به دل (قلب) کي بچائيندا رهو. حق تي قائم رهندي صبر اختيار ڪيو ڇوته توهان جي لاءِ دنيا جون ٻه ئي شيون ڪافي آهن. فقير جي "صحبت" ۽ ولي جي "خدمت" ڇوته فقير خدا کان سواءِ هر شي کان بي نياز هوندو آهي. پاڻ کان ڪمزور تي حملو ڪرڻ ڪمزوري آهي، پاڻ کان ڏاڍي تي هلان ڪرڻ بي حيائي ۽ پاڻ جهڙي تي حملو ڪرڻ بداخلاقي آهي.

فَقَر ۽ تَصَوف هڪڙو مجاهدو آهي جن کي واهيات ڳالهائڻ ۽ بيهودائپ سان ملوث نه ڪيو. الله تعاليٰ اسان، توهان ۽ پڻ سڀني مسلمانن کي عمل ڪرڻ جي توفيق عطا فرمائي. آمين.

اي خدا جا ولي توهان جي لاءِ هر حال ۾ خدا جو ذڪر ڪرڻ لازمي آهي. ڇوته اهو سڀني خطرن کي دفع ڪندڙ آهي ۽ توهان کي قضاوقدر جي ظاهر ٿيڻ (ورود) جي لاءِ هميشه تيار رهڻ گهرجي ڇوته انهن جو واقع ٿيڻ لازمي ۽ ضروري آهي. اهو به چڱيءَ طرح ذهن ۾ ويهاريو ته توهان کان هر اٿڻ ۽ ويهڻ جي عمل جي باري ۾ سوال ڪيو ويندو. تنهن ڪري توهان کي گهرجي ته حاضر وقت جي سڀ کان بهتر ڪم ۾ مشغول رهو ۽ پنهنجي جسم ۽ عضون کي اجاين ۽ غلط ڪمن کان بچائيندا رهو. توهان جي مٿان خدا ۽ رسول جي تابعداري واجب

آهي ۽ توهان جي مٿان جيڪو حاڪم هجي ان جو حق ادا ڪندي ان کان ان شي جو مطالبو نہ ڪريو جيڪا ان تي واجب آهي ۽ هر حال ۾ ان جي لاءِ دعاگو رهو. مسلمانن سان بدگماني نہ ڪندي انهن جي خيرخواهي جو عزم رکو ۽ هر نيڪ ڪم ۾ انهن سان شريڪ رهو ۽ ڪڏهن بہ ان حال ۾ رات نہ گذاريو تہ توهان جي دل ۾ ڪنهن جي لاءِ برائي، ڪينو يا ساڙ هجي ۽ الله تعاليٰ کان حفاظت جي اميد وابستہ رکو. ياد رکو تہ توهان تي حلال روزي فرض آهي ۽ جنهن ڳالھ جو علم نہ هجي ان کي ديني عالمن کان معلوم ڪرڻ فرض آهي.

خدا کان حيا ڪرڻ واجب آهي. خدا جي صحبت کي نظر ۾ رکندي غيرالله جي صحبت اختيار نہ ڪريو. صبح شام پنهنجي مال مان ڪجھ نہ ڪجھ صدقو ڏيندا رهو. جنهن ڏينهن ڪنهن مسلمان جي جنازي جي نماز ادا ڪيو تہ مغرب جي نماز کان پوءِ نمازِ استخارا پڙهو. روزانو صبح شام ست دفعا هي دعا گهرندا ڪيو "اي خدا اسان کي جهنم جي باھ کان بچاءِ."

هنن آيتن کي بہ سدائين پڙهندا ڪريو:

اَعُوذُ بِاللّٰهِ السَّمِيعُ العَلِيمُ مِنَ الشَّيطَانِ الرَّجِيم۝ هُوَ اللّٰهُ الَّذِیۡ لَاۤ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ ۚ عٰلِمُ الۡغَيۡبِ وَالشَّهَادَةِ ۚ هُوَ الرَّحۡمٰنُ الرَّحِيۡمُ۝ هُوَ اللّٰهُ الَّذِیۡ لَاۤ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ ۚ اَلۡمَلِكُ الۡقُدُّوۡسُ السَّلٰمُ الۡمُؤۡمِنُ الۡمُهَيۡمِنُ الۡعَزِيۡزُ الۡجَبَّارُ الۡمُتَكَبِّرُ ؕ سُبۡحٰنَ اللّٰهِ عَمَّا يُشۡرِكُوۡنَ۝ هُوَ اللّٰهُ الۡخَالِقُ الۡبَارِئُ الۡمُصَوِّرُ لَهُ الۡاَسۡمَآءُ الۡحُسۡنٰى ؕ يُسَبِّحُ لَهٗ مَا فِى السَّمٰوٰتِ وَالۡاَرۡضِ ۚ وَهُوَ الۡعَزِيۡزُ الۡحَكِيۡمُ۝

الله تعاليٰ ئي توفيق ڏيڻ وارو ۽ مددگار آهي. انهيءَ ڪري خدا کان سواءِ ڪنهن ۾ بہ مدد ڪرڻ جي قوت ۽ طاقت ڪونهي.

## اوڻاسيوون مقالو

## "اولاد لاءِ وصيتون"

حضرت غوث پاڪ جون اهي وصيتون جيڪي پاڻ پنهنجي اولاد کي ڪيائون ۽ اهي مفيد جملا جيڪي سڪرات جي وقت ڪائنڻ پڌا ويا.

جڏهن سندن آخري وقت ويجهو محسوس ٿيڻ لڳو ته سندن فرزند حضرت عبدالوهاب عرض ڪيو ته ياسيدي مون کي انهن عملن بابت وصيت فرمايو جن جي مان توهان کان پوءِ تڪميل ڪندو رهان.

پاڻ فرمايائون ته الله تعاليٰ جي لاءِ تقويٰ اختيار ڪر. الله تعاليٰ کان سواءِ ڪنهن کان به ڊپ نه ڪر. خدا کان سواءِ ڪنهن سان به اميدون وابسته نه ڪر. پنهنجن گهرجن کي الله جي حوالي ڪري ڇڏ. ان کان سواءِ ڪنهن تي به اعتماد نه ڪر. هر شي خدا کان طلب ڪندي خدا کان سواءِ ڪنهن تي ڀروسو نه ڪر. هميشه توحيد تي قائم رهه جنهن تي سڀني جو اجماع آهي. جنهن وقت خدا سان قلب صلاحيت پذير ٿي وڃي ته دل ۾ نه ته ڪنهن شي کي داخل ٿيڻ ڏي ۽ نه ڪنهن شي کي خارج ڪر.

منهنجي چوڌاري هتي وجو چوته ظاهر ۾ مان توهان سان گڏ آهيان ليڪن باطني طور تي غير سان (يعني الله تعاليٰ جي همراهي ۾). منهنجي ويجهو توهان کا علاوه به ڪجهه ماڻهو موجود آهن لهٰذا انهن لاءِ جاءِ خالي رکو. انهن سان ادب سان پيش اچو. ان جاءِ تي عظيم رحمت آهي. جاءِ کي ڪليل رکو. (پاڻ مسلسل پنهنجن هٿن کي ڊگهو ڪري فرمائيندا پئي ويا) وعليڪم السلام ورحمه الله وبرڪاته۔ غَفَرَاللهُ لِي وَلَڪُم وَ تَابَ اللهُ عَلَيَّ وَعَلَيڪُم بِسمِ اللهِ غَيرَ مودعِينَ. الله تعاليٰ منهنجي ۽ توهان جي توبه قبول فرمائي. بسم الله! اچو توهان جو چالاڻو اچا ڪونهي آيو. (پاڻ مسلسل هڪڙو ڏينهن ۽ هڪڙي رات اهوئي فرمائيندا رهيا)وعليڪم السلام توبه ڪري صف ۾ ويهي رهو. انهيءَ ڪري جو مان به توهان وٽ پهچڻ وارو آهيان. انتظار ڪيو. انتظار ڪيو. ان کان پوءِ سندن وٽ حق پهچي ويو ۽ سندن مٿان سڪرات جي حالت طاري ٿي وئي.

پوءِ پاڻ فرمايائون ته توهان تي وڏي حيف هجي مان نه ته ڪنهن فرشتي کان ڊنل آهيان ۽ نه ملڪ الموت جي پرواهه ڪريان ٿو. مون کي ان عطا ڪيو آهي جيڪو توهان کان علاوه آهي (يعني الله تعاليٰ) پوءِ وڏي آواز ۾ سندن چيخ نڪتي. (اهو واقعو ان ڏينهن جو آهي جڏهن سندن وصال ٿيو).

## اسيوون مقالو

# "ٻين کي مون سان نہ ڀيٽيو"

منهنجي، توهان جي ۽ پوري مخلوق جي وچ ۾ آسمان ۽ زمين جيترو مفاصلو ۽ دوري آهي. انهيءَ ڪري نہ تہ ڪنهن کي مون سان ڀيٽيو ۽ نہ وري منهنجي ڪنهن سان ڀيٽ ڪريو.

(سندن صاحبزادي حضرت عبدالعزيز جڏهن سندن تڪليف جي باري ۾ معلوم ڪيو تہ پاڻ فرمايائون)مون کا ڪوبہ سوال نہ ڪريو ڇوتہ مان علمِ الاهي ۾ پهلو بدلائي رهيو آهيان. (سندن حال معلوم ڪرڻ تي پاڻ فرمايائون) منهنجي مرض کي نہ تہ جنن ۽ انسانن مان ڪير سمجهي سگهي ٿو ۽ نہ ڪنهن جي عقل ۾ اچي سگهي ٿو. ڇوتہ حڪم ۽ علمِ الاهي نقصن کان پاڪ آهي. حڪم تبديل ٿي سگهن ٿا ليڪن علمِ خداوندي ۾ ڦيرگير يا تبديلي واقع نٿي ٿي سگهي. خدا تعاليٰ جنهن شي کي گهرندو آهي ختم ڪري ڇڏيندو آهي ۽ جنهن شي کي گهرندو آهي باقي رکندو آهي. ليڪن اهو سڀ ڪجهہ ان وٽ ام الڪتاب يعني لوح محفوظ ۾ موجود رهندو آهي. ان جي ڪمن متعلق ڪير بہ جواب نٿو طلب ڪري سگهي. ليڪن ٻانها جواب ده آهن. صفتن جون جيتريون خبرون آيو گذري ويون.

(سندن صاحبزادي عبدالجبار جنهن وقت معلوم ڪيو تہ توهان جي جسم ۾ ڪهڙو عضوو تڪليف ۾ آهي تہ پاڻ فرمايائون) دل(قلب) کان سواءِ منهنجا سڀ عضوا تڪليف ۾ آهن البت دل ۾ انهيءَ ڪري تڪليف ڪونهي تہ اها الله تعاليٰ سان آهي.

(پوءِ جڏهن سندن آخري گهڙي آئي تہ پاڻ فرمايائون) مان لا الٰہ الا الله سان مدد جو طالب آهيان جيڪو پاڪ ۽ برتر آهي. جيڪو زنده آهي. جنهن کي موت جو خوف ڪونهي. پاڪ آهي اهو جيڪو پنهنجي قدرت سان غالب آهي ۽ ٻانهن کي موت لاءِ مجبور ڪري ڇڏي ٿو. لا الٰہ الا الله محمّدالرسول الله.(ان کان پوءِ پاڻ الله ڇوڻ شروع ڪيائون ايستائين جو سندن آواز جهيڻو ٿي ويو ۽ سندن زبان تالو سان ملي وئي. ان کان پوءِ سندن روح خالقِ حقيقي سان وڃي مليو. رضي الله تعاليٰ عنہ. وصلي الله تعاليٰ عليٰ خير خلقهِ سيدنا وحبيبنا محمّد وآله واصحابه اجمعين.)

## سنڌيڪار جا ٻيا ڪتاب

==========

### 1. فاطمہ فاطمہ آهي.

(اصل فارسي. اردو تان ترجمو.)

..............

### 2. انساني ضمير جو آواز.

(امام علي عليہ السلام)

.................

### 3. محسنِ انسانيت.

(اصل اردو تان ترجمو)

..............

آگرا ڪتب خانہ ميهڙ
حڪيم احمد رضا آگرو
ڪتاب نمبر ............

سرڪار غوث الاعظمؒ نظرِ ڪرم خدارا
اي دستگيرِ عالمؒ سڏ ۾ ڏي سڏڙا

اوجهڙ اڙي آ ڪشتي، سامهون آ سِير سائين
ناهي ڪو منهن ملاحن، گهڻو ڏور ٿيا ڪنارا



المدد غوث الاعظمؒ جڏ ٻي چيو جنين آ
تن جي مدد لئي منڙا، پهتئو پرين پيارا

"سڪندر" تون هاڻ بس ڪر، بغداد دانهن پهتي
سِڪَ مان سڏيو تو جن ڪي، رسندا سگهو سهارا

Designed & Printed by: 0333-3453328